# مَڪي ـ سون جي دڪي

[ ترقي جي نالي تي تباھ ڪيل ثقافتي، معاشي ۽ ماحولياتي لحاظ کان منفرد زرخيز علائقو مکي]

## نواز ڪنير

# مَڪي ـ سون جي دَڪي

[سنڌ جو تباهہ ڪيل منفرد سماجي، ثقافتي، معاشي ۽ ماحولياتي خِطو/علائقو مَڪي، جيڪو ’سون جي دَڪي‘ برابر سمجهبو هو ۽ انهيءَ نالي سان ئي سڃاڻبو هو، جنهن کي نام نهاد ترقيءَ جي نالي تي هٿ سان تباهہ ڪري، نہ صرف ڪيترن ئي ساهہ وارن جي وجود ۽ نسلن کي خطري ۾ وڌو ويو، بلڪ سنڌ جي ثقافت جي ڪيترن ئي اُهڃاڻن، مکي ءَ جي ٻوليءَ جي منفرد لهجي سان گڏ ڪيترن ئي لفظن ۽ محاورن کي بہ هميشہ لاءِ ختم ڪيو ويو!]

**نواز ڪنڀر**

# ارپنا

انھن سڀني ماڳن ۽ مڪانن جي نالن،
جيڪي غلط منصوبہ بندي سبب وجود وڃائي ويٺا!
انھن سڀني انسانن، سندن ٻولي ۽ لفظن،
علائقي جي حيوانات ۽ نباتات جي نالن،
جيڪي پنھنجن ۽ پراون جي ذاتي مفادن ۽ دغابازين سبب،
مَڪيءَ مان بي دخل ٿي، بي گھر بڻجي، دَربدر ٿيا!!
۽ ڪن جا تہ وجود ئي خطري ۾ پئجي ويا!

**نواز ڪنير**

# فهرست

## 5. باب پنجون: مڪيءَ جي ٻوليءَ، ثقافت ۽ روزگار جا ذريعا



## 6. باب ڇهون : مڪيءَ جون ڍنڍون ۽ مڇي

## 7. باب ستون: مکي ٻيلو ۽ چراگاهہ



## 8. باب اٺون: مکي ۾ نهندڙ چوٽياريون ڊئم ۽ ان جا اثر



### تجويزون

نئين يو سي "صدرث" جو نالو "مَکي" سان منسوب ڪريو!

### حوالا ۽ راوي

### سانگهڙ جا نقشا

## پنهنجي پاران
## مَڪيءَ جو ماتم!

سنڌ جي مختلف منفرد علائقن ۾ خطن مان مَڪي بہ هڪ هوا جيڪو هڪ ئي وقت ٻيلو بہ هو تہ ڊنڊ بہ! انهيءَ حوالي سان مَڪيءَ کي سنڌ جو منفرد علائقو چئي سگهجي ٿو. بلڪہ اجا بہ وڌيڪ اهو تہ مَڪي ۾ جتي ڊنڍن وارو علائقو هو ۽ ان ۾ ٻيلو بہ هو تہ اتي اڇڙي ٽر جي پرسان واقع هجڻ سبب ان علائقي ۾ تمام گهٽيون ۽ٽون هجڻ ڪري، مَڪي جي انفراديت اجا بہ گهڻي وڌيڪ هئي. لڳي ائين ئي ٿو تہ ڪنهن وقت هي اڇڙي ٽر جو مُهراڻي وارو حصو رهيو هوندو. ان بعد ناري ۾ ٻين واهن جي ڇَرن توڙي سيمي سبب هتي ڊنڍون ٺهيون ۽ پاڻي لهڻ يا سُڪڻ بعد، اتي گهاٽا وڻ ٿيا ۽ ٻيلو وجود ۾ آيو. ائين هن علائقي ۾ هڪ ئي وقت ٻيلي ۽ ڊنڍن وارو ڪلچر وجود ۾ اچڻ سان گڏ، هتي ٿنهي قسمن جي علائقي ۾ پلجندڙ جهنگلي ۽ آبي جيوت ۽ نباتات سان گڏ، چوپايو مال بہ پرورش پائڻ لڳو ڪٿي ملڪ ۾ تہ ڇا ٻئي دنيا ۾، ڪنهن ٻئي پاسي بہ شايد ئي ڪٿي ائين گڏ هجي!

انهن ڳالهين جي ڪري مَڪي جو مان تمام گهڻو مٿاهون ٿيڻ سان گڏ، مڪيءَ 'سون جي دکي' بہ سڏجڻ لڳي. جنهن مطلب تہ مَڪي جي معيشيت ايتري تہ وڌي ۽ ويجهي ۽ اوج تي پهتي، جو هي علائقو پاڳين جي پاڻن ۽ چوپائي مال جي افزائش ۽ ٻين قدرتي نعمتن سبب ؛ گيهہ، مکڻ، کلن، ماکي، ڪنئور، لاک ۽ ڪاٺ جي گهڻائي ڪري سون جي دکي (ننڍو دِلو) سڏجڻ لڳو.

قدرت مختلف علائقا ۽ خطا، مختلف قِسمن ۽ نسلن جي ماڻهن لاءِ تہ ٺاهيا ئي ٺاهيا آهن، پر اهي مختلف قسمن جي جهنگلي ۽ آبي جيوت ۽ نباتات کان سواءِ، مختلف نسلن جي چوپائي مال جي پيدائش ۽ پرورش لاءِ بہ ٺاهيا آهن. جيڪي شيون وري جتي، انساني زندگيءَ جي بقاءَ ۽ بهتري لاءِ، لازمي جز جي حيثيت رکن ٿيون، اتي انساني زندگيءَ کي پروان چڙهائڻ سان گڏ، قائم و دائم رکڻ لاءِ بہ انتهائي ضروري آهن. پر افسوس جو انسان انهن شين کي، انهيءَ نظر سان ڏسڻ بنا پنهنجي ذاتي، انفرادي ۽ عارضي فائدي لاءِ تباهہ ۽ برباد ڪرڻ ۾ وسان ڪونہ گهٽايو آهي ۽ هاڻ ان جا اثر مختلف طريقن سان لوڙي ۽ ڀوڳي رهيو آهي. مَڪي سان ڪجهہ ائين ئي ٿيو. جيڪو علائقو اڳ ۾ سون جي دکي مثل سمجهبو هو. ان کي وڌيڪ کهڙي ترقي جي ضرورت هئي! پر درياهہ تي بئراج ٺاهي، ان کي ڏانوڻ ڏيندڙن ۽ پوءِ جمڙائو تي ترقي جي نالي تي ناري کي بند ٻڌي سوڙهو ڪرڻ بعد، هتي ٻاهريان ماڻهو آڻي آباد ڪندڙن اهو بہ ڪونہ سوچيو تہ ان سان دنيا جي هن ناياب ۽ منفرد مقام کي نقصان پهچڻ سان گڏ ماحوليات، آبهوا، جهنگلي ۽ آبي جيوت جي پينگ ٿيڻ سان گڏ نباتات جو بہ ڪيترو نہ وڏو نقصان ٿيندو ۽ ان سان چوپائي مال جي نسل ڪشي ۾ ڪيتري نہ تيزي ايندي! هتي جي مقامي ڪلچر ڪيئن نہ تباهہ ٿيندو. هتي جي ٻولي، لهجن ۽ لفظن جو خاتمو ايندو. هتي جون ڪچهريون قائم ڪونہ رهنديون. سگهڙن جو سگهڙپايون، انهيءَ نام نهاد ترقي جي سٽ نہ سهي سگهنديون. هتان جا مقام قبرستان بہ محفوظ نہ رهي سگهندا. پر افسوس جو ترقي جي نام نهاد نالي تي مقامي آبادي کي دربدرۦ ثقافت کي تباهہ ڪيو ويو. رهي سهي ۽ آخري ڪسر هتي حُر مارشلا دوران بمباري ڪري، مقامي آبادي کي، مَڪي کان موڪلائڻ بنا ئي ٻاهر ڪڍي، هتي جو چوپائي

مال نڊڪو ڪري ۽ جهنگلي جيوت کي شڪارين جي ورچاڙهيو ويو. ڏينهون سڪڻ سان هتي جي ميجي بہ آهستي آهستي گهٽجندي وئي. ۽ پوءِ اهو وقت بہ آيو جڏهن سوين مڻ ميجي مرندڙ ڏينڊن ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ميجي جو داڻو مرڻ لڳو. ڪيترين ئي نندين وڏين ڏينهون تہ مَڪي جي ڏک ۾ اک جي پاڻي وانگر سڪي بہ ويون!

ان کان بہ اڳ جيڪڏهن مڪي جي تباهي ۽ بربادي جو ڪاٿو ڪرڻ لاءِ پيرو کڻبو تہ اهو وڃي هتي بچو بادشاهہ ۽ پيرو وزير پاران قائم ڪيل ٽولي تائين پهچندو. هي پهرين حُر تحريڪ وارو دور هو. ان وقت مڪيءَ ۾ واٽين ۽ سِڪن جي بہ وڏي آبادي هئي ۽ اهي ئي مختلف قسمن جا ڪاروبار ڪندا هئا. بچو بادشاهہ واري ٽولي پاران ماڻهن کي ايترو تہ ستايو ويو جو ماڻهن وڃي سندن خلاف حڪومت وٽ ۽ ان وقت جي پير صاحب پاڳاري وٽ دانهيو. جنهن تي پير صاحب بچو بادشاهہ واري ٽولي کي پيش ٿيڻ جو حڪم ڏنو ۽ انهن مان ڪجهہ سانگهڙ لڳ 'جهوڙي واري لئي' وٽ حڪومت سان مقابلي ۾ مارجي ويا ۽ بچو بادشاهہ پاڻ ڪجهہ عرصي بعد حڪومت وٽ پيش پيو. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اج انهن کي ڪي ڏُريون هيرو ڪري پيش ڪن ٿيون! جيڪڏهن اهي هيرو هئا تہ پوءِ مُريد هجڻ جي باوجود پير صاحب انهن جي مالڪي چو نہ ڪئي؟ ۽ انهن کي پيش ٿيڻ جو حڪم ڇو ڏنو؟ اهو هڪ بحث طلب مسئلو تہ ضرور آهي، پر پير صاحب پاران ڪين ڪارواين بند ڪرڻ جو چتاءُ ڏيڻ جو سنئون سڌو مطلب اهو ئي نڪري ٿو تہ پير صاحب سندن عملن سان متفق نہ هئا. ان باوجود جيڪڏهن اهي هيروز آهن تہ پوءِ گهڻو ڪجهہ سوچڻو پوندو. بهرحال اهو ئي وقت هو جڏهن مڪيءَ ۾ امن امان خراب ٿيو ۽ ماڻهن اُتان لڏڻ شروع ڪيو. ائين مڪي جي تباهي ۽ بربادي جي شروعات ٿي. جنهن جو سلسلو بعد ۾ چَڪن نهڻ تائين اچي پهتو. مڪيءَ جي انهيءَ پس منظر ۾ ۽ هڪ پاسي تي الڳ سان هڪ ڪتاب جي ضرورت بهرحال موجود آهي. ان ڪري مڪي جي تاريخ کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪ مڪي جي عام تاريخ ۽ جاگرافي ۽ ٻيو مڪي ۽ حُر تحريڪ. مڪي ۽ حُر تحريڪ جي حوالي سان ويجهي ماضي ۾ ڇپيل ۽ خاص ڪري سانگهڙ مان ڇپيل مختلف رسالن توڙي اخبارن ۽ ڪجهہ ڪتابن ۾ ڪافي ڪجهہ لکجي چڪو آهي. جڏهن تہ مڪي جو عام حصو گهٽ زيرِ بحث آيو آهي. ان ڪري هن ڪتاب ۾ حُر تحريڪ کي ڇڏي، باقي بچيل يا ڪنهن حد تائين اَڻ ڇهيل موضوعن تي قلم کڻڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

بهرحال اهو سڀ ڪجهہ ٿي چڪو جيڪو نہ ٿيڻ گهربو هو! پر ان جو هاڻ رڳو مثال بنجڻ جيترو مَڪي جو نالو ئي بچي سگهيو آهي ۽ جيڪا مَڪيءَ مقامي سطح تي نالي ماتر وڃي بچي آهي، ان جو نالو بہ چڻ تہ ختم ٿيڻ تي آهي. مَڪي جي انهيءَ نالي ماتر نالي کي بچائڻ، لاءِ هن جي شاندار ماضي کان ايندڙ نسلن کي آگاهہ ڪرڻ واسطي، هن کي ڪتاب ۾ سانڍڻ ۽ مَڪيءَ جو ماتم ڪرڻ لاءِ، 1997ع کان مختلف وقتن تي، مختلف حوالن سان ورتل جاڻ کي ميڙي چونڊي ڪتابي شڪل ڏني اٿم. ان ڪري مختلف مضمونن ۾ شايد ڪٿي ربط نظر نہ بہ اچي يا ٻولي ۾ فرق لڳي تہ ان جو سبب اهو ئي آهي، جو هي مضمون ويهارو کن سالن اندر مختلف موقعن تي لکيا ويا آهن. ڪيترو ڪامياب ويو آهيان، ان جو گهڻو فڪر ڪونهي، ڇو جو مَڪي جي شاندار ماضي کي بيان ڪرڻ لاءِ هي چند مضمون ۽ هڪ ڪتاب، پڪ سان ناڪافي آهي،

پر هن ڪتاب سبب مَڪيءَ جو نالو مستقبل ۾ سنڌ جي ٻين علائقن سان رڳو ڳڻجڻ ۾ به آيو ته محنت سجائي سمجهبي.

جيئن ته هن ڪتاب جي مواد کي گڏ ڪندي ويهارو کن سال گذري چڪا آهن, جنهن دوران مکي متعلق جن راوين کان ڄاڻ ورتي وئي هئي, پر هاڻ انهن جي اڪثريت راهه رباني وٺي چڪي آهي. ڪٿي ڪٿي راوين کان مختلف حوالن سان وڌيڪ ڄاڻ وٺڻ جي ضرورت به محسوس ٿئي ٿي, پر ڇا ڪجي جو هاڻ اهي پاڻ ئي نه رهيا آهن! پڙهندڙن کي حوالن جي ڪمي ضرور محسوس ٿيندي, پر جنهن موضوع تي اڳ ۾ ڪم نسبتاً گهٽ ٿيو هجي, اُتي مجبوراً راوين تي ئي ڀاڙڻو پوي ٿو.

هن ڪتاب جي شايع ٿيڻ جي به هڪ الڳ سان ۽ دلچسپ ڪهاڻي آهي! شايد اهو سپ ڪجهه ان ڪري ٿيو جو ڪلچر ڊپارٽمنٽ ۽ لينگئيج اٿارٽي پاران مختلف ڪتاب شايع ٿيڻ کان پوءِ خواهش هئي ته سنڌيالاجي مان به جيڪر ڪو ڪتاب شائع ٿئي! ان ڪري جيڪو ٿيو سو خوب ٿيو!! ۽ اها خواهش پوري ٿيڻ تي آئون سنڌيالاجي جي سربراهه محترم اسحاق سميجي صاحب جو تمام گهڻو ٿورائتو آهيان, جن جي مکيءَ سان ذاتي دلچسپي سبب نه صرف اهو ته ڪتاب ڇپجڻ ممڪن ٿيو بلڪ جلد به ڇپجيو.

هن ڪتاب جي مواد جي سلسلي ۾ آئون تمام گهڻو ٿورائتو آهيان بقار جي دوست اُستاد مولا بخش ملاح جو جنهن ڪافي حوالن سان گهربل مواد مهيا ڪري ڏيڻ ۾ تمام گهڻي مدد ڪئي. ان کان علاوه دوست اسلم ميمڻ جو به ٿورائتو آهيان, جنهن ڪتاب لاءِ مون بابت به لفظ لکيا.

ڪتاب ۾ رهيل ڪمين ڪوتاهين جي اصلاح لاءِ هميشه منتظر رهندس, ته جيئن جي مستقبل ۾ موقعو ملي ته, مکيءَ جي تاريخ کي وڌ کان وڌ صحيح ۽ بهتر ڪري سگهجي. ڪتاب ۾ شامل مواد رڳو تاريخ بيان ڪرڻ لاءِ ئي ڏنو ويو آهي, جيڪڏهن ڪنهن جي ڪا دل آزاري ٿئي ته ان لاءِ اڳواٽ معذرت.

ساهه سلامت, سات سلامت

**نواز ڪنير**

گهر نمبر A-9/121 شهنشاهه ڪالوني سانگهڙ

Email: nawaz_kumbhar@yahoo.com

Contact No 03332911599

تاريخ 23-09-2015

# ظاهري طرح رُکو ڏسڻ ۾ ايندڙ نواز ڪنڀر

علم، ادب، عقل، سمجهہ ۽ همٿ هر ماڻهو جي وس جي ڳالهہ نہ آهي. رب پاڪ دنيا ۾ چند ئي انسانن کي اهي سڀ شيون عطا ڪيون آهن. جن مان سانگهڙ ويجهو نواب اڪبر بگٽي جي والد کي حُر تحريڪ دوران انگريزن پاران مليل جاگير واري تاريخي ڳوٺ ڪوٽ نواب بگٽي ۾ محمد موسيٰ ڪنڀر جي گهر ۾ جنم ورتو. محمد موسيٰ ان تر جي ڪنڀر برادري جو پهريون پڙهيو لکيو ماڻهو هو. نواز ڪنڀر پرائمري ڪوٽ نواب بگٽي جي اسڪول مان مئٽرڪ هاءِ اسڪول سانگهڙ مان، انٽر بوائز ڊگري ڪاليج سانگهڙ مان ۽ پوءِ سنڌ يونورسٽي مان پرائيويٽ طور ايم اي اڪنامڪس ۽ ايم ايس سي رورل ڊولپمينٽ ۾ ڪئي. نواز ڪنڀر پهرين ڪهاڻي 'پتنگن پهہ ڪيو' 1980ع ۾ لکي، جڏهن هو مئٽرڪ ۾ پڙهندڙ هو. اها ڪهاڻي ٻارن جي رسالي گُل ڦل ۾ شايع ٿي. ان بعد ڊگهي خاموشي رهي، جنهن جو سبب سندس ذاتي ۽ گهريلو منجهيل مسئلا هئا. ظاهري طور رُکو ڏسڻ ۾ ايندڙ هي هڪ محبت پريو ماڻهو آهي. جڏهن ڪنهن بہ ساڻس ملاقات ڪئي هوندي ۽ سندس علم و ادب، سوچ سمجهہ ۽ لوڪ ڏاهپ ڏٺي ۽ محسوس ڪئي هوندي تہ انهن کي ڳل هوندي تہ هو اندر ۾ ڪيترو حساس آهي. هُن 1993ع ۾ بطور ليڪچرر جوائن ڪرڻ بعد، 1995ع کان باقاعده لکڻ شروع ڪيو ۽ 26 سالن جي انهيءَ عرصي ۾ لکيل سندس مواد ٽيهارو کن ڪتابن تي مشتمل آهن. سندس لکيل ڪتابن ۾ گهڻا ڪتاب تحقيق تي مشتمل آهن. لوڪ ڏاهپ جي حوالي سان سندس ڪتاب ظاهر ڪري ٿو تہ هن ڪيتري محنت ڪئي آهي. نواز ڪنڀر نہ صرف لکڻ پر سماجي ڪمن ۾ بہ اڳيرو نظر اچي ٿو. اڄ جي دؤر ۾ هر ماڻهو ڏيکاءُ خاطر ڪنهن جي مدد ڪري ٿو پر مون کي ذاتي طرح خبر آهي تہ هن ڪڏهن بہ ڪنهن جي مدد، ڏيکاءُ خاطر نہ ڪئي آهي. اهڙا ڪوڙ سارا مثال موجود آهن.

سڄي سنڌ سٺن پڙهيل لکيل ماڻهن سان ڀري پئي آهي، پر تحقيقي ڪم ڪندڙ نواز ڪنڀر جهڙا ماڻهو اوهان کي ورلي ملندا. سانگهڙ ضلعي ۾ تاريخي ماڳن جي حوالي سان جيڪا کوجنا نواز ڪئي آهي ۽ انهن کي ميڙتا ڏيارڻ لاءِ ڪوششون ڪيون آهن، اهو ڪم اڳ تاريخ ۾ ٿيندڙ نظر نہ ٿو اچي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جا پنڌ پيچرا ۽ ٽاڪ جيئن نواز ظاهر ڪيا، اهي ائين اڳ ظاهر تہ ڇا پر صفا لکيل هئا. اهڙي طرح هن نہ صرف ادب تي لکيو آهي، پر پکين، تاريخي اهم شخصيتن سميت لوڪ ڏاهپ، صابلي ٻهرام جمالي جهڙي لوڪ قصي، مقامي سڃاڻپ وارن هنڌن ۽ عام ڪردارن تي بہ قلم کنيو آهي. نواز ڪنڀر کي جيتري ميڙتا ملڻ گهرجي ايتري نہ ملي سگهي آهي. ان جا ٻيا ڪيترا ڪارڻ هوندا، پر هڪ ڪارڻ اهو بہ آهي تہ نواز جيترو ڪم ڪيو آهي، جيتري محنت ڪئي آهي، ان کي ڏيکاءُ لاءِ سامهون نہ آندو آهي. جنهن سبب سنڌ جي هن جاکوڙي انسان کي گهربل سڃاڻپ نہ ملي سگهي آهي. جنهن جي ڪيس ڪا گهٽي فڪر ۽ پرواهہ بہ ڪونهين. نواز ڪنڀر ڪوڙ سارين خوبين ۽ خامين جو مجسمو تہ آهي ئي، پر هي سفر جو تمام بهترين ساٿي بہ آهي. مون هن سان سڄو ملڪ گهميو آهي. گاڏين، جهازن، ريلن، بسن کان ويندي ترڪن تائين هن سان گڏ ڪيترائي سفر ڪيا آهن. هن جي

سيلاني ۽ ايڊوينچر پسند طبيعت جي ڪري ڪيترائي پنڌ ڪرڻا پيا، پر مون ڪڏهن به هن جي منهن ۾ گهنج نه ڏٺو ۽ نه ئي هن ڪڏهن چيو ته اڃ ڏاڍا خوار ٿيا آهيون. اهڙا ئي ماڻهو پنهنجي شهر ۽ وطن جي سڃاڻپ هوندا آهن.

نواز ڪنڀر پنهنجي ذات ۽ لکڻين بابت چوي ٿو ته: اها حقيقت آهي ته مون پنهنجي موجودگي جو احساس ڏيارڻ لاءِ لکيو ته ردِ عمل ۾ به لکيو آهي. ساڳئي وقت اهم شين ڏانهن واسطيدارن جو ڌيان ڇڪائڻ لاءِ به لکيو آهي. هو ٻڌائي ٿو ته مون ڪيترن ئي موضوعن تي لکيو آهي، پر ماحوليات تي لکڻ سان مون کي هڪ الڳ سڃاڻپ ملي آهي. اها حقيقت آهي ته هن جيڪو به لکيو دل سان ۽ باقاعده رسرچ ڪري لکيو، جنهن ڪري ماڻهن ان کي موٽ به دل سان ڏني آهي. ان حوالي سان نواز چوي ٿو ته، مون کي ماحوليات ۽ جهنگلي جيوت تي لکڻ سان جيڪا موٽ ملي آهي، ان جي توقع ئي نه هئي. ان موٽ جو هڪ سبب منهنجو ڪاوش جهڙي وڏي اخبار ۾ ڇپجڻ ڪري گهڻن ماڻهن تائين لکڻين جو پهچڻ به آهي. هن چيو ته اها بدقسمتي آهي ته جن شين تي جيتري تحقيق ٿيڻ کپندي هئي، اها نه ٿي آهي. جنهن سبب اهي شيون زمين، دلين ۽ ذهنن تان ميسارجڻ لڳيون آهن. جيئن تاريخي ماڳ مڪان وغيره. جن تي هڪ ته قبضا ٿي ويا آهن ۽ ٻيو ته ماڻهن دولت ۽ ديڳن جي لالچ ۾ انهن کي ڪوٽي نقصان پهچايو آهي. اهڙين تحقيق طلب ڳالهين ۾ لوڪ ڏاهپ به آهي. جيڪا اڄ تائين صحيح نموني ۽ مڪمل طرح رڪارڊ نه ٿي سگهي آهي. اُها لوڪ ڏاهپ سنڌ جي جهونن جي سينن ۾ دفن ٿيل آهي. ڪٿي ائين نه ٿئي ته انهن کي دفنائڻ سان گڏ اها لوڪ ڏاهپ به دفن ٿي وڃي. ان کي محفوظ ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي. جنهن لاءِ اسان وٽ باقي صرف 5 کان 10 سال وڃي بچيا آهن. ان بعد اها لوڪ ڏاهپ، زمين جي تختي تان اڻ لڀ ٿي ويندي ۽ پوءِ صرف ٻڌل ڳالهيون وڃي رهنديون.

سانگهڙ ڪاليج ۾ اڪنامڪس جو پروفيسر نواز ڪنڀر ذاتي زندگي جي حوالي سان ٻڌائي ٿو ته، آئون ذاتي زندگي ۾ ناڪام شخص آهيان. مون ڪڏهن به ڪنهن سان ناهي نڀايو. پوءِ به اهي منهنجا گهر ياتي هجن، خاندان ۽ دوست هجن يا ڪليگ هجن. شابس وري به انهن کي هجي ۽ انهن جي مهرباني آهي جو هو منهنجي هيڏي حال باوجود، منهنجي خامين کي درگذر ڪندي مونکي گڏ وٺيو هلن. نواز ڪنڀر چوي ٿو ته، آئون زندگي سادي گذاريندو آهيان. جيڪو ڪجهه رب پاڪ عطا ڪيو آهي، ان تي شڪر ڪندو آهيان، ڪڏهن به تڪبر ناهي ڪيو. سادو کائيندو آهيان ۽ سادو پهريندو آهيان.

پنهنجن لکيل ڪتابن بابت هو ٻڌائي ٿو ته، مون جڏهن لکڻ شروع ڪيو ته ان وقت ڪتاب لکڻ جو ذهن ناهڻ کان سواءِ ئي، اخبارن ۾ لکيو. پوءِ جڏهن مواد گهڻو ٿي ويو ۽ ان کي موضوع وائيز الڳ ڪري ترتيب ڏنم ته اهو ٽيهارو کن ڪتابن جو مواد ٿي ويو. جنهن مان 8 ڪتاب ڇپيل آهن، ٻه ڇپجي رهيا آهن. ڪجهه ڪتاب اڻ ڇپيل، پر مڪمل آهن ۽ ڪن تي ڪم ڪيان پيو. انهن ڪتابن ۾ ٻهريون ڪتاب انگريزي ۾ ماحوليات جي حوالي سان، ٽريڊيشنل ايڪالاجيڪل ناليج Traditional Ecological Knowledge آهي. جنهن ۾ آئون ڪو رائيٽر هئس. سندس ٻيو ڪتاب بارڙن لاءِ ٿرپارڪر ضلعي تي آبهوائي تبديلين جا اثر هو. هُن دادو ضلعي جو ماحولياتي جائزو نالي ڪتاب به لکيو. سنڌ ۾ ڪنهن به

ضلعي جو ماحولياتي جائزي جي حوالي سان اهو پهريون ڪتاب آهي. اهڙي طرح نواز جي لکيل ڪتابن ۾ 2010ع جي ٻوڏ جا مثبت اثر. ڀٽائي جا ڀنڊ ۽ پيچرا. تربيت جي حوالي سان لوڪ داستان صابل ۽ بهرام جمالي. سنڌ جي ماحولياتي لوڪ ڏاهپ، اچڙو ٿر، حر تحريڪ جي حوالي سان تاريخ جي تلاش، مکي جي حوالي سان ڪتاب مکي سون جي دکي، سانگهڙ ضلعي جي تاريخ، سانگهڙ ضلعي جون تاريخي شخصيتون ۽ اهم واقعا، سنڌ جون تاريخي شخصيتون، واقعا ۽ ماڳ مڪان، آفتون، ڀٽائي جا ڳايل پالتو پکي ۽ جانور، منفرد ماڻهو اشتياق انصاري، ٻارن/شاگردن لاءِ سوالن جوابن ۾ ۽ ٻيو ڪتاب آفتون ۽ احتياط ۽ ٻيا به کيترائي ڪتاب شامل آهن. هو چوي ٿو ته اسان جي نوجوانن ۾ لکڻ جو ٽيلنٽ موجود آهي، پر رهنمائي ۽ ڪتاب ڇپائيندڙ ادارن جي کوٽ ضرور محسوس ٿئي ٿي. هن چيو ته سنڌ جي سرزمين تي وک وک تي تاريخ ۽ لوڪ ڏاهپ ترڙي پکڙي پئي آهي. جنهن کي گڏ ڪرڻ جي ضرورت آهي. هو چوي ٿو ته، سنڌ ۾ 111 تعلقه آهن. هر تعلقي ۾ سنڌي ادب سنگت جي طرز جو ڪو تحقيقي سنگت هجڻ گهرجي، جنهن جا ميمبر دوست پنهنجي پنهنجي تعلقي جي لوڪ ڏاهپ ۽ تاريخ گڏ ڪن، ۽ جيترو جلد ٿي سگهي اهو ڪم مڪمل ڪري محفوظ ڪن ته تمام جلد الاهي مواد سهيڙي سگهجي ٿو. سنڌ حڪومت هر ضلعي ۾ جيڪي هيريٽيج ڪميٽيون جوڙيون آهن، اُهي به ڏرتي جو فرض سمجهي ڪم ڪن ته به، ڪافي ڪم ٿي سگهي ٿو.

سانگهڙ ضلعي جي هي منفرد شخصيت صرف لکڻ تائين محدود ناهي، ڪيس لکڻ سان گڏ ڳالهائڻ جو به فن اچي ٿو جنهن جو مظاهرو هو مقامي ايف ايم تي ڪندو رهندو آهي. لوڪ موسيقيءَ ۽ لوڪ فنڪارن سان چاهه رکندڙ هن انسان، اُستاد آغا ڪان موسيقي جا ابتدائي سبق به پڙهيا، پر پوءِ اهو سلسلو اڳتي وڌي نه سگهيو. پر پوءِ به هُن جيڪا سکيا ورتي، ان جي ڪري هو موسيقي ۾ سُني جاڻ رکي ٿو. ان کان علاوه هُن لوڪل سياست ۽ ڪرنٽ اشوز تي به وقتاً وقتاً مضمون لکي پاڻ مجرايو آهي. نواز ڪنير هن وقت سڄي سنڌ ۾ لوڪ ڏاهپ ۽ ماحولياتي ماهر طور سڃاتو وڃي ٿو. سندس اها جاکوڙ جاري رهي ۽ سندس تحقيق ٻين زبانن ۾ ترجمو ٿي، ته اهي ڏينهن پري ناهن جو هي نه صرف سنڌ ۽ ملڪ بلڪ سڄي دنيا ۾ ڄاتو سڃاتو ويندو.

**اسلم ميمڻ ، سانگهڙ**

# باب پهريون
## سنڌ جا جاگريافيائي خطا/علائقا ۽ مَڪيءَ

سنڌ کي مختلف طبعي ۽ جاگرافي علائقن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. انهن علائقن جا پنهنجا پنهنجا نالا ۽ الڳ سڃاڻپ موجود آهي. انهن علائقن ۾ ڪجهه علائقا هن ريت به آهن: اُتر، سرو، لاڙ، وچولو ٿر، اڇڙو ٿر، ڪوهستان ۽ ڪڇو وغيره انهن علائقن ۾ وري ڪجهه اهڙا به علائقا آهن جن جي پنهنجي هڪ منفرد سڃاڻپ رهي آهي. انهن ۾ مکي به هڪ آهي. جيڪو هڪ ئي وقت وچولي ۽ اُتر جي وچ ۾ هجڻ سان گڏ اڇڙي ٿر جي ريگستان ۽ ناري پٽ جي ڪنڌي سان هجڻ ڪري پنهنجي نوعيت جو هڪ بلڪل ئي منفرد علائقو رهيو آهي. پر افسوس جو ان علائقي جي اها الڳ سڃاڻپ گهٽنجندي گهٽجندي هاڻ بلڪل ختم ٿيڻ تي اچي پهتي آهي!

### مکيءَ جو تعارف

سانگهڙ شهر تي سانگهڙ نالو پوڻ واري بحث ۾، شهر تي نالي پوڻ جا جيڪي مختلف سبب ٻڌايا وڃن ٿا، انهن ۾ هڪ مَکي ڍنڍ مان نڪرندڙ 'سانگ واهه' به آهي. جيتوڻيڪ سانگ واهه واري دليل تي به بحث آهي، پر تنهن هوندي به هڪ دليل بهرحال اها به آهي. انهيءَ دليل ۾ ٻي ڪا ڳالهه نه به هجي ته به، سانگهڙ جي اوائلي دور ۾ جيڪو سانگهڙ وارو ڳوٺ ٻڌو ويو اهو انهيءَ سانگ واهه جي ڪنڌي تي ضرور هو. انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ناهي ۽ ان جا آثار اڄ به ملن ٿا. جنهن جو پيرو کڻڻ، مَکيءَ جي تاريخ جي متلاشين لاءِ ضرور دلچسپ ٿيندو.

مَکي ڍنڍ، جيڪا نه صرف سنڌ جي ڍنڍن ۾اهم حيثيت رکندڙ هئي، بلڪه مٿي ريگستان/اڇڙو ٿر، وچ ۾ نارو ۽ هيٺ جهنگ/ ٻيلي ۽ ميداني علائقو هجڻ ڪري، سڄي دنيا ۾ هڪ منفرد حيثيت جي حامل به هئي. پر هاڻ هي علائقو ماحول دوست ڌرين لاءِ، هڪ عبرتناڪ مثال بڻجي چڪي آهي! جنهن جي منفرد حيثيت کي تسليم ڪندي، ماحول جي بچاءَ لاءِ ٿيندڙ هڪ تاريخي معاهدي رامسر (ايران) ۾ دنيا جي جن جڳهن کي شامل ڪيو ويو مَکيءَ جو بچيل اجوڪو 'چوٽياري ڊيم' وارو علائقو ان معاهدي تحت ئي جاءِ والاري ٿو. سو دنيا ته انهيءَ علائقي جي اهميت کي تسليم ڪندي، ان کي بچائڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهي آهي، پر اها اهم ڍنڍ ۽ علائقو پاڻي سڪڻ بعد پيدا ٿيل ٻيلو انگريز حڪومت کان وٺي موجوده حڪومتون 'وڏن' ۾ ورهائي، زرعي زمين طور آباد ڪرائي چڪيون آهن.

مَکي ڍنڍ جيڪا گهٽي ياڳي ناري جي الهندي ۽ ساڄي پاسي هئي، پر ناري جي اڀرندي پاسي وارين ديهن، مَکيءَ ۽ ٻقار جو ڪجهه حصو به مَکي ۾ شامل هو. اُلهندي پاسي مَکيءَ جون حدون، گجري کان اتر اوڊ واري رستي تائين، اتان اتر الهندي منگلي، 3 ۽ 4 چڪ، الهندي ۾ پنج، ڇهه ۽ ست چڪ ۽ ڏکڻ ۾ سانگهڙ کان مٿان اتر ۾ موجوده سم نالي جي پر ۾، 'جلب پير' واري پاسي، پوليس چيڪ پوسٽ وارو هنڌ، هيٺ مياڻ کان مٿان وارو بند، مکيءَ جا دنگ هئا.

مَکي کي پريندڙ سانگ واهن ۾ سر اتر کان ايندڙ بگهاڙي واهه، ان کان الهندي وهندڙ موڙي يا منگلي سانگ، جنهن کي هيرڻ واهه به سڏيندا هئا، ان جي اولهه ۾ وهندڙ ملاحن جو سانگ ۽ الهندي ۾ گرڪٽو

سانگ شامل هئا. پڪسري موري وٽان وهندڙ چندڻ واهہ بہ مَڪي کي پاڻي فراهم ڪندو هو. جڏهن تہ مَڪي ڏنڍ مان وري ڪيترائي سانگ، پاڻي ٻاهر بہ ڪيندا هئا. جن ۾ موجوده سانگھڙ شهر جي ايم اي جناح روڊ واري جاءِ تان وهندڙ هڪ سانگ، مَڪيءَ جي ڏکڻ ۾ وهندڙ سانگھڙ وارو سانگ، جنهن کي سانگ واهہ سڏبو هو، ان جي الهندي ۾ راج واهہ بہ وهندا هئا.

سانگ واهہ، جنهن تي سانگھڙ جو اوائلي ڳوٺ آباد هو. اهو هندن واري مَسڻ ڪان (شهر کان اتر) اتر الهندي کان نڪرندو هو، سانگھڙ شهر جي موجوده مني کوهي واري پاڙي جي الهندي پاسي واري دنگ يا پاڙ ۾، جميل ڪالوني جي اڀرندي پاسي جي دنگ تان وهندو، گرلس هاءِ اسڪول سانگھڙ واري جاءِ تان مٿيندو بچو بادشاهہ چوڪ کان ٿيندو، واپڊا آفيس کان هلندو، پوليس لائين کان الهندي ۾ هڪ ڍنڍ ناهيندو هو(اهو علائقو اڳي گھلپور سڏبو هو) ديهہ چاماري ۾، شهر کان ڏکڻ اڳتي ڪراس ڪندڙ هڪ ٻئي اڳوٽي وڏي واهہ، خيري واهہ ۾ وڃي ڪرندو هو.

## مَڪي جو وجود ۾ اچڻ ۽ ان جون حدون

جيئن قديم دور کان وٺي جديد دور تائين، انسان جي اهم ضرورت پاڻي رهيو آهي. ان لحاظ کان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ، جڏهن کان سنڌو جا ڦاٽ هاڪڙو ۽ نارو وهڻ شروع ٿيا، ان دور کان هتي ماڻهو آباد ٿيڻ شروع ٿيا هوندا. اهڙي طرح سانگھڙ ضلعي جي سرزمين کي ڏهہ هزار سال کان چار هزار سال تائين، ٽن وڏن درياهن جي سنگم هجڻ جو اعزاز نصيب ٿيو. سانگھڙ ضلعي جي مختلف علائقن يا جاگرافيائي حصن: ميداني، اڇڙي ٽر، مختلف ٻيلن ۽ ڍنڍن وانگر، ان ۾ هڪ علائقو مَڪي بہ هو/آهي.

مَڪي بابت اڳوڻو رڪاڊ انگريز دور جو ئي ملي ٿو. جن مَڪي کي هڪ قدرتي ڍنڍ لکيو آهي. اي ايچ آٽيڪن مَڪي کي قدرتي ڍنڍ لکندي لکي ٿو تہ، هي علائقو اهڙن پورن وارو علائقو آهي، جنهن کي پاڻي اندران کان ملي ٿو (زيرِ زمين). ان حساب سان اهو چوڻ غلط نہ ٿيندو تہ مَڪي ان وقت وجود ۾ آئي، جڏهن سنڌو درياهہ جي ڪنهن ڇاڙيا وهڪري هن پاسي منهن ڪيو. وڌيڪ امڪان اهوئي آهي تہ اهو وهڪرو هاڪڙي/ناري درياءَ جو ئي هو. انگريزن جي ئي تحقيق يا چوڻ مطابق مَڪي، هڪ قدرتي ڍنڍ هئي. ان مان اهو بہ صاف لڳي ٿو تہ ان کي شروع شروع ۾ ڪنهن بہ طرح سان ڪنهن بہ واهہ وغيره جو پاڻي، سڌي ريت ملڻ بجاءِ، زيرِ زمين سم جي ڪري ملندو هو. جيئن اڄ بہ ڪپري ۽ اڇڙي ٽر واري پاسي ڪيتريون ئي اهڙيون ڍنڍون آهن، جن کي بظاهر ڪٿان بہ پاڻي نٿو ملي، پر اهي آباد آهن. ڪجهہ اهڙيون بہ آهن، جيڪي چوٽياري ڊيم (رزوائر) ڀرجڻ وقت پاڻهين ڀرجيو وڃن ۽ ڊيم ۾ پاڻي گهٽجڻ  وقت انهن جو پاڻي بہ لهيو وڃي، حالانڪ اهي ڊيم کان ڪيترائي ڪلوميٽر پري آهن. ياد ٿو اچي تہ چوٽياري ڊيم ٺهڻ کان پوءِ، پهريون ڀيرو جڏهن ان ۾ پاڻي ڇڏيو ويو تہ ان پاڻي آئوٽ ليٽ تي پهچڻ ۾، انجنيئرن جي سمجهہ ۽ اندازي کان وڌيڪ وقت ورتو تہ انجنيئر ڏاڍا پريشان ٿيا. ڪين دير سان احساس ٿيو تہ جڏهن ڊيم وارين ڍنڍن سان سڌي يا اڻ سڌي طرح لاڳاپيل ڍنڍون ڀربيون، ڊيم ان کان پوءِ وڃي ڀربو ۽ پوءِ ٿيو بہ ائين ئي. سو خود مَڪي پاڻ بہ اهڙي ئي طرح ناري يا ٻئي ڪنهن درياهہ مان پاڻي ڪڍندي رهي آهي. جيڪو سانوٽي ۾ درياهہ جي وهڪري ۾ واڌ بعد وڌيو ٿي ۽ ڪڏهن وري گهٽيو بہ ٿي! اهڙي طرح ڍنڍ وجود ۾ اچڻ بعد ۽ ان جو پاڻي اجان بہ وڌڻ ۽ گهٽجڻ بعد، لٿل پاڻي واري جاءِ تي وڻڪاري وڌڻ بعد ٻيلو وجود ۾ آيو، جنهن مَڪي جي مخصوص

ماحول ۾ ڪلچر کي جنم ڏنو. هنئن بہ انساني آبادين جي ابتدا درياهن، ڍورن ۽ ڍنڍن جي پرپاسي ۾ ڪنارن سان ئي ٿيل چئي وڃي ٿي، پر مَڪي ۾ ڍنڍ سان گڏ جڏهن گهاٽو ٻيلو بہ پيدا ٿي پيو تہ انهيءَ مخصوص ماحول جي ڪري مَڪي ٻين انساني وسندين کان ڪجهہ مختلف ۽ منفرد ٿي بيٺي. جنهن ۾ نہ صرف انسانن جي جيئڻ جو ججهو سامان هو بلڪہ اها چوپائي مال، جهنگلي جانورن، پکين، گاهہ ٻوٽن ۽ وڻن جي واڌ ويجهہ جو وڏو مسڪن بڻجي سامهون آئي. اهو سلسلو انگريزن پاران سنڌ تي قبضو ڪرڻ ۽ نهري نظام ڏانهن ڌيان ڏيندي، منڍ جمڙائو ڪوٺڻ تائين جاري رهيو. جنهن بعد مَڪي جو وجود آهستي آهستي مِتجڻ لڳو ۽ اڄ رڳو مَڪي جو نالو وڃي بچيو آهي يا پوءِ مَڪي جي اوج جا قصا ۽ ڪهاڻيون ئي وڃي بچيا آهن. جيڪي بہ رڳو جهونن جي سينن تائين محدود آهن. جهونن جي جهان ڇڏڻ بعد لڳي ائين ٿو تہ مَڪي جي اها سچي تاريخ بہ ڪٿي ساڻن گڏ دفن نہ ٿي وڃي!

خود سنڌو درياهہ ڪيترو پراڻو آهي، ان جو اندازو تہ ماهر ئي لڳائيندا، پر ان جي قدامت جو گواهہ دنيا جو قديم ڪتاب 'رگ ويد' بہ ضرور آهي، جيڪو سنڌو ڪناري لکيو ويو ۽ جنهن ۾ سنڌو جي ساراهہ ۽ ذڪر ڪيل آهي. دلچسپ ڳالهہ اها آهي تہ جڏهن مسلمان سياح ابن حرقل 943ع بمطابق 331 هجري دنيا گهمندي سنڌ ۾ آيو تہ هي پهريون سياح ۽ جاگرافي دان هو جنهن سنڌ جو نقشو تيار ڪيو جنهن ۾ درياهن جي وهڪرن ۽ قديم شهرن کي بہ ظاهر ڪيائين.

بقول پاڻي ۽ ڌرتي جي علم جي جڳ مشهور ماهر ايم ايچ پنهور صاحب جي تہ، "سنڌ درياهہ جو موجوده وهڪرو 236 سال اڳ 59_1785ع ۾ وجود ۾ آيو. جنهن پنهنجي اصلي وهڪري کان فقط چند ميل ساڄي ڪاهي، پاسي بدليو آهي. برطانيہ سرڪار تہ 1869ع ۾ درياهہ جي ٻنهي ڪنارن کان 8 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي بند ٻڌا، پر سنڌ جي واهن جو نظام پهرين پيرو ڪلهوڙا دور ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي وڌو. جنهن سنڌو جي ساڄي توڙي کاٻي ڪناري تي، واهن ذريعي آبپاشي ۽ زراعت کي فروغ ڏنو. هن 1719ع کان وٺي سنڌ جي اترين علائقن ۾ واهہ کوٽائڻ شروع ڪيا. گهاڙ واهہ جون ٽي مَکيہ شاخون ميان نور محمد ڪلهوڙي جي محنتن ۽ توجہ سبب وجود ۾ آيون. اتر سنڌ ۾ بيگار واهہ جي مُکيہ شاخ 'نور واهہ' بہ ڪلهوڙن جي دور ۾ کوٽايون ويون. نوشهري ڊويزن ۾ 'نصرت واهہ' ۽ ميان نور محمد جي وقت ۾ نصرت خان چانديو کوٽايو هو پر واهن جي نظام کي انگريزن وڌيڪ سڌاريو. انگريزن زراعت جي واڌاري لاءِ پراڻي ڦٽل واهن ۽ وهڪرن جي کوٽائي ڪئي ۽ انهن کي بهتر بڻائڻ سان گڏوگڏ نئوان واهہ بہ کوٽايا، جن ۾ سانگهڙ ضلعي ۾ وهنڊڙ واهہ بہ شامل آهن.

انگريز پاران سانگهڙ جي واهن مان سانوڻي ۾ درياهہ ۾ چاڙهہ دوران پنج مهينا وهنڊڙ، ايسٽرن نارا ڪئنال 1859ع کان ناهڻ شروع ڪيو ويو جيڪو 1899 ۾ ٺهي مڪمل ٿيو. هي ريگيوليٽر وسيلي، مَڪي ڍنڍ مان پاڻي ڏيندو هو. جتي آبڪلاٽي جي موسم ۾ پاڻي گڏ ڪيو ويندو هو. هيرڻ ڪئنال، ايڪس مَڪيءَ ڍنڍ 1860ع ۾ ٺهيو. اي ايچ ايٽڪين گزيٽير ۾ لکي ٿو تہ هيرڻ واهہ 1860 ۾ ٺهي راس ٿيو جيڪو مَڪيءَ ڍنڍ سان لاڳاپيل فطرتي هيٺائين علائقي ۾ نهيل 'هيرڻ ترائي' مان نڪري ٿو. اٽڪل ٽي ميل ڊگهو هي واهہ ڊسمبر ۾ وهڻ بند ٿي وڃي ٿو. جيڪو جلب بند وچان لنگهڻ کان پوءِ، جتي مٽس لوهي چاٻ وسيلي

ماپ طور رکيو ويجي ٿو ۽ نجي ڪڙئين ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. ٿر ڪئنال 1864ع ۾ شروع ٿيو 1900ع ۾ مڪمل ٿيو. ڪپرو واهه 1861ع ۾ شروع ٿيو. جيڪي سڌي اڻ سڌي طرح مَڪي کي پاڻي ڏيندا هئا ۽ سيراب ڪندا هئا. هوئنءَ مَڪيءَ جو وجود ته هن علائقي مان گذرندڙ ۽ ان جي سِمَ جي پاڻي پهچڻ جيترو ئي پراڻو آهي، پر مَڪيءَ جو سڀ کان پهريون ڪجهه قدر تفصيلي ذڪر مسٽر جيمس ايچ ايم آئي سي اي ڪمشنر سنڌ 1896ع ۾ سرڪاري خط ۾ هن ريت ڪيو آهي، "ٿرپارڪر جي اترئين تعلقي سانگهڙ ۾ مَڪي ڍنڍ آهي. ڍنڍ هڪ وڏي هينائين تي مشتمل آهي، جيڪا پکيڙ ۾ ڏهه کان ٻارهن ميل آهي (اهو ايريا هاڻ وڏي ويو آهي). منڙائو ٿر ۽ ٻين واهن ڏي ويندي، جيڪو پاڻي اپرندي ناري مان خارج ٿئي ٿو اهو آبڪلاڻي جي موسم ۾ وڏو تلاءُ ٺڄي ويندو آهي. جنهن جي ڪري لئي، گدامڙي جي سدا ساون وڻن کان علاوه ٻير، ڪانا، گاهه ۽ ساوڪ هر طرف نظر ايندي آهي. پاڻي جي لهڻ کان پوءِ وڏي مال جي ڌڻ لاءِ گهاٽو جهنگل ۽ وڏو گاهه ظاهر ٿئي ٿو. نارا جي سيلاب جي وهڪري لاءِ اٽڪل ڏهه ميل علائقو خالي ڇڏيو ويو آهي. ڍنڍ کان ڏکڻ ڏهه کان پندرهن ميلن تي ڪيترائي هنڌ اگرچه ڪجهه آبادي لائق گهاٽي جهنگ سان ڍڪيل آهن. اوپر ۾ جوڌرپور تائين پکڙيل بيابان، اتر ۾ خيرپور رياست ۽ اوپر ۾ ٿر ۽ پارڪر ضلعي جو سانگهڙ تعلقو ( ان وقت سانگهڙ ٿرپارڪر ضلعي ۾ شامل هو) سڪرنڊ، شهدادپور ۽ تعلقي حيدرآباد جون سرحدون لڳن ٿيون. سانگهڙ تعلقو پهرين ايراضي آهي، جنهن کي آبپاشي سرشتي موجب منڙائو واهه مان پاڻي ملي ٿو. ڪجهه سال اڳي اهو بيابان، خانه بدوش ڌنارن سان آباد هو. اهي برسات پوڻ تي ايڪڙ ٻيڪڙ آبادي ڪندا هئا. هاڻ اهي ماڻهو زراعت تي آباد ٿي ويا آهن ۽ چڱي نموني زمين جا مالڪ آهن. اڃا ڪيترائي مال چاريندڙ به آهن. جيڪي ناري جي ڪناري ۽ مَڪي ڍنڍ جي پيٽ ۾ وچ وارن ٻيٽن تي سٺي چاري لاءِ پنهنجا ڌڻ ڪاهي ويندا آهن . هتي جا رهاڪو حرن جي حيثيت سان سڃاتا وڃن ٿا". اهي ته هئا مَڪيءَ بابت هڪ انگريز اعلي عملدار جا لفظ جن جي آخر ۾ هو مَڪيءَ جي ماضي کان پنهنجي بي خبري سبب يا رڳو پنهنجي انگريز دور ۾ ڏنل مَڪيءَ جي سيني ماڻهن کي حرن جي حوالي سان سڃاڻي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته ان وقت مَڪيءَ، جيڪا حر تحريڪ سبب گهٽو ڪري پڳلن (حرن) جو آماجگاهه ۽ لڪڻ جو هنڌ هئي، سا انگريزن کي حرن جي حوالي سان ئي ڏسڻ ۾ آئي هجي، پر حر تحريڪ کان اڳ هتي واٽين ۽ سکن جي به وڏي آبادي هئي ۽ سندن مَڪيءَ ۾ ڳوٺ ۽ شهر به هئا، جن جو ثبوت ڪِجهو (ورڪشاب جو اڳوڻو نالو) سماٽري ۽ منڙائو جهڙا شهر ۽ ڳوٺ آهن. ان کان علاوه هتي حرن کان علاوه (جيڪي پير صاحب پاڳاري جا مريد آهن). ٻين پيرن جا مريد، خاص ڪري هالا جي مخدوم صاحبن جا مريد به رهندا هئا، جن ۾ منگواڻا ۽ اُنڙ خاص طور تي قابل ذڪر آهن. ان کان علاوه صابل ۽ ٻهرام جمالي جي حوالي سان مشهور نڙ بيت واري داستان وارا جمالي وري مخدوم صاحبن ۽ ٽنڊو الهيار واري پاسي ڪڏي وارن سيدن جا مريد هئا/آهن. ان مان واضح آهي ته مَڪي رڳو حرن جو مرڪز يا علائقو نه هو. اتي ٻيا ماڻهو به هڪ ٻئي سان ڏاڍي پيار ۽ محبت سان رهيا پئي، جن جي محبتن جو گلو حر تحريڪ دوران ڪپيو ويو.

موجوده دور ۾ مَڪي جي ايراضي يا علائقي جو اندازو، انهن ٽنهي بچاءُ بندن جي رهجي ويل باقي نشانن ذريعي يا پوءِ مَڪيءَ واري پاسي مختلف ديهن جي نقشن ۽ ڏنل بندن جي نشانن ذريعي ڪري سگهجي ٿو.

مکي وارو علائقو چوٽياري کان سانگهڙ، سنجهورو، راوتياڻي، کڏڙو ۽ جمڙاو واهه جي اوپر واري علائقي کي طور تي مَکي سڏجي ٿو. هن وقت انهيءَ علائقي ۾ مرڪز ناري جي ڪاہي پاسي، چوٽياري کان منڍ جمڙائو تائين وارو علائقو آهي. هن علائقي ۾ ڪجهه زرعي زمين آباد بہ ڪئي ويندي آهي، پر گهڻائي چراگاهن جي هئي/آهي. وچ ۾ واريءَ جا دڙا، چوڌاري ڍنڍون ڪٿي نڙ، پن، ڊپ، ڪٿي گهاٽو جهنگ هوندا هئا ۽ واريءَ جي دڙن تي مالوندن جا ڳوٺ آباد هوندا هئا. جيڪڏهن ڪلوميٽرن جي حساب سان ڏسجي تہ مَکي جون حدون اتر ڏکڻ ۾ سانگهڙ کان منڍ جمڙائو تائين 50 ڪن ڪلوميٽر ۽ اوپر اولهه ۾ چوٽياري کان سانگهڙ 25 ڪلوميٽر ۽ اتان راوتياڻي 10 تي آهي، جيڪا دم واهه جي ڪناري/ڪپ تي آهي.

## اولهہ ۾ مَکي جون حدون

ناري جي اولهہ ۾ مکي جي حد راهہ واري جا بنگلا، (17 ميل موري کان، جمڙائو جي موري کان اتر الهندي) منڍ جمڙائو کان وٺي کڏڙي کان اورتي، جتي بچاءُ بند جا نشان آهن، 17 ميل کان اتر تائين بہ مکي چئي وڃي ٿي. راهہ واري کان ڏکڻ 12 ميل جي موري کان دم ٿو نکري ٿو انهيءَ جي پرسان مکيءَ جو بند ڪٿي اتر ۽ ڪٿي ڏکڻ ۾ هلي ٿو جيڪو اڄ بہ مَکي جو بند سڏبو آهي. هي بند سڌو ڪونہ هو. زمين جي ساخت جي ڪري، اهو بند ڪٿي هيٺ ڪٿي مٿي ۽ ڪٿي زگ زيگ نموني (ورن وڪڙن سان) ٺهيل هو. هن بند جو ڏکڻ ۾ يارنهن چڪ جي مسڻ جي مٿان بند دنگ هو. اولهہ ڏکڻ جي ڪنڊ ۾ کڏڙي کان اتران، موجوده منا خان جوٽيجي وارن جي ڳوٺ ۽ کڏڙي کان بہ ٽي ڪلوميٽر اتر ۾ دنگ هوندو هو.

راهہ واري جا بنگلا، 22 چڪ کان ڏکڻ جتي هينئر دم آهي، پوءِ ڪبڙ چاڪراڻي، پوءِ راوتياڻي کان اتر ڪلوميٽر ڪن، اُتان 11 چڪ کان مٿي ڏکڻ ڪلوميٽر ڪن، پوءِ سانگهڙ کان اتر مسڻ وڏي کان مٿي دنگ هئس. اُتان کان وري هيڊ جمڙائو وارو رستو جتي پوليس چوڪي آهي، اتان جلب وارو مقام، پوءِ يوسف جي مياڻ، پادري جي ڳوٺ جي وچان جتان هينئر شاخ وهي ٿي، اتان منڙائو باکوڙو اتان پڳ وارو ڳوٺ، اتان جانب ڍورو، پوءِ بقار کان مٿي ناري کان ڏکڻ ڊاڪٽر ڏهر واري زمين جي مٿان، بقار ويندڙ رستي وٽان، چوٽيارين لڳ ناري سان بند جي حد لڳي ٿي ۽ اتان مَکي ختم ٿي.

## اوپرِ اتر ۾ مَکي جون حدون

جڏهن تہ اُتر ۽ اوپر ۾ مکي جون حدون سمجهڻ لاءِ ائين بہ چئي سگهجي ٿو تہ رانتي کان اندر مَکي ۽ ٻاهر ٿر آهي. رانتي کان اُيرندي ڦاٽل وارو دڙو، اتان اڀرندي گهاٽيون ڍوريون مکي جو دنگ آهي، جتان اڀرندي ڊُبي (لوهرن/ابو پوٽن وارو ڳوٺ) کان ڪلوميٽر ڪن اندر، بادار ڍنڍ، اوڪر واري ڍنڍ پوءِ پڌريو اُتان مائي مت (اولياءَ) ۽ لال مڱريو، پوءِ پنيهل کان اڀرندي سون واهہ وٽ مکي جو دنگ آهي.

ان کان علاوه بقار ڍنڍ، سيري، واڊڪي، پڪسري کان حسن هنڱورو، علي خان جمالي، اتان نظاماڻين جا ڳوٺ، اُهي سڀئي اڳي مَکي ڍنڍ ۾ شامل هئا، جيڪي آجو چنبڙ جي ڪري ٺهيا هئا. ناري کان اورين پَر پادري ڳوٺ بہ مَکي ۾ شامل هو.

**آجي جي چنبڙ:** آجي جي چنبڙ ناري جي اُيرندي/ ڪاہي پاس آهي، جيڪا 1947ع کان پوءِ ناهي وئي جو اورين ساڄو پاسو فوجي الاٽمينٽ بعد ۾ آباد ٿيڻ کان پوءِ هن پاسي جي اڳوٽي چنبڙ کي بند ڪيو ويو. اها چنبڙ هرٽي پٽ کان بہ فرلانگ کن ناري جي ڏکڻ ۽ اوپر ۾ بند پرسان هئي. پوءِ جڏهن آجو چنبڙ ڪيڍي وئي تہ عملدارن کي انهي هنڌ جو

مشهورو هو ته جمالي ويٺل آجو دڙو ڏنو هو. اها چنبڻ آجي دڙي کان ٻه فرلانگ اُتر طرف هئي. آجو خاصخيلي يا ڳيو هجڻ جي ڪري چنبڻ جو نالو آجو چنبڻ پيو. پر شروع ۾ هن کي هوت واري چنبڻ به سڏيندا هئا.

## ديهه مکي ۽ اصلي مَکي:

انگريزن نه صرف مَکي کي بچاءُ بند ڏيئي سوڙهو ڪيو (انهيءَ بند جي ياد ۾ ان جي افاديت سانگهڙ جي ماڻهن کي 2011ع واري ٻوڏ ڏاڍي شدت سان ڏياري وئي) ۽ ٻاهريان ماڻهو ۽ سابقه فوجي آڻي، ان جي اصلي حالت کي بدلاءِ ڇڏيو بلڪه مَکيءَ جي نالي سان هڪ ديهه قائم ڪري، ان کي صفا محدود به ڪري ڇڏيو. هن وقت ايئن کڻي سمجهجي ته مَکيون به آهن. هڪ 'ديهه مَکي' ۽ ٻئي 'مَکي ايريا'. مَکي ايريا بابت ته اڳ ۾ تفصيلي ذڪري ڪري آيا آهيون، هتي ڪجهه ذڪر ديهه مکي جو ڪندو هلجي.

ديهه مَکي هن وقت تعلقي سانگهڙ جي يونين ڪائونسل مياڻ جي مَکي ايريا واري علائقي ۾ واقع آهي. ديهه مَکي جي ڏکڻ ۾ ديهه گهارو اتر ۾ ديهه اڪن واري، اوڀر ۾ ٻقار ۽ ڦتو ڊورو اولهه ۾ ديهه ڪونڏو ۽ ڪڏواري لڳن ٿيون. ديهه مَکي جي ايراضي تقريباً ٽي/ چار هزار ايڪڙ آهي. ديهه مَکي جو ڪجهه اتريون ۽ ايرندو حصو (تقريباً ٽئين حصي برابر) چوٽياري ديم ۾ به اچي چڪو آهي. ديهه مَکي ۾ هن وقت رهندڙ ذاتين ۾ هنڱورا، وساڻ، جمالي، عمراڻي، ميربحر ۽ گجر پنجابي شامل آهن. جڏهن ته اصل مَکي ۾ ٿاهيل ٽپن ۾، ٽپو جکرائو سماٽري، منڙائو، ڪڏواري ۽ ڪونڏو شامل آهن. ديهه مَکي ڏانهن وڃڻ لاءِ مَکيه رستو سانگهڙ چوٽيارون روڊ تي باکوڙو کان چئن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي، کپري واهه کان اتر هيٺ، مگسي بگٽي ڳوٺ وچان، ڪچي رستي کان 'جاني هنڱوري' ڳوٺ ڏانهن ويندڙ موڙ کان اتر ۾ آهي، جتان ديهه مَکي ۽ ڏکڻ ۾ ديهه گهارو شروع ٿين ٿيون. ائين کڻي سمجهجي ته کپري واهه کان اتر هيٺ لهي، ايشين بئنڪ پاران ٺاهيل روڊ کان جاني هنڱوري واري موڙ کان ديهه مَکي شروع ٿئي ٿي. جڏهن ته ديهه مَکي ڏانهن ٻيا رستا منڊ جمڙائو روڊ کان ڳوٺ ڪرنل سرور، ڳوٺ لائق جمالي ۽ اوڏ واري پاسي کان به وڃن ٿا.

انگريزن توڙي بعد ۾ ڪرايل پاڪستان حڪومتن مَکي ۾ ٺاهيل چڪن کي آباد ڪرڻ لاءِ ته گهڻو ڪجهه ڪيو پر اصل مَکي کي مڪمل طور تي وساري ڇڏيو. جنهن ۾ ڪجهه قصور اسان جي مقامي سياسي قيادت ۽ مَکي جي ماڻهن جي سادگي ۽ تعليم کان دوري جو به آهي. جنهن ڪري جديد دؤر جي شعور ۽ تقاضائن کان وانجهيل هجڻ ڪري، جديد دؤر جي تقاضائن واري ترقي نه ڪري سگهيا. باقي پر امن ماڻهن جون نندڙون ڦڻائڻ، توڙي موٽر سائيڪل تي هلندڙن کي پيادو ڪرڻ ۾، هتي جي ڪن ذاتين جي ماڻهن به، سانگهڙ جي ڪجهه ٻين ڄاتل سڃاتل ذاتين جي ماڻهن وانگر، وسان ڪونه گهٽايو آهي! هو شايد انهيءَ ڏاڍ مڙسي کي ئي ترقي سمجهن ٿا! ڳالهه آهي سمجهه ۽ سوچ جي فرق جي!!

## مَکي جون ختم ٿي ويل ديهون:

اڳي مکيءَ ۾ ڪيتريون ئي ديهون هونديون هيون، جيڪي وقت سان گڏ هاڻ وجود ۾ نالا وڃائي ويٺيون آهن. جن مان ڪجهه ديهون هي آهن: ديهه ٻاڙي، ديهه گهمسان، ديهه جادو، ديهه هيرڻ، ديهه ڪڏهر، جيڪا هاڻي ڪڏواري جي نالي سان آهي.

## مَڪيءَ تي ’مَڪي‘ نالو پوڻ جا سبب:

مَڪيءَ تي ’مَڪي‘ نالي پوڻ جي حوالي سان اڪثر چيو ويجي ٿو ته ان علائقي ۾ ڏنڊيون ۽ وڏو ٻيلو هو. هر طرح جا گاهه، ٻوٽا ۽ وڻ هوندا هئا. ان ڪري، انهيءَ علائقي ۾ ’ماڪي‘ به جام هوندي هئي. هڪ هڪ وڻ ۾ ڪيتريون ئي، تمام وڏن مانارن سان ’ماڪيون‘ ويٺل هونديون هيون. هڪڙي هڪڙي ماڪي ۽ سيرن جي حساب سان ماڪي نڪرندي هئي. اها ماڪي ننڍي مَک واري ماڪي هئي. موجوده دور ۾ وڏن مکن واري ماڪي ڪونه هئي، جنهن لاءِ چئجي ٿو ته اها پنجاب مان آئي آهي. هن علائقي ۾ ماڪي ايتري ته گهڻي هوندي هئي، جو ماڻهو ماڪي جا مَٽ ڀري رکندا هئا. هن علائقي جي سجاڳپ ۽ گذر سفر جو وسيلو جتي ڪرڙو مچي، گيهه، مکڻ ۽ ڳُنڍيون مينهون ۽ ٻيو چوپايو مال هو. اتي مَڪيءَ جي ماڪي جي به پري پري تائين وڏي هاڪ هوندي هئي ۽ ان جو وڏو واپار هلندو هو. ايستائين ته ڳالهه بلڪل صحيح ۽ حقيقت تي ٻڌل آهي، پر ان کان اڳتي جڏهن ڪجهه ليکڪ ۽ ڪي ماڻهو اهو چون ٿا ته هن علائقي ۾ ماڪي جي گهڻائي هجڻ ڪري، جڏهن هي علائقو پري پري تائين ماڪي جي ڪري مشهور ٿي ويو ۽ پري پري جا ۽ ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ واپاري هتي اچڻ لڳا، ته انهن جي ٻولي جي بگاڙ سبب هي علائقو ماڪي جو مسڪن ۽ گهڻائي هجڻ ڪري، ’ماڪيءَ‘ مان ڦري ’مَڪي‘ ٿي ويو!! اها ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي ته، جڏهن اڄ به سيئي ماڻهو جيڪي ڪٽي کهڙي به ٻولي ڳالهائيندڙ چونه هجن، اهي ’ماڪي‘ کي ماڪي ئي چون ٿا ته، پوءِ ان جو ڪهڙو سبب آهي/هو جو ٻئي ماڪي ته ساڳي ماڪي جي نالي سان ئي سڏجي ٿي، پر اتي جي هڪ وڏي علائقي کي، ماڻهو ماڪي بدران مَڪي سڏين!! ان مان لڳي ٿو ته مَڪيءَ جي، مَڪي ٿيڻ جا سبب اجا ڪي ٻيا هئا. اها ڳالهه صحيح نٿي لڳي ته ڪو صرف مکي جي مَاڪي ته، مکي ٿي وڃي، باقي ٻئي علائقي جي ماڪي کي ماڪي ئي سڏجي ۽ ان سان گڏ هتي جي ماڪي کي به ماڻهو ماڪي ئي سڏين! جڏهن ته خود مَڪي ۾ به اڄ سوڏو ڪو به ماڻهو ماڪي کي مَڪي نٿو چوي. پوءِ اهو ڪئين مڃجي ته مَڪي لفظ، ماڪي جي بگڙيل شڪل آهي!؟ جيڪڏهن شڪل بدلجڻي هئي ته پوءِ هن علائقي جي سڄي ماڪي، مَڪي سڏجي ها. رڳو هتي جي ماڪي، رڳو ان وقت تائين مَڪي چو سڏي وئي، جيستائين ان جو نالو هن علائقي تي مَڪي پوي، پوءِ وري ساڳيو لفظ ماڪي، ماڻهن جي زبانن تي اچي ويو!!؟ ان مان صاف ظاهر آهي ته مَڪي، لفظ ماڪي جي بگڙيل شڪل ناهي، بلڪ مَڪي تي اهو نالو پوڻ جو ڪو ٻيو سبب آهي. پوءِ اهو سبب ڪهڙو آهي؟ اچو ته ان جو پيرو کڻڻ جي ڪوشش ڪيون.

مَڪيءَ جي هن علائقي جي حوالي سان اهي به روايتون موجود آهن، ته هن علائقي ۾ پاڻي جي ڏنڍن ۽ گهاٽي ٻيلي جي ڪري هڪ خاص قسم جي ’مک‘ تمام گهڻي هوندي هئي. جنهن کي ’ڏنگ مک‘ جي نالي سان سڏبو هو. جيڪا ماڻهن ۽ مال لاءِ ڪنهن عذاب کان گهٽ ڪونه هئي. ان مَک جي ڪري ئي انگريزن پاران پنجاب ۽ هندوستان مان هتي آندل ۽ آباد ڪرايل ماڻهو شروعاتي ڏينهن ۾ هتي رهي نه سگهندا هئا. انهن هتان ڀڄي وڃڻ جون به ڪيتريون ئي ڪوششون ڪيون. هندستان مان آندل ماڻهن کي جڏهن شروعاتي ڏينهن ۾ هتان جي هڪ مک، بيمار ڪرڻ شروع ڪيو ته انهن مان ڪن ماڻهن واپسي جو رستو اختيار ڪرڻ لاءِ نوابشاهه ريلوي اسٽيشن جو رخ ڪيو چو جو انهن ڏينهن ۾ هتان پنجاب وڃڻ

لاءِ ويجهو ۽ آسان رستو نواب شاهه کان ويندڙ ريل ئي هئي. (ڪلوميٽرن جي حساب سان ويجهي اسٽيشن شهدادپور هئي) جڏهن هتان گهٽي انگ ۾ ماڻهو واپس وڃڻ لڳا ۽ اها ڳالهه حڪومتي سطح تي محسوس ڪئي وئي ته، انهن ماڻهن تي نواب شاهه اسٽيشن کان ريل ۾ چڙهڻ تي پابندي به هنئين وئي. جنهن بعد اهي مڪ هٽان (توڙي ڪن ٻين سببن جي ڪري به) مجبور ٿيل ماڻهو نواب شاهه کان پنجاب ويندڙ ريل جي پٽڙي پرسان پنڌ هلندا، وڃي ڪنهن ٻئي اسٽيشن تان ريل ۾ چڙهندا هئا. اهي روايتون ڪيترائي جهونا آبادگار بيان ڪندا هئا، جن جو گواهه سندن اولاد به آهي ته، ڪجهه بچيل جهونا، اجان سوڏو پاڻ به آهن. اها مڪ رڳو آيلن يا آندلن کي ئي تنگ ڪونه ڪندي هئي، ان جو شڪار مقامي ماڻهو به ٿيندا هئا، پر انهن صدين ۽ سالن جي تجربي جي بنياد تي ان کان بچاءُ جا مقامي اپاءُ به ڳولي لڌا هئا. جيئن اڄ به سانوڻي جي موسم ۾ جڏهن مکيءَ ۽ پروارن ميداني علائقن ۾ مڇر جام ٿيندا آهن ته، ماڻهو مينهن کي ڍنڍ يا واهه ۾ ويهاريندا آهن يا پوءِ ڪنهن دڙي يا پٽ/ٿر ڏانهن ڪاهي ويندا آهن ۽ دونهيون به ڪندا آهن. جڏهن ته اڄ ڪلهه مڇردانين جو رواج به پئجي چڪو آهي.

اها 'ڏنگ مڪ' ماکيءَ جي مڪ کان ڪجهه وڏي ۽ اڇي/ميٽي رنگ جي آهي/هئي، جيڪا اڄ به موجود آهي. پر آڳاٽي وقتن ۾ اها هتي سڄو سال ۽ خاص ڪري سانوڻي ۽ آرهڙ ۾ تمام گهڻي هوندي هئي ۽ سياري ۾ وري گهٽي قدر لڪي ويندي هئي/آهي. جنهن جي ڏنگ سان ٻُت ۾ زهر پيدا ٿيڻ سان گڏ جسم ۾ سخت خارش ٿيندي آهي. هن جي ڏنگ جي علاج طور، ڏنگ واري هنڌ کي ڪوسي پاڻي سان ڌوئي، ان تي تيل هڻبو هو ته سور ختم ٿي ويندو هو. اها ڏنگ مڪ چوپائي مال کي به ڏنگيندي هئي. مال کي، هُن کان بچائڻ لاءِ دونهي ڪبي هئي يا باهه ٻاربي هئي. هي ئي اها مڪ آهي، جنهن سان مَکي جا ماڻهو ته هتي صدين ۽ سالن سان گڏ رهندي، رهڻ سکي ويا هئا، پر انگريز دور ۾ آندل پنجابين ۽ فوجين کي هن مڪ ڏاڍو پريشان ڪيو هو. لڳي اهو ٿو ته، مَکيءَ جو اهو نالي انهيءَ ڏنگ مڪ جي ڪري ئي پيو آهي يا پوءِ اجان به وڌيڪ ڏسجي ته هت مڪ جو هڪ ٻيو قسم 'چارو' به هو/آهي، جيڪو مال ۽ ماڻهن کي تمام گهڻو تنگ ڪندو آهي. اهو به ممڪن آهي ته 'ڏنگ' بجاءِ يا ڏنگ سان گڏ ڪو ٻيو قسم 'چارو' ئي اصل مڪ هجي ۽ ان جي پٺيان ئي مڪ مان، مَکي نالو پيو هجي!

هاڻ هتي مَکي جي علائقي بابت به ڳالهيون سامهون اچن ٿيون، هڪ ماکي جي گهڻائي ۽ ٻيو چيتي ۽ خطرناڪ مَک جي موجودگي! لڳي ائين ٿو ته مَکي جو نالو انهن ٻن سببن يا ڳالهين مان، ڪنهن هڪ جي ڪري پيو آهي. جيڪڏهن اها ڳالهه صحيح سمجهجي ۽ مڃجي ته پوءِ اهو ڪيئن چئجي ته لفظ ماکي، ڦري مَکي ٿي ويو آهي! ڇو جو ماکي ته اڄ سوڏو ماکي ئي سڏجي ٿي ۽ ان کي ڪٿي جو ڪوبه ماڻهو مَکي نٿو چوي، ته پوءِ اهو ڪيئن صحيح آهي ته مَکيءَ تي اهو نالو ماکي جي ڪري پيو؟ ان مان لڳي ٿو ته مَکي تي اهو نالو هتان جي خطرناڪ ۽ وڏي تعداد ۾ موجود مڪ جي ڪري شروعات ۾ 'مڪ وارو علائقو'، وغيره سڏجيو جيڪو پوءِ ڦرندي ڦرندي مَکي ٿي پيو، نه ئي ڪو ماکيءَ جي ڪري!

اسان جي ليکڪن ۽ محققن کي ڪجهه ڌيان انهيءَ پاسي به ڏيڻ گهرجي ۽ زميني حقيقتون ڏسندي، هتي جي ڌنڌن/ڪاروبار ۽ صورتحال کي سامهون رکندي، سببن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ گهرجي! ۽ ڪنهن به

مسئلي ، شئي، ماڳ مڪان يا ڪنهن ٻي ڳالهہ بابت. ان جا ڪجهہ ٻيا ڪندون ۾ پاسا بہ جانچڻ ۾ ڏسڻ گهرجن. بحرحال مَڪي تي نالي پوڻ جي حوالي سان هي بہ هڪ راءِ آهي، ان تي بحث ۾ ٽيڪاٽڪپٽي ڪرڻ ۾ اصل حقيقت (جيڪڏهن اها اجا ڪا ٻي آهي تہ) تائين پهچڻ جي ضرورت موجود آهي.

## باب ٻيو: مکيءَ جي جاگرافي

**( مکي جون ڪجهہ مشهور ڍنڍون، دڙا، بچاءُ بند، گهٽ گيهڙ، ڪڙيا، سانگ، ڪئنال، واهہ، ڪُنب، ڍنڍون ۽ تلاءُ وغيره.)**

**مَکي جا دڙا، دڙيون ۽ ڍنڍون:** مکيءَ ۾ جيئن تہ پاڻي/ڍنڍون، واريءَ جا دڙا ۽ ڍنڍون گڏوگڏ هلندڙ هيون ۽ انهيءَ ڳالهہ ئي هن علائقي کي منفرد ڍنگ بڻايو. اهڙن دڙن ۽ ڍنڍن ۾ ڪجهہ مشهور هي بہ هيون. جن تي مختلف سببن جي ڪري، مختلف نالا پيل هئا/آهن:

دهلن وارو دڙو، ٽَڪن واري پٽ، سورن وارو دڙو، پپري واري پٽ، منگواڻن جو ڳوٺ (هيرو ۽ بولو منگواڻو) ڀاڻوجا (مصري، وڏل، نصرالله) ڪنڊي واري گهار، لاشارين جو ڳوٺ، رونجها، گهمسان، سماٽري، ڪاري پٽ، ڀاڻ دڙو نظاماڻي، يعقوب ميربحر وارو دڙو، گهاڙ وارو دڙو، ٻڌرائي واري دڙي، ڀتو ٻڍڙ وارو دڙو، ٻچي وارو دڙو عبدو وارو دڙو پلين وارو، پپر وارو دڙو ، بولي منگواڻي جو دڙو، ميٽر وارو دڙو، ڀلهن وارو دڙو جنائي وارو دڙو ( اتي پير بخش ۽ غلام محمد وارن جون زمينون هيون) ، ڊرين وارو، ترڪن وارو، ٻچين وارو دڙو، نلنجي ڀيو سرور وارو دڙو ۽ سانگ، جيندو جاڙي، اڪن وارو دڙو، ڪهڪارو، رُنل، ڪنياري جو دڙو، تنبو واري دڙي، چلا ڀاڻ دڙو، نوڙ وارو دڙو (جتي هڪ نظاماڻي پينگهہ ٻڌئي هئي) گلو دڙو (گلو نظاماڻي هو) چيهي وارو پَٽ ( اتي چيهو گاهہ گهڻو ٿيندو هو. (جڏهن تہ چيهو هڪ پکي بہ آهي) نانگ واري ڍوري، جيڪا ميٽر دڙي جي پرسان هئي. هرٽي وارو دڙو ( جيڪو ناري جي اولهہ ۾ سندس ڪنڌيءَ تي واقع آهي)، گهوڙي وارو دڙو، ( جيڪو هرٽي پٽ ۽ چڪ نمبر 8 جي وچ تي آهي) منگلي واري شاخ، جيڪا اصل ۾ موڙي وارو سانگ هو. وغيره قابلِ ذڪر آهن. انهن مان ڪن جو مختصر ذڪر هت ڏجي ٿو.

**بولي جو دڙو:** بولي جي نالي سان منگواڻو ڀاڳيو هوندو هو. ان وقت هتي رڍون ۽ ٻڪريون بہ وڏيڪ هونديون هيون. رونجهن وٽ رڍون وڏيڪ هيون ۽ ٻهڻن وٽ ڍڳيون ۽ مينهون وڏيڪ هونديون هيون.

**جنائي وارو دڙو:** جنائي واري دڙي تي غيبات هوندا هئا. هتي ماڻهن کي ڪڏهن ٽانڊا تہ ڪڏهن ڪا ٻي شئي نظر ايندي هئي. ان ڪري هن جو نالو جنائي وارو دڙو پئجي ويو.

**دهلن وارو دڙو:** دهلن واري دڙي تي رونجها رهندا هئا، جيڪي هالا جي مخدوم صاحبن جا مريد هئا. پير صاحب پاڳاري جا مريد جيئن تہ دهل ڪونہ وڄائين ۽ مخدوم صاحب جا مُريد دهل وڄائيندا هئا، تنهن ڪري انهيءَ دڙي تي اهو نالو پيو. قالو لاکو سونو پنيرو، صالح ۽ رونجها اتي جا رهاڪو ۽ وڏڙا هئا. جڏهن تہ لاکو ۽ قابل هتي جا چڱا مڙس هئا. چون ٿا تہ هتي هڪ مڱڻهار جو دهل، وڄائيندي ڦاٽي پيو هو. جيڪو هن هڪ ڪبڙ ۾ ٽنگي ڇڏيو هو جنهن جي پٺيان هي نالو پيو.

**ٽَڪن وارو دڙو:** ٽڪن واري پٽ تي ڪنهن کي سڪا/پئسا مليا هئا، ان ڪري انهيءَ دڙي جو اهو نالو پيو. اهو نالو ٻچو بادشاهہ جي وقت کان اڳ جو آهي، اهي پئسا هتان نڪر جي ٿانون مان، برسات بعد سڪن جي صورت ۾ لڌا هئا. چون ٿا تہ اڳي جڏهن ناري ۾ جهاز راني ٿيندي هئي، تڏهن هتان موهن جي دڙي تائين ٻيڙا هلندا هئا ۽ اُهو موهن جي دڙي وارو پاڻي وارو رستو پاري ننگر تائين هوندو هو. هتي پرپاسي ۾ پاڳيا خاص ڪري ٻهڻ ۽ منگواڻا رهندا هئا. انهيءَ روايت جو پيرو کڻڻ سان هن علائقي جي قدامت جي ڪهاڻي ڪافي پري تائين وڃي سگهي ٿي!

**سوئرن وارو دڙو:** سوئرن واري دڙي ۾ سورن جو ٿمر هوندو هو. تنهن ڪري اهو نالو پيو. (سوئرن جي رهڻ/لڪڻ واري جاءِ کي ٿمر سڏبو آهي) هتي جا ماڻهو خاص ڪري سوئرن جو شڪار به ڪندا هئا. جيڪو اڄ به ننڍين وڏن شڪارين پاران عام جام ڪيو ويجي ٿو.
**پپري وارو دڙو:** هتي پپر جو وڏو وڻ هوندو هو جنهن سبب هن دڙي جو نالو پپر وارو پئجي ويو. هتي کوهه به هو ۽ مڙهي به هئي. پپري واري پٽ تي واڻين جو سياري ۾ ميلو لڳندو هو جنهن ۾ هندو مسلم سڀ ئي شريڪ ٿيندا هئا. هتي واڻيا پپر جي پوڄا پاٽ به ڪندا هئا. واڻيا زالين مڙسين ڪجاون/اٺن تي چڙهي ايندا هئا. اُٺن وارا گهٽو ڪري مري ۽ نظاماڻي هوندا هئا. حُر مارشلا ۾ ماڻهو هتان ڀڄي ويا. هندو لڏي ويا ته ميلو وري نه لڳو. هڪڙو حرن جو ڊپ، ٻيو فوجين جو سو ڳوٺ ڦٽي ويو. پپر واري تي ساج رام واڻئي جي وڏي هٽ سان گڏ واڻين جا ٻه ٽي هٽ ٻيا به هوندا هئا. جيڪي گهٽو ڪري اُترادي واڻيا هئا. سي فصل لهڻ جي مند ۾ دڪان کوليندا هئا. هتي واڻيا ۽ مالهي باسون باسيندا هئا. هتي سرڪاري ڍڪ به هوندو هو. انهيءَ هنڌ اڪثر ٻوڏ جو پاڻي به ايندو هو جنهن تي ڄانيوءِ سرنهن وغيره ٿيندا هئا. پوءِ برسات تي هتي بوسي ڪٽڪ به ٿيندي هئي ته ملهه ۽ راڳ جون محفلون به ٿينديون هيون.
**ڪنڊيءَ واري گهاڙ:** ڪنڊي واري گهاڙوٽ به پٽون هونديون هيون. پرسان ڪپ تي ڪنڊي بيٺل هوندي هئي، تنهن ڪري ان کي ڪنڊي واري گهاڙ سڏبو هو.
**ميٽر وارو دڙو:** هي دڙو هيرڻ لڳ ٽَڪن ۽ ڌُهلن واري دڙن پرسان هوندو هو. ڳوٺ کان سر اتر ناري جي ويجهو وڏو پاڻي/ ڍنڍ هئي. ميٽر نالي ميربحر هوندو هو. ان جي پٺيان اهو نالو پيو.
**گهوڙي وارو:** اتي ڪا گهوڙي مئي يا وڃائجي وئي هئي، تنهن ڪري اهو نالو پيو. ڪن روايتن ۾ آهي ته ڪنهن ماڻهو جي گهوڙي، ڪتان کان ڀڄي هن دڙي تي اچي پهتي. چوڌاري پاڻي هئڻ سبب هو هتي ئي مري وئي، جنهن پٺيان اهو نالو پيو.
**ٻلهن وارو:** چڪر ڪُنب کان اتر ۾ ٻلهن وارو دڙو. مياڻ ۽ پادري ڳوٺ کان اتر ۾ هوندو هو جتي هينئر به ڳوٺ آباد آهي. مختلف روايتن موجب اتي يا ته ميربحر پلا ماريندا هئا يا پلهه ذات جا ماڻهو وينل هئا، تنهن ڪري اهو نالو پيو. ٻلهن بابت هي روايت ملي ٿي، پر ان بابت وڌيڪ ڄاڻ يا هتي ٻلهن جي موجودگي يا اچڻ بابت انهي کان وڌيڪ ٻي ڪا ڳالهه نٿي ملي!
**ٻري وارو توڙ:** هي توڙ/پٽ ٻن ٽن ميلن ۾ آهي ۽ سڏي ۽ اُپي هجڻ ڪري هن تي چڙهڻ ڏکيو آهي. چڙهندڙ کي جڻ ته بخار وٺيو وڃي. جيئن ته بخار /تپ کي انهيءَ پاسي ٻرو به چيو وڃي ٿو ان ڪري انهيءَ توڙ جو نالو ئي 'ٻري وارو توڙ' پئجي ويو.
**رُنل وارو دڙو:** مڪيءَ ۾ جمڙائو کان اتر ۾ رُنل وارو دڙو ۽ رُنل واري چنبڙ آهي/هئي، جتي 190 آر ڊي آهي ۽ پڪسري وٽ 100 آر ڊي آهي، چيو وڃي ٿو ته هيڊجمڙائو کان رنل 40 فوٽ مٿي آهي. رنل جو نالو پير صاحب پاڳاري چٽ ڏٽي، رنل مان ڦيرائي پرتل رکيو هو پر اهو نالو ماڻهن جي زبان تي چڙهي نه سگهيو.

## مڪيءَ جا ڪجهه مشهور قبرستان

مڪيءَ ۾ مختلف هنڌن تي، مڪيءَ جي ماڻهن جا مقام/قبرستان به هوندا هئا. جن مان ڪجهه جو ذڪر هتي ڏجي ٿو.

### انڙن جو قبرستان ۽ جڪريو درويش جي قبر:

ڦليل ملاحن جو هڪ وڏو ڳوٺ آهي، جيڪو هن وقت ڊيم جي اندر اچي چڪو آهي. جنهن جي پرسان انڙن جو ڏهن ايڪڙن ۾ هڪ قبرستان هوندو هو. جيڪو هاڻ پاڻي وڏڻ جي ڪري، ايڪڙ ڪن مس وڃي بچيو آهي ۽ ٽي سگهي ٿو ته هڪ ڏينهن اهو به ميسارجي ۽ متجي وڃي. ڦليل ۾ پاڻي اندر 'جڪريو' نالي هڪ اولياءَ الله درويش جي قبر پڻ آهي، جيڪا چون ٿا ته پاڻي پهچڻ بعد پاڻهي پاڻي کان مٿي ٿي وڃي ٿي!

**درويش جمعو جوڻيجو:** گل واري ڳوٺ/عرس جوڻيجي جي ڇهن ڪن ايڪڙن واري مقام ۾ هڪ درويش جمعو جوڻيجو به ابدي آرامي آهي. جنهن وصيت ڪئي هئي ته ڪيس پير صاحب پاڳاري واري 'پَهي' تي رکجو. جتي هن نشاني طور هڪ ڪِلو به هٽي ڇڏيو هو پر ماڻهن ڪيس ٿورو مَٿ ڪري رکيو پر درويش پاڻ ڪٽائي، اچي موجوده هنڌ تي ابدي آرامي ٿيو. پوءِ جڏهن هن علائقي ۾ پاڻي وڏيو ته سڄو علائقو ئي ٻڏي ويو! ان کان علاوه خان بهادر محمد حيات جوڻيجي وارن جو اصل ڳوٺ ۽ قبرستان، جيڪو بقار ڊنڊ کان اتر ڪلوميٽر تي پرسان هو. ڪرمچي مقام، حرن جو مقام ۽ فقير پير بخش وارو مقام وغيره به قابلِ ذڪر آهن.

**پير درويش:** ڳوٺ عرس جوڻيجو (گل وارو) کان ڏکڻ، ٻن ٽن ڪلوميٽرن تي واقعي 'پير درويش' متعلق چون ٿا ته، هتي رڳو سندس سسي آئي هئي، ۽ هو ڪنهن جنگ ۾ شهيد ٿيو هو. (اهڙي قسم جون روايتون ٻين هنڌن تي، ٻين ڪيترن ئي درويشن متعلق به ٻڌايون وڃن ٿيون) مال جي بيماري جي صورت ۾ مَکي جا ماڻهو اتي باس باسيندا آهن. جيڪا چَڙن جي صورت ۾ هوندي آهي. ڪي ماڻهو وري چون ٿا ته درويش پاڻ پاڳيو هوندو هو ان ڪري چڙن جي باس باسي وڃي ٿي. هُن جي چوپائي مال سان ڏاڍي دل هوندي هئي، جتي ويهندو هو اتي مال اچي گڏ ٿيندو هو. خدا جي قدرت سان سندس سڄو مال مري ويو ته پنهنجي ڪنڌ ۾ چڙا ٻڌائين. جيڪو ماڻهو وٽس ويندو هو ان کي چوندو هو ته چڙا وڄايو. جڏهن ماڻهو چڙا وڄائيندا هئا ته هي درويش روئندو هو.

ناري جي اولهه ۾ درويش ساهڙ پير، ٻه ڪلوميٽر اتر ذڪريو فقير ۽ ڦليل واري پاسي سورج فقير ته خود بقار ۾ سيد شاهه مردان شاهه ابدي آرامي آهن.

## مَکي جا بچاءُ بند

مَکيءَ جي پراڻن بندن جي نشانن جو پيرو کڻبو ته اهي ڪن هنڌن تي ٿورا يا گهٽا اڄ به نظر ايندا. جيتوڻيڪ بند جا هاڻ گهٽا نشان باقي نه رهيا آهن. بند گهٽو ڪري پوکيءَ لاءِ سڌي ڪيل زمين يا ٽريڪٽر ٽرالين ذريعي مٽي ڪٽندڙن هٿان ميسارجي ويا آهن، پر علائقي جي جهونن کي انهن بچاءُ بندن جا نشان اڄ به ياد آهن. جن مطابق هڪ بند سانگهڙ شهر کان هڪ ڪلوميٽر کن ۽ سم نالي کان فرلانگ کن اتر ۾ منڊ جمڙائو روڊ تي قائم پوليس چوڪي کان اوڀر ۾، (سانگهڙ ۽ مَکي جي وچ ۾ بند جو ڪم ڏيندڙ

۽ ٻنهيءَ کي الڳ ڪندڙ سم نالو ايوب دور ۾ ٺهيو.) جلب بند کان ٻہ اوپر، سم نالي جو اتريون پاسو ڏٺي، پادري ڳوٺ ۽ يوسف جي مياڻ وچان ٿيندو، ڪپرو واهہ، ٽپي، ڳوٺ سهڻو فقير عمراڻي وٽان ٿيندو، ڳوٺ حاجي خان لغاري، بهرام خان بگٽي، ڳوٺ حاجي ملهار وساڻ، ڏوگريون پٽ (ڏوگريون نالي ڍنڍ بہ هئي) وٽان ٿيندو بقار ڍنڍ جي پتڻ تائين ويندو هو. چوٽياري ڊيم ٺهڻ بعد جڏهن بقار ڍنڍ، ڊيم مان ڪٽجي وئي تہ بقار ڳوٺ ڏانهن وهندڙ ناري جو وهڪرو بہ بدلايو ويو ۽ پراڻي وهڪري تي قائم پتڻ ۽ ان تي لڳل مڇيءَ جو ڪانٽو بہ ختم ٿي ويو. جتي شام جو پيادل يا گهوڙن تي ملاح مڇي آڻي گڏ ڪندا هئا ۽ اُتي ئي مڇي ٽُرندي بہ هئي. جيڪا پوءِ جيپن ۽ ڊاٽسن تي اڳتي ويندي هئي. اهو بند ڪپري واهہ ۽ بقار تائين ٺهندڙ نئين ايشن بئنڪ وارو روڊ واري هنڌ چيو وڃي ٿو.روڊ ان بچاءُ بند جي پيڊي تي ئي ٺاهيو ويو آهي. هي روڊ ڏوگريون کان ڏکڻ ۾ ٺاهيو ويو آهي، جڏهن تہ مَڪي جو بچاءُ بند ڏوگريون پٽ جي اتر ۾ هوندو هو. ان بند سان لاڳاپيل هڪ ٻئي ڍنڍ لاءِ اهو بہ چئجي ٿو تہ اهو بند بقار کان ٽندو منا خان، اتان مَٽن واري، جتي ميلو بہ لڳي ٿو ۽ ڍنڍون بہ آهن. جيڪي ڍنڍون بہ مَڪي ۾ شامل ڪيون ويندڙيون هيون. ۽ اتان اهو بند ناري سان گڏ اڳتي عمرڪوٽ تائين وڃي ٿو پر مَڪيءَ وارو بند مَٽن واري کان وري واپس ڊپري، (چوٽياري کان اتر اوپر) پنيهل (چوٽياري کان اتر) سبوجهہ هنگورجو راڻو اڪ پنيرو، وڏڻ ابوپوٽو ڪاروڙو (جتي خليفي وريام فقير جو مال هوندو هو) فتح واري، ڪجين وارو ڪاروڙو ( جتي ابوپوٽن ڪجيون پوکيون هيون، جنهن تي انهن جو ڳاهن سان جهيڙو بہ ٿيو هو) تائين هندو هو جتان وري سانگهڙ جي اچڙي ٽر جو ڪس يا مهراڻو ختم ٿئي ٿو ۽ خيرپور ضلعي جي تعلقي ناري جي حد شروع ٿئي ٿي. اچڙي ٽر واري پاسي، مٺيان ڳوٺ اچڙي ٽر جو مهراڻو يا مکيءَ جو ڪس سڏيا وڃن ٿا ۽ اتان مَڪيءَ جي حد ختم ۽ اچڙو ٽر شروع ٿئي ٿو. اهو بند اتان گهاٽيون ڍوريون (علي بخش ڳاهي جو ڳوٺ) اتان مٿي نظاماڻين وارو ڪاروڙو (ڪاروڙن نالن وارا هنڌ، اصل ۾ ‘ڪاري’ ملڻ جا هنڌ آهن. پر ان مان اجا ڪو خاص فائدو نہ ورتو ويو آهي.) اتان تاريخي ڏڌر واري مسجد، محراب فقير، ڳوٺ جعفر لغاري، ڏُڪن وارو دڙو، مصري ڳاهو، آرادين، (پير بخش ڳاهي جي ديهہ جيڪا ناري جي ڪناري سان آهي ۽ اتان ناري جي پٽي وڃي چونڊڪي سان لڳي ٿي.) اهي سيئي ڳوٺ ڪس جا ڳوٺ آهن. جيڪي مَڪيءَ جو ڏنگ چيو وڃي ٿو. اتان وري مَڪي جون حدون ڪاري چن، اتان ڪڏڙي جو ڏنگ، راوتياڻي ۽ اتان وري سانگهڙ وارو بچاءُ بند، مَڪي جي بچاءُ بند، جو نشان ۽ ڏنگ هو. راوتياڻي کان مٿي ‘دم واهہ’ تائين بچاءُ بند هيو جيڪو مَڪي جي حد هئي. اهو بند انگريز دور کان بہ اڳ (شايد ڪلهوڙا دور جو) هو. انگريزن جيڪو پوءِ بند ٻڌو سو رتو /رتا بند سڏبو هو. اوپر ۾ مَڪي جي حد ‘دم واهہ’ چئي وڃي ٿي. دم واهہ ڪڏڙي کان اتر طرف ڇهہ ست ڪلوميٽرن تي جمڙائو مان نڪري ٿو ۽ اڳتي وڃي 16 دم، ديهہ 22، ديهہ 22 الف، راوتياڻي، ٻچل وساڻ، رحيم خان مري، گهنبڻ، گڙنگ بنگلو کان جام نوازعلي ڏانهن وڃي چوڙڪري ٿو پر مکيءَ جو بند راوتياڻي تائين هو. ڪي ماڻهو مکيءَ جو ڏنگ سانگهڙ کان اولهندي جام واهہ (جام صاحب) اوپرندي ۽ ڏکڻ پريتم آباد کان اُتر، ورهانگي کان اڳ واري ڪمند جي مل، حد ۽ ڏنگ سمجهن ٿا. ان کان اوپرندي چوٽياري کان ٿورو مٿي مکي هئي. جڏهن تہ ڪن ماڻهن وٽ وري ابو پير کان اتر هيٺ مَڪيءَ ۽ مٿي ناري جو علائقو هو. انهيءَ سڄي صورتحال ۾ واضح ٿئي ٿو تہ

مَکي کھڙي ريت آباد ٿي. ان جون حدون يا ان جي پاڙي کي مٿي آباديون ڏانھن وڃڻ ۽ نقصان کان بچڻ لاءِ کھڙن ھنڌن تي بچاءَ بند ٺاھيا ويا. جيکي اڳتي ملي مَکي جون حدون بڻجي ويا.

## رتا/رتا بند:

مَکيءَ کي نہ صرف واھن ۽ ڪئنالن متاثر ۽ سوڙھو ڪيو بلڪ مختلف وقتن ۾ ڏنل بچاءُ بندن بہ پنھنجو ڪم ڪري ڏيکاريو. مَکي جي پاڙي کي ٻين آباديون ڏانھن وڃڻ کان روڪڻ لاءِ، انگريز دؤر ۾ ھڪ بچاءُ بند ٻڌو ويو پر ھتي جي جھونن جو چوڻ آھي تہ انگريزن جي بچاءُ بند کان اڳ بہ مکي کي ھڪ بند ٻڌل ھو جنھن کي رَتا يا رَتا بند جي نالي سان سڏيو ويجي ٿو. جنھن جا نشان اڄ بہ ڪٿي ڪٿي موجود آھن. اھو بچاءُ بند 1854ع ۽ 1858 جي وچ واري عرصي ۾، جمڙائو ۽ ٿر واھ جي منھن جي وچ ۾،نارا ڪئنال جي ڪابي پاسي، ھيٺاھين وارن علائقن جي بچاءُ لاءِ ٺاھيو ويو ھو.

ائٽڪين مطابق مَکي تي ٻڌل اھي بند، ناري ۾ سڏاري بعد ايندڙ وڏيڪ پاڻي کي مک ڍنڍ ۾ وڃڻ ۽ اتان مَکي جي ڏکڻ ۾ پوکيل ناري ماٿري کي لُڙھڻ کان بچائڻ لاءِ ٻڌو ويو ھو. ناري کي حد ۾ رکڻ لاءِ ٺاھيل بچاءُ بند، ھڪ سئو ميل کان، اتان شروع ٿئي ٿو جتان جمڙائو واھ نڪري ٿو.

رتو بند، خيرپور ضلعي جي نارا تعلقي جي مشھور بزرگ ’ابو پير‘ جي درگاھ کان ڪلوميٽر کن تي واقع آھي. رتي بند تي اھو نالو پوڻ جي حوالي سان مقامي ماڻھن کي ڀي تہ ڪا ڄاڻ ناھي، پر ھو سمجھن ٿا تہ متان انھيءَ علائقي ۾ بند تي جيئن تہ تمام گھٽي تعداد ۾ پيرون، پڪا ۽ پُسي ٿيندا ھئا، تنھنڪري ھي سچو بند ڳاڙھو/رتو ڏسڻ ۾ ايندو ھو، شايد ان سبب ھن کي رتو/ڳاڙھو بند سڏيو ويو ھجي!! ھي بند واڳن واري انٽرنيشنل طور مشھور گيم سينچري جي ديھ اڪرو جي ڍنڍن مان ھڪ ڍنڍ ’ڪرندا شوري‘ کان ڪلوميٽر کن اوپر ۾ ’پير ابو جي جھوڪ‘ کان شروع ٿي، منڍ جي ڏکڻ ۾ ڪاڇن جي فارم کان ايرندي/ڏکڻ کان ھلندو، پراڻي ڦتي ويل شھر ’جکڙائو‘ کان اُيرندي ھلندو (جکڙائو ٽاڻو بہ انھيءَ بند تي ھو) 83 چڪ ۽ گجري/ ڳجھڙي وچان ڪراس ڪري ايرندي اڳتي وڃي ٿو. موجوده ابو پير کان ڄام صاحب ويندڙ روڊ انھيءَ بند تي ئي ٺاھيو ويو آھي. بند ۾ مختلف ھنڌن تي پليون بہ اڏيل ھيون. جن مان ھڪ ڪاڇن واري فارم پر سان اڄ بہ ڏسي سگھجي ٿي. جڏھن تہ ھڪ پل ’پڳل موري‘ جي نالي سان، انھيءَ نالي واري ڍنڍ ۾ اچي چڪي آھي.

**قلب بند**: ھي بند 1873ع ۾ ٺھڻ شروع ٿيو جيڪو باڪوڙو/ بَکر بند جي نالي سان مشھور ٿيو ۽ 1893ع ۾ مڪمل ٿيو.

**پٺائي بند:** ناري جي ساڄي پاسي/ڪناري تي پٺائي بند، کپري کان تيرنھن ميل جي مفاصلي تي آھي/ھو.

## مَکيءَ جا گھٽ گھيڙ ۽ ڪُنب ۽ تلاءُ

مکيءَ ۾ مختلف ھنڌن تي، مختلف واھن ۽ سانگ وغيره تي مختلف گھٽ گيھڙ بہ ھوندا ھئا، جن مان جھونن جي يادگيرين ۾ رھجي ويلن جا ڪجھ نالا ھي بہ آھن.

مياڻ ويجهو پير وارو گهٽ، سانگهڙ ويجهو جلب وارو گهٽ. سانگن وارو گهٽ، جيڪو جلب ويجهو هوندو هو. سونٽي وارو ڪُنب، چور گهٽ، جيڪو سانگهڙ روڊ واري پاسي هو. روڊ کان اولهندي ويجهو ٽي ڪامو وارو گهٽ به هوندو هو. مسڻ واري رستي کان سڌو اُتر ۾ مهتن وارو گهٽ به مشهور هو. مکيءَ ۾ چڪر ڪُنب وارو گهٽ به هو. هڪڙو گهٽ ٽيپي وارو به هو جتي حُرن به پنهنجيون حياتيون وڃايون هيون.

مَکي جو اترئين پاسي بچاءُ بند، کڏڙي واري پاسي جمڙائو کان ويندي ناري جي چوڙ/پچڙي تائين هوندو هو. ڪجهه وقت اڳ تائين، ساماري شهر جي اتر ۾، ان بند جا ڪجهه نشان موجود هئا. بچاءُ بند نالي شهر به ان ئي بند تي ٻڌل آهي. ڪٿي ڪٿي ريل جي پٽڙي به ان بند تي وڇايل آهي. انهيءَ بچاءُ بند کي مختلف هنڌن تي 'گهيڙ' هوندا هئا. جن ۾ جلب وارو گهيڙ، سانگهڙ کان اتر ۾ جتي هينئر جلب پير قبرستان آهي. مياڻ پرسان سر وارو گهيڙ ۽ ان جي پر سان مياڻ واري رستي وارو گهيڙ، جنهن کان پوءِ بان واهه اچي ٿو. ان کان اڳتي سانگ وارو گهٽ، جيڪو پاٽي پڄڻ جي ڪري سانگ ٿيو هو. چور گهٽ، جتي هينئر سانگهڙ جي اتر ۾ سم نالي وٽ پوليس چوڪي آهي. ان کان پوءِ ايندو هو ڪامهون وارو گهٽ (ڪامهون هڪ وڻ جو نالو آهي، لڳي ٿو ته انهي هنڌ تي ڪامهون جو ڪو وڏو وڻ يا وڏيڪ وڻ هوندا هئا) ان بعد مسڻ وارو وڏو رستو هوندو هو. جنهن کان پوءِ هيرڻ وارو گهيڙ، پوءِ چڪر وارو ڪُنب، ان کان پوءِ ته ڪُني(جتي تي ڪُنب هوندا هئا،) ان کان اڳتي الهندي پاسي ايندو هو غلام محمد وارو ڪنب ۽ پوءِ جنائي وارو گهٽ خاص طور تي قابلِ ذڪر آهن.

**هيرڻ تلاءُ:** مَکي جي ذڪر ۾ هيرڻ جو ذڪر به ضرور ايندو. هيرڻ تلاءُ ڏهه چڪ کان اپرندي پاسي، بان واهه کان ناري تي، پڪسري تائين هوندو هو. الهندي ناري تي اصل ۾ چنبڙيون هونديون هيون. وچ ۾ دڙا /پٽون ۽ وڏي ڍنڍ هوندي هئي.

مَکي ۾ ٽي چنبڙيون به هيون، جن ۾ بگهاڙي چنبڙ، هرٽي واري چنبڻ ۽ موڙي واري چنبڙ شامل هيون. انهن چنبڙين ۾، هيرڻ تلاءَ مان پاٽي ايندو هو. هرٽي واري چنبڙ جي پاٽي ڪرڻ جو آواز چون ٿا ته سانگهڙ تائين ٻڌڻ ۾ ايندو هو!

## مَکي مان گذرندڙ مختلف واهه/ڪئنال

چئي سگهجي ٿو ته مَکيءَ کي مختلف واهن جي نڪرڻ متاثر ڪيو. منڍ جمڙائو کان پوءِ ٻيا واهه به نڪتا ته مَکي اجا به سوڙهي ٿيندي وئي. انهن واهن ۾ کپرو واهه جنهن جا شروعاتي اٺ ڪلوميٽر 1871ع ۾ مڪمل ٿيا ۽ باقي ڪم 1891ع ۾ مڪمل ٿيو ۽ ٻيا واهه شامل آهن، جن جو ڪجهه تفصيل هيٺ ڏجي ٿو.

| نمبر | واهه جو نالو | پاٽي ڪيوسڪ | ڊيگهه/ڪلوميٽر |
|---|---|---|---|
| 1 | کپرو ڪئنال | 1401 | 49 ڪلوميٽر |
| 2 | منڙائو ڪئنال | 2400 | 83.6 ڪلوميٽر |
| 3 | لوئر نارا ڪئنال | 7888 | 30 ڪلوميٽر |

| 4 | ٻٽو نارو (ٽوئن) | 3900 | 13 ڪلوميٽر |
|---|---|---|---|
| 5 | مَکي فرش لنڪ ڪئنال | 3900 | 37 ڪلوميٽر |
| 6 | رانتو | 6500 | 14 ڪلوميٽر |

## نارا ڪئنال:

نارا ڪئنال سنڌ جو وڏي ۾ وڏو آبپاشي ڪئنال آهي. جيڪو سنڌ جي قديم وهڪري هاڪڙي/ سرسوتي جي پيٽ ڪي برطانوي راڄ ۾ سڌاري جوڙيو ويو هو. نارا ڪئنال سکر بيراج جي کاٻي پاسي کان نڪري ٿو هن ڪئنال کي آبپاشي نظام جي حوالي سان سنڌ جو وڏي ۾ وڏو ڪئنال سمجهيو وڃي ٿو. نارا کي سرسوتي يا هاڪڙو ٻه سمجهيو وڃي ٿو جيڪا ندي صدين تائين ڀارت جي علائقن، پاڪستان جي پنجاب ۽ سنڌ جي هڪ وڏي علائقي کي آباد ڪندي آئي آهي. برٽش راڄ ۾ اريگيشن نظام ۾ سڌارا آڻڻ وارن فيصلن تحت نارا سپلاءِ چينل مئي 1859ع ۾ روهڙي وٽان سنڌو درياءُ مان کوليو ويو هو جيڪو 12 ميل مفاصلو طئہ ڪري اُپرندي ناري سان ملندو هو. انهيءَ چينل تي ٺهيل پليون ۽ ٻيا نشان اڄ ٻه صالح پٽ بس اسٽينڊ روهڙي کان وني اروڙ پل تائين موجود آهن واضح رهي تہ انهي دور ۾ سکر بئراج جو اڃا وجود ئي ڪونہ هو. پوءِ نارا ڪئنال جو منهن روهڙي کان موڙي سکر بئراج وٽان 1932ع ۾ سنڌو درياهہ سان ڳنڍيو ويو. هي ڪئنال 226 ميل ڊگهو آهي، جيڪو سکر، خيرپور، نوابشاهہ، سانگهڙ مان گذرندو عمرڪوٽ جي چور واري پاسي وڃي دنگ ڪري ٿو. هن ڪئنال مان نڪرندڙ جمڙائو ۽ منڙائو ڪئنالن جون پڇڙيون ميرپورخاص ۽ عمرڪوٽ ضلعي جي ٿرپارڪر وارين سرحدن سان وڃي ملن ٿيون. نارا ڪئنال وسيلي سنڌ جي 8 ضلعن سکر، خيرپور، نوابشاهہ، سانگهڙ، ميرپورخاص، ٽنڊو الهيار، عمرڪوٽ ۽ ٿرپارڪر جون زمينون سيراب ٿين ٿيون، جتي ڪڻڪ، ڪپهہ، ڪمند، مرچ، ٽماٽا، 15 کان وڌيڪ قسمن جون سايون ڀاڄيون، داليون، بصر، توريو، چانهي، سورج مُکي ۽ سونفن جا فصل ٿين ٿا. ان ڪانسواءِ ميوات جا باغ ٻه آهن، جن ۾ انب، کجور، زيتون، ڪيلا، چيڪو ليمان، اسٽرا بيري، پپيتا، ڦاروا ۽ ڄمون ٻه وڏي مقدار ۾ پيدا ٿين ٿا.

آبپاشي کاتي جي رڪارڊ موجب سکر بئراج مان نارا ڪئنال جا دروازا کيڙڻ واري پروجيڪٽ وقت هن ڪئنال جي ڊزائن ڊسچارج 13 هزار 602 ڪيوسڪ رکي وئي. 1932ع جي رڪارڊ موجب هن ڪئنال جي ڪلچرل ڪمانڊ ايريا (سي سي اي) 20 لک 6 هزار ايڪڙن جي لڳ ڀڳ رکي وئي، جنهن کي سرڪاري رڪارڊ ۾ ٻه هن وقت وڌائي 26 لک 70 هزار 457 ايڪڙن تائين پهچايو ويو آهي، جڏهن تہ غير قانوني طور پاڻي کڻي آباد ٿيندڙ زمين ٻه وڏي وڏي لکين ايڪڙ تي وئي آهي. سرڪاري رڪارڊ موجب هن وقت تائين نارا ڪئنال مان 666 وڏا واٽر ڪورس (ڊائريڪٽ آئوٽ ليٽس) ڪڍيا ويا آهن، جڏهن تہ آزاد ذريعن کان مليل معلومات موجب انهن واٽر ڪورسن جو تعداد 696 آهي. حاصل ڪيل معلومات

موجب اپر نارا ڪئنال جي آر ڊي 463 کان وٺي منڍ جڙائو تائين اهڙن سڌن واٽر ڪورسن جو تعداد 202 آهي، لوئر نارا ڪئنال ۾ اهڙن واٽر ڪورسن جو تعداد 151 آهي، جمڙائو ڪئنال تي 20، ٿوئن جمڙائو ڪئنال تي 129، منڙائو ڪئنال تي 116، ڪپرو ڪئنال ۾ بڪار ڊسٽري تي 48 اهڙا واٽر ڪورس جوڙيا ويا آهن، جيڪي نارا جون پڇڙيون سُڪي وڃڻ باوجود بند ناهن ٿيندا. اپر نارا ڪئنال تي سرڪاري رڪارڊ موجب 48 لفٽ چئنل ۾ واٽر ڪورس منظور ڪيا ويا آهن، جڏهن ته انهن جو انگ اجا به وڌيڪ آهي. جڏهن ته اپر نارا ڪئنال صالح پٽ سب ڊويزن ۾ سرڪاري سطح تي منظور ٿيل 30 لفٽ چئنل، 130 پرائيويٽ واٽر ڪورس 145 غير قانوني لفٽ چئنل جوڙيا ويا آهن. نارو سب ڊويزن ۾ 16 لفٽ چئنل (هڪ چئنل هڪ شاخ کان وڌيڪ پاڻي کڻي ٿو)، 50 پرائيويٽ واٽر ڪورس ۽ 180 غير قانوني لفٽ چئنلز جوڙيا ويا آهن. هڪ چئنل تي پاڻي کڻڻ لاءِ 4 وڏيون مشينون منظور ڪيل هجن ٿيون، جن مان 3 هلڻ لاءِ، باقي هڪ اسپيئر ۾ رکي وڃي ٿي پر ڪيترن ئي هنڌن تي اهڙن لفٽ چئنلز تي 4 بدران 6 کان 16 تائين به موٽرون لڳل آهن، ساڳيءَ ريت هڪ لفٽ واٽر ڪورس تي پاڻي کڻڻ لاءِ هڪ مشين منظور ٿيل آهي پر اتي 3 کان 4 وڏيون مشينون لڳل آهن ۽ مقرر ٿيل سائيز کان به وڏا پائيپ لڳايا وڃن ٿا.

ايريگيشن کاتي جي رڪارڊ موجب آبپاشي ماهرن پاران هن ڪئنال کي ٻن اپر (مٿئين) نارا ڪئنال ۽ لوئر (هيٺئين) نارا ڪئنال ۾ ورهايو ويو آهي، انهن ٻن حصن کي سانگهڙ ويجهو منڍ جمڙائو ريگيوليٽر ورهائي ٿو. ٻنهي حصن مان 6 مکيه ڪئنال اولڊ جمڙائو، ٿوئن جمڙائو، ڪپرو ڪئنال، هيرل ڪينال، ٽر ڪئنال ۽ منڙائو ڪئنال نڪرن ٿا، جن مان وري 9 مکيه برانچ ڪئنال ڊم برانچ، شاهو برانچ، ويسٽ برانچ، سامارجو برانچ، چور واهه، ڪوٽ واهه، نور واهه، نئون ڪوٽ برانچ ۽ نبي سر برانچ نڪرن ٿا. نارا ڪئنال مان نڪرندڙ مکيه واهن ۽ برانچ ڪئنالن مان 49 ڊسٽريبيوٽريز (هڪ ڊسٽريبيوٽري شاخ 50 ڪيوسڪ کان وڌيڪ پاڻي کڻندڙ هوندي آهي) ۽ 119 مائينرز (مائينر شاخ 50 ڪيوسڪ کان گهٽ پاڻي کڻندڙ کي چيو ويندو آهي) نڪرن ٿيون. انهن سمورين ڊسٽريبيوٽريز ۽ مائينرز مان زمينن کي آباد ڪرڻ لاءِ 4 هزار 638 واٽر ڪورس ڪڍيا ويا.

. نارا ڪئنال جو منڍ کان وٺي پڇڙين تائين جو پاڻيءَ وارو نظام گذريل 25 سالن کان اربين رپيا خرچ ٿيڻ باوجود سڌرڻ بجاءِ ڏينهون ڏينهن بدتر ٿيندو پيو وڃي، حڪمرانن جي اقربا پرورين، سياسي رشوتن، نظام اندر غير قانوني پئسي جي ڏيتي ليتي ۽ اريگيشن اختيارين جي ڪوتاهه نظري سبب هن آبپاشي نظام تي سالن کان آباد ٿيندڙ لکين سرسبز ايڪڙ زمين هاڻ ويرانن ۾ تبديل ٿي رهي آهي، جنهن سبب صدين کان زرعي معيشت تي گذارو ڪندڙ ماڻهن جي حالت رحم جوڳي ٿيندي پئي وڃي.

## جمڙائو ڪئنال

مکيءَ جي علائقي مان نڪرندڙ جمڙائو ڪئنال، الهندي ناري مان، هڪ سئو ميل وٿان نڪري ٿو جنهن جو مُهڙيا شروعات لاءِ سڀ کان اڳ 1857ع ۾ سنڌ آبپاشي کاتي جي محترم بارنس ڌيان ڏنو. انهيءَ وقت 1860ع ۾ وري جمڙائو ڪئنال جي رٿا سرڪار سامهون آندي وئي ۽ 1876ع ۾ رٿا کي منظور ڪيو ويو. 1891ع ڌاري جمڙائو جي اڏاوت جو فيصلو ٿيو. اها رٿا ٻاهتر لک رپين جي خرچ جي هٿي ۽ مئي 1894ع

۾ رياستي سيڪريٽري منظوري ڏني. 24 نومبر تي 1894ع تي واهه جو افتتاح ٿيو. مک واهه 117 ميل ڊگهو ۽ منهن وٽان پيٽ 125 فوٽ آهي، جيڪو پڇڙي ۾ سئو فٽن تائين گهٽجي وڃي ٿو.

جمڙائو وسيلي آباد ٿيندڙ ايراضي جي سروي 1898ع ۾ شروع ٿئي ۽ 1900 ۾ مڪمل ٿي. ڪالونائيزيشن جو عمل 1901 ۽ 1905ع ۾ شروع ٿيو. جمڙائو تي 31 جولائي 1905ع تائين وسندڙ آبادگارن جو ڪل انگ 1564 هو. جن ۾ هڪ هزارڀ سئو ٻاهتر 1272 پنجابي آبادگار، ٻيا پرڏيهي هئا 156، نئيا نئيا آبادگار 57 ۽ فوجي پينشنر 79 هئا. پنجابي آبادگارن جو تعلق جالنڌر، گرداسپور ۽ امرتسر سان هو جڏهن ٻين پرڏيهين آبادڪارن ۾ راجپوتانا ۽ ڪڇ جا ماڻهو شامل هئا.

**منڙائو واهه:** مکيءَ واري علائقي مان نڪرندڙ هڪ ٻيو واهه منڙائو به آهي، جنهن جي ڪم شروع ڪرڻ جي منظوري 58-1857ع ۾ ڏني وئي، پر ڪجهه مالياتي کوٽ ۽ ٻين سببن جي ڪري عملي طرح ڪم 1879ع ۾ مڪمل ٿيو. ائٽڪن مطابق اهو بند قدرتي پاڻي جي زخيري مکي ڍنڍ مان نارا کان 136 ميل تي نڪري ٿو ۽ نارا جي ڇنڊن 'ڪاروڪُن' ۾ وڃي ڇوڙ ڪري ٿو. سانگهڙ، کپري ۽ پٿوري کي لتاڙي وهندڙهن مک واهه جي ڊيگهه 93 ميل آهي ۽ منهن وٽ ويڪر 80 فوٽ آهي.

**هيرڻ واهه:** هي واهه 1860ع ۾ نهي راس ٿيو جيڪو مکي ڍنڍ سان لاڳاپيل فطرتي هيٺائين ۾ نهيل 'هيرڻ ترائي' مان نڪري ٿو جيڪو اٽڪل ٽي ميل ڊگهو واهه آهي هي ڊِسمبر ۾ وهڻ بند ٿي وڃي ٿو. جلب بند وچان لنگهڻ کان پوءِ مٽس لوهي ڇاپ وسيلي ضابطو رکيو وڃي ٿو. هي واهه 6 نجي ڪڙين ۾ ڇوڙ ڪري ٿو.

**هيرڻ تلاءَ مان نڪرندڙ واهه سانگ ۽ ڪڙيا**

هيرڻ تلاءَ مان مخلتف سانگ/واهه نڪرندا هئا، جن مان هيرڻ تلاءَ جي وسعت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو- انهن واهن ۾ سرائي وارو يا هيرڻ واهه/ سانگ، سانگهڙ شهر جي وچ مان گذري ڏکڻ ويندو هو. جيڪو مساڻن، ڍڪ پاڙي وٽان ٿيندو، مني کوهي پاڙي جي اولهه کان ٿيندو، عابد فاروق جي بنگلي، جميل ڪالوني، نيو پريس ڪلب، ليمي وارو هوٽل/ايس آر ٽي سي وٽان وهندو اڳتي پوليس لائن ڏانهن ويندو هو.

**پراڻي دم:** پراڻي دم جمڙائو مان نڪرندي هئي، جيڪا ڪڏڙي کان مٿي 16 ۽ 17 ميل وٽان نڪري، گهنبڻ کان هلندي شُگر مل کان اورتي، محمد علي واهه تائين ويندي هئي.

**جهوڙي پنيري وارو ڪڙيو.** اهو ڪڙيو، جتي هينئر نوابشاهه روڊ تي جهوڙي واري لئي، جي واقعي جي يادگار نهيل آهي، اتان وهندو هو.

**نئون ڪڙيو:** نئون ڪڙيو، موجوده سانگهڙ واري سم واهه کان ٿيندو، ٺوري موري واري پاسي کان وهندو، ميرپور خاص روڊ کان اوپر ۾ وينل پنيرن کان ٿيندو کيهور کان اڳتي ويندو هو.

**سائو نارو:** اڳي هن علائقي ۾ پاڻي گهٽ هو ۽ 'سائو نارو' به انهيءَ پاسي وهندو هو پر ان ۾ پاڻي درياهه جي چاڙهه بعد ئي وڌندو هو. ماڻهو پاڻي لاءِ کوهيون کوٽيندا هئا. روايتن موجب هڪ پيري حُر مارشلا کان پنج ڇهه سال کن اڳي، جڏهن سورهيه بادشاهه انهيءَ ٺر ۾ دعوتن تي ويندي لانگهائو ٿيا ته جماعت گهٽي هجڻ

سبب، کوهين ۾ پاڻي جي کوٽ ٿي پئي تہ پاڻ دعا ڪيائون تہ اهو نارو سدائين سائو رهندو. ان بعد انهيءَ ناري جو نالو 'سائو نارو' پئجي ويو. جيڪو منڍ جمڙائو واري پاسي کان اولهہ ۾ اچي ڳل واري ڳوٺ (موجوده عرس جوٽيجو ڳوٺ) پرسان 'ماڙين وٽ' ڪٽي ٿو. اصل ۾ سائو نارو منڍ جمڙائو مان نڪرندو هو ۽ ٿر جو الهندو پاسو ڏئي بقار تائين ويندو هو. موجوده رانتو ڪئنال ئي اصل ۾ سائو نارو آهي.

**مکيءَ جا سانگ:** ان کان علاوه مکيءَ مان مختلف سانگ بہ وهندا هئا. جن مان ڪن جا نالا اڄ بہ وڏڙن جي حافظي ۾ محفوظ آهن. انهن ۾ سانگهڙ وارو سانگ، نوڙ وارو سانگ، پرئي وارو سانگ، عمر ملاح جو سانگ، موڙي سانگ، سورو وارو سانگ، گرڪٽو ڀگهاڙي سانگ، لسي وارو راڄ واهہ، سانگ واهہ، دم واهہ ،هيرڻ ڍنڍ، حسين علي نظاماڻي جو ڪڙيو. دينو مري جو ڪڙيو ۽ جهوڙي جو ڪڙيووغيره شامل آهن. مکيءَ ۾ مختلف سانگ هوندا هئا، جن ۾ هرٽي واري ڇندڻ، هيرڻ سانگ يا هيرڻ واهہ، دولو وارو گهارو وغيره شامل هئا.

## باب ٽيون

# مکي جا اصلي رهاڪو، شهر ۽ ڳوٺ

انگريز دور کان اڳ بہ مکي وڏو آباد علائقو هو. جتي ماڻهن جي گذر سفر جو اهم ذريعو چوپايو مال هوندو هو. هتي مختلف ذاتين جا وڏا پاڙيا رهندا هئا. انهن ذاتين ۾ هي ذاتيون قابلِ ذڪر آهن. اڄڻ، ميرجت، ملاح، شر، منگواڻا، انڙ، جمالي، چانگ، وساڻ، سيد، رونجها، چانديا، ٻهڻ، پاٽوجا، حجام، شڪاري، ڳاها، ابوپوٽا، موچي، منگريا، ماڇي، ڪوري، ڪنير، گدارا، پرهياڙ، ڪُليار، خاصخيلي، نظاماڻي، ڏهيا، ڏاهري، بالادي، آرادين جا (جوڻيجا) جهلڻ، مري، راڄڙ، پتي پوٽا راڄڙ، ملان راڄڙ، ( پتو ۽ ڏهر راڄڙ پائر هئا، پتي جي اولاد پتي پوٽا ۽ ڏهر جي اولاد ملان راڄڙ سڏبا آهن) لاشاري، پلهه، چانهيا، پرڳڙي، هنگورا، مگسي، پنيرا، پٽ، واٽيا، سک، ميگهواڙ پيل، اوڏ، ڪتي، ملاح، سومرا، ڪارڙا ۽ ساند شامل آهن. جن مان ڪجهه ذاتين جو مختصر ذڪر هت ڪجي ٿو:

**اُڄڻ:** ڪڏڙي کان اتر وينل هئا، جتي هينئر بہ سندن اڪثريت آهي. منڙائو ۽ جڪڙائو واري پاسي بہ اُڄڻ وينل آهن (اڄڻ اصل ۾ جت چيا وڃن ٿا.) جڏهن تہ جهلڻ ۽ بالادي بہ جت چيا وڃن ٿا. ان وقت اڄڻ ٻڪرار ۽ ڏنار بہ هوندا هئا، جيڪي 17 ميل واري موري وٽ وينل هوندا هئا.

**وساڻ:** مال وند هوندا هئا، پوءِ زمينون ڪنيون، جيڪي چون ٿا تہ ٺڪرن جون هيون. ڪانڊيرو وساڻ وڏو مشهور وڏيرو هو. مڪي وارا وساڻ هرپچن واري دڙي، منڙائو پنڌريهين ۽ سورهين ديهہ ۾ بہ رهندا هئا. فضل وڏيرو پاڳيو بہ هوندو هو. سندس مال گهٽو ڪري ٽڪنبي کان الهندي ، 11 کان الهندي اتر ۾ هوندو هو. فضل وڏيرو مهمان نواز ۽ سخي مرد هو ۽ سڄي تر ۾ مشهور هو. اها رات نياڳي، جنهن رات وٽس ڪو مهمان نہ هجي. ان رات ماني ئي ڪونہ کائيندو هو. سڄي رات ڪچهري پئي هلندي هئي، نڙ جو بہ وڏو شوقين هو.

وساڻن ۾ هڪ گودو وساڻ، ڪانڊيري وساڻ جو مائٽو پاءُ هو. هو شاعري بہ ڪندو هو. سندس هڪ بيت اڄ بہ جهونن جي سينن ۾ سانڍيل آهي. ڪاش ان تي ڪو وڌيڪ ڪم ڪري! گودي وساڻ جي بيتن جو نمونو:

ٻلي توکي ٻيو بہ ڏيان، پر تون ٿي ڪرين خلل ۽ خواري،
اٿو نہ کائين اسان جو تہ تنهنجي ڏاڍي ڪيان پوئيواري،
پوءِ تون سڄي ساري، هنرن (ڪوئن) کي هنيو وتين.

سندس ٻيو شعر

ڪشي هنيون مانس ڪرنگهي جو چگهو آيس چٽڪو
اڄڻ جي اوريان وڃي ٻلي ڪيو سٽڪو
باري بيمان اٿي ڪر، هن چوري جو چٽڪو. (باري نالو هئس)

**ميرجت:** سوئنٽي واري ڪُنب پرسان تاريخي پميو ڳوٺ جا وينل هئا (اتي فراسيون ناهيندا هئا) انن جا وڳ بہ هوندا هئن. هينئر ڪجهہ راوتياڻي ۽ ڪڏڙي پرسان بہ وينا آهن. پوءِ مارشلا دوران اٽل پٽل ۾ اهي لڏي

60 ميل واري پاسي وڃي وينا. ( ڪي وري ٻچن ۽ ٻه سانگي واري دڙي پرسان به وينل هئا) سندن مايون ٻڪرين جي ڏاس مان ٻورا. جن کي ڪاهيون چوندا هئا، ۽ فراسيون ٺاهينديون هيون. پاڻ نڙ وڄائيندا، بيت چوندا هئا، ڪچهريون ڪندا ۽ ايندن ويندن کي پيا کير پياريندا هئا!!!

انهن ۾ گل شير مير جت پهلوان مشهور هو. چون ٿا ته هڪ ڀيري ادائي مٽن جي ٻوري ڪٽي سانگهڙ مان پئي آيو ته ٻچن واري دڙي وٽان بگهڙ اچي ڪيس جهليو. ته ان کي ڄاڙي هيٺيان جهلي، ڪٽي جو اچلائينس ته بگهڙ ويچارو به اڌ ٿي ويو!

چون ٿا ته هڪڙي شينهن پئي اٺ کي ماريو. گلشير شينهن کي وٺي پيچ مان ۾ تلهڙون هيون، پر هو پڄي ويو!! هُن وڃي ڳوٺ ۾ اها ڳالهه ڪئي، جنهن تي پيرو کنيو ويو. چون ٿا ته اهو واقعي شينهن جو پيرو هو. جي اها ڳالهه صحيح آهي ته ان مان اها به خبر پئي ٿي ته شينهن يا ان جهڙو ڪو ٻيو جانور (شايد چيتو وغيره) به هتي رهندا هجن.

گلشير جي پٽن جا نالا گوهرام، ڪنڊو، ڏنو، سوڍو، پيارو، راڻو، ٻجويا بجر ٻڌايا وڃن ٿا. جڏهن ته ڪيس هڪ ڏيءَ بختارور نالي به هئي. افسوس جو هاڻي گلشير جي باري ۾ ڪا گهڻي ڄاڻ نه ٿي ملي.

مڪي جا پراڻا ماڻهو چون ٿا ته ميرجت ڏاڍا چڱا ماڻهو هوندا هئا ۽ ايندي ويندي جو اهڙو ته سُٺي نموني آڌرڀاءُ ڪندا هئا جو ان ڪان پونئر به وسري ويندا هئا! هو چارائي تي ٻين جا اٺ به چارينندا هئا، جن ۾ وساٽن جا اٺ به شامل هئا. انين جو کير پيئڻ ڪري، زالين مڙسين ڳاڙها لال لڳا پيا هوندا هئا. ان حوالي سان مڪي جي ماڻهن وٽان سندن لاءِ هڪ بيت هن ريت به ملي ٿو ته:

اڏريان ني ڪونجان، وڃ لٺيان ني پوٺي،
سهٽيان جنٽيان، کير پينديان ني اوٺي.

نڙ بيتائن وٽ صابل جي ڦوڪ وانگر ميرجتن لاءِ به هڪڙي ڦُوڪ مشهور هوندي هئي. جنهن کي ‘لاليءَ’ جي ڦُوڪ چوندا هئا. سدورو ۽ لالي نڙ بيتن جوائين مشهور قصو آهي/هو، جيئن مڪي جو ئي هڪ ٻيو نڙ بيت جو قصويا رومانوي داستان ‘صابل ۽ بهرام جمالي’ آهي. ڪاش ڪو لالي ۽ سدوري جي حوالي سان به تحقيقي ڪم ڪري!

**منگواڻا:** اڳ ۾ ياڳيا ۽ مالوند هئا، پوءِ ٻنيون ٻارا ورتائون. مخدوم صاحب جا مريد آهن. راڻو منگواڻو ۽ سارنگ مشهور ياڳيا هوندا هئا. سارنگ جي باري ۾ مشهور آهي ته هن ڪيتريون ئي مينهون ڏئي هڪ سان/سانهه آندو هو جنهن جي مٿي تي ڪجهه لکيل هو. اهو سان/سانهه هُن پري ڪان شوق ڪري آندو هو. جڏهن اهو سان مري ويو ته ان کي ڪفن ڏئي دفنايو ويو. هن وٽ هر قسم جون سئو سئو مينهون هونديون هيون. (مثال طور: پوريون، پوليون، ڪاريون، چالون، بور ، پنج ڪلياڻ، بورڇهه ڪلياڻ، ڪلم، ڳاڙهيون، بگيون، ڪنڊيون، گوشي، پِل، هالاوي، ماڻڪي ۽ بکل وغيره) جن ۾ هر قسم سان، سانَ به انهي قسم جو هوندو هو. هڪ ڀيري ڏکڻ ڪان مينهون ڪاهجي آيون، ڏٽي به اچي پهتا. جن مينهون سڃاتيون، ڪيس ڪورٽ ۾ وڃي پهتو. سارنگ چيو ته آئون به ٿو مينهن کي سڏ/نال ڪريان، هو به مينهن کي سڏ ڪن، جنهن جي سڏ/نال تي مينهون آيون، مينهون اُن جون. مينهون ڏٽين بجائي سارنگ جي سڏ تي آيون ۽ ڪيس

ئي مليون. هن جي ايتري تہ لسي ٿيندي هئي، جو اها جتي هاربي هئي، ان جو نالو ئي ‘لسي وارو سانگ’ پئجي ويو. جيڪو گجري/ڳجهڙي پرسان هو. منگواڻا حر تحريڪ دوران، مال جي چرڻ ۾ ماني وجهي، حرن کي پهچائيندا هئا. ڇو جو انگريز دور ۾ ماني ٻڌي کڻي وڃڻ جي سخت منع ٿيل هوندي هئي. ان ڪري حُر ان مال جو چڙو جاچيندا هئا، جيڪو نہ وڃي ان جي ڪين خبر هئي تہ ان ۾ ماني ٻڌل هوندي.

**انڙ:** انڙ سماٽ آهن. انهن مان مکي جو قائم انڙ چورن جو ڊپٽي سڏرائيندو هو. منگواڻن وانگر اُنڙن بہ حرن سان واهہ جو نڀايو. ‘ش’ وانگر چغل ڪونہ ٿيا، پر پاڻ چوري وارو شغل ضرور ڪندا هئا.انهيءَ ڪم ۾ صيفل، غالب ۽ مراد علي وڏا نالي وارا ٿي گذريا آهن. اُنڙ پاڳيا بہ هئا، پوءِ وري سندن ٻني ٻاري سان واسطو بہ ٿيو. انڙن ۽ منگواڻن وٽ مينهون بہ هونديون هيون.

**جمالي:** بيت چوڻ ۽ نڙ وڄائڻ سان گڏ نڙ جي گهٽي شاعري بہ ڪئي اٿن. گڏوگڏ چوري چڪاري جو شغل بہ ڪندا هئا، جمالين وٽ ڳئون ۽ مينهون بہ هونديون هيون. چون ٿا تہ مَکي ۾ آجي وارو دڙو، گهوڙي واري پٽ بہ انهن جو مَسڪن هو.

**چانگ:** چانگ بلوچ آهن. عام ماڻهن جي بقول تہ خدا شل پاسي ۾ نہ ويهاري، شل نہ ڪا پاڙي ۾ هڪڙي زائفان هجي، ڏهہ ڏهہ جٽا پيا پنهنجي منهن چڪر ڪاٽيندا. پاڳيا هوندا هئا. مال جون چرون هونديون هيون. ميوو چانگ مشهور پاڳيو هو. ڳئون وڏيڪ هئس. داد ۽ سراج بہ مشهور پاڳيا هئا. سماٽري تي انهن جو ئي مال هوندو هو. اڻ ڏٺيون هليون ويندون هيون، ايترو مال هوندو هون. چون ٿا تہ مرشلا دؤران شر، پرڳڙي، جمالي ۽ منگواڻا هتي جو گهٽو چوپايو مال ڪاٽي ويا. جيڪو گهڻو ڪري سڄو حرن جو هوندو هو. حُرن جو رهيو سهيو مال فوجين ڪاڏو. منڙائو، سماٽري، ڪرپهتي ۽ ستابو وغيره چانگن جا پٽ هئا. سندن ٻولي سرائڪي هئي.

**ملاح:** ملاح مياڻين ۽ ڍنڍن تي رهندا هئا. واڍڪيءَ ۾ سندن وڏو ڳوٺ هو. يوسف جي مياڻ، سومر جي مياڻ (باڪوڙو) ۽ جعفر جي مياڻ، ملاحن جا وڏا ڳوٺ هئا. هو گذر سفر خاطر مڇي مارڻ کان علاوه راڄن جو پاٽي بہ ڀريندا هئا، يعني پخالي بہ هوندا هئا.

**ابوپوٽا:** ابوپوٽا واڍڪو ڪم ڪندا هئا ۽ موجوده واڍڪيءَ پرسان رهندا آهن. ان ڪري ئي شايد واڍن جي پنيان، ڳوٺ واڍڪي سڏجڻ ۾ آيو.

**شر بلوچ:** شر اصل ۾ بلوچستان جا آهن، پر هتي ڪڇي کان آيل آهن. بان پرسان دليل شر، مَکي ۾ ڪڏڙي کان اتران، جيئري شر جو ڳوٺ ۽ دريڙي ۾ بہ شر ويٺل آهن. شروع ۾ مال وند هئا، هتي مال سانگي آيا هئا. شروع وارا شر، تئُرا شر سڏبا هئا. اڳي رونجها ۽ شر رڍن تي گهٽو گذارو ڪنداهئا. صادق فقير شر، جماعتي راڳي مشهور هو. جيڪو چون ٿا تہ دودن جي ڪنڊن يا جُهن جو هو ۽ مَکيءَ جي ڪنڌي تي ويٺل هو. مشهور آهي تہ خدا شرن کي اڳ ۾ پيدا ڪونہ ٿي ڪيو. شرن گهٽو چيو تہ اسان کي پيدا ڪر. خدا چيو تہ مون توهان لاءِ روزي ئي پيدا نہ ڪئي آهي. شرن چيو تہ تون پيدا ڪر، باقي روزي اسان پاڻهين ‘چپان چيڻان’ ڪري ڪائيندا سون. شرن ۾ اڪ ۽ بخشو ڏور جا مشهور شاعر هئا، سندن وڏيون ڪچهريون هونديون هيون.

بخشو شر ۾ مشهور سگهڙ ٻيڙي فقير ڪنيار جو ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي مشهور پروگرام فتح خان جي ڪچهري ۾ ڏور جي حوالي سان ڏاڍو دلچسپ مقابلو به ٿيو هو.

**مکيءَ ۾ وينل هندو ۽ سک:** هتي ٻين سان گڏ واڻين جا به ڳوٺ هئا ته سکن جا به سڄي ديهه واڻين جي هئي. واڻيا پاڻ پيرو مل ۾ وينل هئا. هتي سندن پائيوار ۽ هاري رهندا هئا. 30 ديهه ۾ به انهن جا دُڪان هئا. ماڻهن کي سود/وياج وغيره به ڏيندا هئا ۽ ان جي بدلي ۾ ڪائنئ زمين وٺندا هئا. ماڻهن کي ٻني جي اهميت جي خبر ئي ڪونه هئي. اڳي ماڻهو سادا هئا، هاڻي واري چالاڪي ۽ بيماني ڪونه هئي. ڪن ماڻهن جو اهو به چوڻ آهي ته اڳي هتان کان وٺي ڊگهڙي تائين سکن جا ڳوٺ هئا. ٽنڊي جان محمد تائين به سک وينل هئا.

افسوس جو حر مارشلا ۾ جتي مکي جو ٻيو گهڻو ڪجهه تباهه ۽ برباد ٿيو اتي ان جا شهر ۽ ڪيترائي ڳوٺ هميشه هميشه لاءِ وجود وڃائي ويٺا ۽ انهن کي آباد ڪندڙن به حسرت ڀريل نگاهن سان ڏسندي، پنهنجا شهر ۽ ڳوٺ ڇڏڻ تي مجبور ٿي ويا.

نوٽ: اڳي مکي ۾ وڏن ڳوٺن بجاءِ گهڻو ڪري واهڻ هوندا هئا. جيڪي جهنگ ۾ ٻن ٽن گهرن تي مشمل هوندا هئا، انهن کي واهڻ سڏبو هو. ان کان علاوه هتي ماڻهن جا ڳوٺ 'پاڙن' جي نالن پنيان سڏبا هئا. جيڪي پاڙي وڏڻ ۽ نئون پاڙي اچڻ بعد ٻڌي ويا ته اهي هنڌ ڳوٺن، پاڙن ۽ دڙن جي نالي سان سڏجڻ لڳا.

## مکيءَ جا ڪجهه اوائلي شهر ۽ ڳوٺ

مَکي جيئن ته هڪ وسيع ۽ آباد علائقو هو ان ڪري هتي ماڻهن جي وڏي آبادي هجڻ ڪري، هتي ڪيترائي ننڍا وڏا شهر ۽ ڳوٺ پڻ آباد هئا. شهرن جو اڪثر ڪاروبار ورهاڱي کان اڳ ٻين علائقن وانگر هتي به واڻين جي هٿ وس هو. مَکي ۾ واڻين جي وسندڙن شهرن ۾ منڙائو ڪِڇو جکڙائو سماٽري، ڪاڪ ۽ ٽنڊو سائينداد اهم شهر هئا.( چون ٿا ته ٽنڊو سائينداد سيدن جو ٽنڊو هو) هتي جو 'ڪاڪ' نالي وارو شهر، جتي مومل سان دلچسپي رکندڙ محققن جو منتظر آهي، اتي 'ٽنڊو سائينداد' جو هجڻ وري، انهن ماڻهن جي، انهيءَ راءِ کي نظر انداز ڪري ٿو جن جو خيال آهي ته مَکي جو علائقو هڪ آزاد علائقو هو جتي نه ته خيرپور جي ميرن جي مرضي هلندي هئي، نه ئي جنهن تي حيدرآباد جي ميرن جو هٿ هو نه ئي جنهن تي ميرپورخاص جي ميرن جي حڪومت هوندي هئي.

مَکي ۾ منڙائو جو شهر، ڳجهڙي (گجري) کان الهندي ڏکڻ ۾، ڪِڇو. گجري کان اتر الهندي طرف هو. ڪِڇو جيڪو سماٽري شهر جي ويجهو هو ۽ پوءِ اها چوڻي به مشهور ٿي ته سماٽري آباد ٿي ۽ ڪچو ڦٽو ان مان به لڳي ٿو ته ڪِڇو جو شهر سماٽري جي ويجهو ئي هو جنهن جڳهه تي پوءِ ورڪشاپ آباد ٿيو. ورڪشاپ ان ڪري مشهور ٿي ويو جو هتي انگريزن جي مختلف قسمن جي مشينري وغيره پيل هوندي هئي. عجيب ڳالهه اها به آهي ته انگريزن هتي مختلف ديهن جا نالا رکڻ مهل ٻين پراڻن ڳوٺن ۽ شهرن جا ته نالا رکيا، پر ڪِڇو ويچاري جو ڪٿي نالو نشان به نه رهيو! جکڙائو. ورڪشاپ کان اڀرندي اتر، ناري/رانتي کان اڀرندي ڀِٽ جي مهراڻي ۾، جتي هيئنر روضي ڏٽي جن جي نهرايل ڏڏر واري مسجد آهي، ان جي ڀرسان

ٽنڊو سائينداد واقع هو. جتي ٽاٽو به هو. ڏڏر واري مسجد کي  چون ٿا ته حر مارشلا وقت، انگريزن رڳو ان
ڪري تي پيرا باهه ڏيئي ساڙايو.جو اها روضي ڌڻي جي ٺهرايل هئي.

# ڏُبي: ماضي جو شاندار اسلحہ سازي جو مرڪز

سانگھڙ ضلعو نہ صرف هٿ جي هُنرن جي حوالي سان، سنڌ ۾ پنهنجي هڪ منفرد حيثيت رکي ٿو، بلڪہ ماضي ۾ هتي ’ڏُبي‘ ۾ نهندڙ هٿيارن جي بہ وڏي هاڪ رهي آهي. هٿيار ناهڻ جو مرڪز ڏُبي سانگھڙ تعلقي جي يوسي شاهہ سڪندر آباد، ديهہ ڏُبي، ٽپو جڪڙائو، (ڏُبي جي ڏکڻ ۾ ساڳي ديهہ ۽ ٽپي اندر ٽي ڪن ڪلوميٽرن تي ميرن جي دور جو تاريخي ماڳ ’بادار جو ڪوٽ/قلعو‘ بہ واقع آهي) منڍ جمڙائو کان سِڌ ڏکڻ ۾ پندرنهن ڪن ڪلوميٽرن تي ۽ سانگھڙ کان ٽيهارو ڪن ڪلوميٽر اُتر منڍ جمڙائو ورڪشاپ کان نڪرندڙ روڊ تي، پندرنهن ڪن ڪلوميٽرن تي مکي جي ڍنڍن ۽ اچڙي ٿر جي شروع ٿيندڙ پٽن جي وچ واري علائقي ۾ قائم قديمي ڳوٺ ’ڏُبي‘ جي هٿيارن جي اهميت ۽ مارڪيٽنگ ان ڪري بہ هئي جو، پاڪستان نهڻ کان اڳ جڏهن سڄو برِصغير گڏيل هو، تڏهن هتان کان هندستان جي سرحد، خيرپور ضلعي جي ناري تعلقي واري پاسي، هڪ بئي دفائي لحاظ کان اهم هنڌ ’ڇنڙي ڪوٽ‘ وٽان سئو ڪن ڪلوميٽرن تي هئي/آهي. ڏُبي جي اوپر ۾ ڏيڍ بہ سئو ڪلوميٽرن تي جيسلمير جو ضلعو ساهہ ڳڙهہ، تعلقو سِم واقع آهي. جڏهن تہ اڄ بہ ان ڳوٺ/علائقي جي چوڌاري مختلف ڍنڍون جن ۾: ڏُبي، ڪاروڙو، ڄَون واري، ڪِرڙ واري، ڪوڏڙي، ليهور، ميرو واري، (جتي پير صاحب پاڳاري ڪوٽ ڏٺي، واڳون ماريو هو) بستوئي، سليڏي، سعيد واري، فتح واري، نِرمل واري، رڪيل واري، ڪلئي واري، ڪانن واري ۽ ڪنڊي واري وغيره وجائجي ويل ’مکي‘ جي ’باقيات‘ مثل لڳن ٿيون!

ڏُبي ۾ هٿيار ناهڻ جو ڪم ابو پوٽن شروع ڪيو، جيڪي اڳ ۾ لوهارڪو ڪم ڪندا هئا. جڏهن تہ هتي جي پنجهٺ ڪن سالن جي چاچي ڏٺي بخش ولد دادلو ابو پوٽو جي بقول تہ (20-11-2016 تي ورتل انٽرويو مطابق) اڳي هتي رند بہ هئا. ابوپوٽا اسلحہ سازي جو ڪم سِکن کا سکيا هئا. سِک هتي ڪلهوڙا دؤر ۾ آيا يا ان وقت بہ هتي آباد هئا، پر چون ٿا تہ هي ڪم، گلاب خان ۽ ٻيا ڪٽان ٻاهران، سِکن کان سکي آيا هئا.

مکيءَ جي انهيءَ علائقي ۾ توڙي پرپاسي جي ٻين ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ ورهاڱي کان اڳ واٽين سان گڏ سِک بہ رهندا هئا، بلڪہ اهي ڳوٺ هئا ئي سِکن جا. مثال طور مکيءَ جي ڪنڌي تي قائم ڳوٺ ڪوٽنواب ۾ بہ سِک هئا تہ ڪوٽنواب جي اُتر ۾ مکي جي علائقي ’ٻِڳ‘ واري پاسي وڏي پٽ تي توڙي جانب ڍورو، اوڍ، 10 چڪ ۽ ڳجھڙو/گُجري ۾ بہ سِک وينل هئا.

انگريز دؤر ۾ هتي اسلحہ سازي جا ٽيهارو ڪن دُڪان هوندا هئا، جن کي دُڪان يا دُڪڻ سڏبو هو. هتي نهندڙ خاص هٿيارن ۾ منهن پرڻ واريون بندوقون، ڪان واريون ۽ ڇيرن واريون، 9

ماسن ۾ 7 ماسن واريون ڪان هٽڻ واريون بندوقون هيون! جن جا ناهيندڙ ڪاريگرن ۾ چٽو خان، محمد علي، مير محمد، پير بخش، گلو، احسان، غلام حُسين، خان، دادلو، ونهيل ۽ ٻيا شامل هئا. جڏهن ته هتي شاندار قسم جون تلوارون به ٺهينديون هيون، جنهن جا خريدار بلڪه انهن کي پاڻ وٽ وني رکڻ جو شوقين ۽ قدردان ٻين سان گڏ پرپاسي جي مختلف رياستن جا راجه مهاراجه به هوندا هئا. هتي ٺهندڙ هٿيار، تلوارون ۽ ڪهاڙيون ٻين معرڪن کان علاوه حرتحريڪ دوران به وڏي پئماني تي استعمال ٿيون. ان کان سواءِ هتي جون ڪهاڙيون، ڪهاڙا، ڪاتيون، ڪات، چاقو، ڏاٿا، سرايون، ڪوڏريون ۽ پنجوڙا/ڪيهيڙا، به پري پري تائين مشهور هئا. جن تي انگريز مرشلا دور ۾ سخت اک رکي ويندي هئي. ان مقصد لاءِ انگريزن هتي ٿاڻو به قائم ڪيو ويندو هو، جيڪو هتي ٿيل بمباري بعد ختم ڪيو ويو. سرمو وجهڻ وارو واري ڪاني ته اڄ به پنهنجو مَٽ پاڻ آهي. جنهن جي هڪ خاصيت اها به آهي ته اها خاص ڪري ننڍي ٻارن کي سرمون پائڻ جي ڪم ايندي آهي. چيو وڃي ٿو ته ان سان ٻارن کي سورمون پارائڻ سان، ٻارن جي اک وڏي ۽ خوبصورت ٿئي ٿي. هتي ٺهندڙ ڪانيون ته پير صاحب پاڳاري پاران ٿيندڙ قرباني ۾ خاص طور تي استعمال ٿينديون رهيون آهن. ان کان سواءِ هتي اُٺ جو پِتل جو ڪم ٿيل پاڪڙو جنهن کي پيتلي به سڏبو هو، سو به سنو ٺهندو هو ۽ ان سان گڏ ڪَنجي ۽ ڪاٺ جا وٽا به ٺهندا هئا. هتان پرسان ئي هڪ ٻئي ماڳ 'مائي مَت' جا منگريا توڙي ڏُٻي جا ابوپوٽا آسرينهن لئي جي ڪاٺ مان (آسرينهن لئي جو ڪاٺ هُن ڪري استعمال ٿيندو هو جو اهو ڦاٽ ڪونه ڪائيندو هو) چاڏي وارا وڏا وٽا، پاٽوڙا توڙي ٻيا ڪيترائي ٿانو ناهيندا هئا، چو جو هُن وقت ڪافي هنڌن تي ڪاٺ مان ٿانو ناهڻ جو پڻ رواج هو.

اها ڳالهه به قابلِ ذڪر آهي ته هتي جا ماڻهو درگاهه پير ڳوٺ جا مُريد روضي ڌڻي رح جن جي وقت ۾ ئي ٿي ويا هئا . هتي جي ٺهيل بندوقون، ترارون، ڪهاڙيون، ڪوڏرون ۽ ڪاتيون هونئن ته ڪيترن ئي ماڻهن کي تحفي طور ويون، پر هتي جي ماڻهن کي اڄ به گل محمد ابو پوٽي پاران پير صاحب ڪوٽ ڌڻي کي پيش ڪيل بندوق اڄ به ياد آهي، جڏهن پاڻ هتي آيا هئا. جنهن جو ذڪر هو وڏي عقيدت ۽ احترام سان ڪن ٿا.

ماضي جو هي اسلحه سازي جو شاندار مرڪز جيڪو مقامي سياحت جي حوالي سان ۽ قدرتي نظارن جي قدردان ۽ شوقين سياحن لاءِ دلفريب منظر رکي ٿو، سو اڄ بس رڳو جهونن جي سينن ۾ يا ڪٿي ڪن ڪتابن ۽ مضمونن ۾ ئي محفوظ رهجي ويو آهي!

هتي اڄ اهڙو ڪجهه به ڪونهي، جنهن سان خبر پوي ته هتي جو ماضي ڪيترو نه يادگار ۽ شاندار رهيو آهي، سواءِ ان جي ته دڙي تي لوهه جا ملندڙ ڪجهه ٽڪرا، اڳاٽن وقتن جي اوج جي ياد ڏيارين ٿا!

## منڙائو: سِڪن جو اهم پر وجود وڃائي ويٺل شهر

ضلعي سانگهڙ ۾ جيڪي سِڪن جا شهر/ڳوٺ هئا، انهن ۾ تعلقي سانگهڙ جي مڪيءَ واري علائقي ۾ يوسي گجري، ديهه ۽ تپي سماٽري جي موجوده چڪ 67 وارو شهر 'منڙائو' به انهن ۾ هڪ وڏو شهر هو. هي شهر تقريباً 10/8 ايڪڙن ۾ پکڙيل هو. جتي جا سيئي گهر تقريباً ڏيڍ فُٽ کن اوڏڪين ڪچين پِتين جا نهيل هئا، پر انهن مان ڪافي گهرن جي درن وارا محراب پڪين سِرن جا به هئا. هتي به منزلہ ٽاٽو به هو. منڙائو ۾ موجوده پرائمري اسڪول لڳ پڪو کوهہ به هوندو هو، جنهن مٿان به گارڊر ۽ انهن ۾ به چرخيون لڳيل هيون. اهو سِڪن جو شهر هاڻي پناڻن جي چڪ نمبر 69 ۾ بدلجي چڪو آهي. جيڪي ٻڌائين ٿا ته سندن هتي اچڻ وقت يعني چڪ نهڻ وقت هتي 'سنڌي' به رهندا هئا، جيڪي تمام غريب ۽ ڊنل هوندا هئا. انهن مان اڪثريت انهن ئي ڏينهن ۾ انگريزن پاران قائم ڪيل حُرن وارن لوڙهن مان آزاد ٿي هئي. سندن ڪِرت مال چارڻ هئي، پر هو ڪير ڪونہ وڪڻندا هئا. ان حوالي سان 1936ع ۾ پيدا ٿيل ۽ 1952/1951 ۾ هتي اچي آباد ٿيل حاجي نور جان پناڻ وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته هو، شروع ۾ 'هڪ چڪ' گجري (ڳجهڙو) ۾ اچي آباد ٿيا هئا. هتان پرسان سانگهڙ منڊي جمڙائو روڊ سڄو پڪو ڪونہ هوندو هو، پر ان جا پاسا پڪين سِرن جا نهيل هوندا هئا ۽ وچ خالي هوندو هو. برسات ۾ اڄ به ماڻهن کي هتي يعني پراڻي منڙائو شهر جي دڙن مان چانديءَ جا سڪا وغيره ملن ٿا، جن تي 'ڪوئين' راڻي جي تصوير اُڪريل آهي. 1952ع ڌاري هتي ڪجهہ عيسائي ۽ ڀيل به رهندا هئا. ان وقت سانگهڙ ۾ پادري اسپتال نهي چڪي هئي ۽ ڪافي غريب هندو ماڻهو، پاڪستان کان اڳ، انگريز دؤر ۾ عيسائي به ٿي چڪا هئا. اُن وقت سانگهڙ ڳوٺ شهر طور اُڀرڻ شروع ڪيو هو، جتي ٻين شين سان گڏ بهارو خان وساڻ (سانگهڙ جي نالي واري اديب حسن وساڻ جو والد ۽ شاهہ الزمان جو ڏاڏو) جي اٽي جي چڪي ۽ آرو مشين به هتي جي ماڻهن کي ياد آهي. هتي پرپاسي ۾ توڙي سانگهڙ ۾ اجا مال پڙي لڳڻ شروع نہ ٿي هئي. ان ڪري ماڻهو چوپائي مال جي خريدوفروخت لاءِ گهٽو ڪري، نوابشاهہ پيدل ايندا ويندا هئا.

چڪن جي حوالي سان حاجي نور جان پناڻ ٻڌائي ٿو تہ چڪ 67، 69 ۽ 70 نيوي وارن فوجين جا چڪ هئا. اڳ ۾ سيني فوجين کي به بلاڪ (32 ايڪڙ) زمين ملي هئي. نمبردار کي 4 بلاڪ ملندا هئا. هر هڪ چڪ تقريباً 300 ايڪڙن تي پکڙيل هوندو هو. جڏهن اُتي A اي ڪلاس جي زمين ختم ٿي وئي تہ پوءِ D ڪلاس جي زمين به فوجين کي ڏني وئي تہ ان جو اگهہ ڪجهہ وڌيڪ هئڻ ڪري، سندن پاران احتجاج ڪرڻ تي في ايڪڙ ريٽ پنجاهہ روپيہ ڪيو ويو. سِڪن جي انهيءَ شهر ۾ ٻين شين ۽ سِڪن سان گڏ هڪ ميڊل به مليو آهي. اهڙا ميڊل جنگ ۾

خاص ڪارنامو سرانجام ڏيندڙ کي ڏنا ويا هئا. لڳي ائين ٿو ته شايد 1935ع ڌاري جنگ جي موقعي تي راڻي پاران هتي رهندڙ ڪنهن ان ماڻهو کي ڏنو ويو هو، جنهن جنگ ۾ ڪو خاص ڪارنامو سرانجام ڏنو هو. ۽ پوءِ جڏهن هتي واهه کوٽيا ويا ته موجوده بان واهه (جيڪو هڪ انگريز انجنيئر جو نالو هو) هتي جي اهم شخصيت، جنهن جي نالي پنيان منڙائو شهر هو، ان پنيان واهه جو نالو منڙائو ڪئنال رکيو ويو. جنهن مان 'مکيءَ' جي علائقي جي شهر منڙائو جي اهميت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

منڙائو ۾ چڪ واري روڊ جي اُتر ۾ شهر ۽ ٿاڻو ڏکڻ ۾ هوندو هو. جڏهن ته ٿاڻي جي اوپر ۾ پٽن جي وچ ۾ ترائي جهڙي تراڪڙي ڇيڪي مٽيءَ جي ڪڏ/ڍنڍ آهي، جتان ڇيو وڃي ٿو ته مٽي ڪٽي، هي شهر ٻڌو ويو هو. زمانو گذري ويو. سِڪ ويا ته مقامي سنڌي به هتان هليا ويا. سِڪ ويا ته وري ڪڏهن به واپس نه وريا! سچ ڇيو اٽن ته زمين مالڪ مٿائيندي رهندي آهي!( 12_08_2016)

## . مڪيءَ ۾ واٽين جو شهر جڪڙائو

مڪي جي علائقي ۾ جيڪي آڳاٽا شهر هئا ۽ جيڪي ورهاڱي جي ور چڙهي ويران ٿي ويا، انهن ۾ واٽين جو شهر جڪڙائو به هڪ هو، جيڪو حُر مارشلا بعد هميشه لاءِ ڦٽي ويو. جڪڙائو ۾ 1916ع ۾ انگريزن پاران 4 ايڪڙن تي ٿاڻو به ناهيو ويو، جيڪو 1945/1940ع ڌاري ختم ڪري منگلي منتقل ڪيو ويو، يا ان جو رڪارڊ 'منگلي' ٿاڻي کي ڏنو ويو. ان ٿاڻي جا نشان اڄ به هتي هڪ دڙي تي نڪراڻي جي شڪل ۾ موجود آهن. جڏهن ته هتي پوليس لاءِ ڳاڙها بنگلا ۽ ڪوارٽر به هوندا هئا. ٿاڻي جو آخري صوبيدار امداد علي شاهه هو، جنهن ٿاڻي جي ختم ٿيڻ بابت ڳوٺاڻن کي آگاهه به ڪيو هو. چون ٿا ته هي ٿاڻو حُر مارشلا ۽ حرن جي ڪاروائين جي ڪري نهيو هو، پر پوءِ شايد محفوظ مقام تي نه هئڻ ڪري، منگلي منتقل ڪيو ويو.

هي ٿاڻو ناري جي اولهه ۾ تقريباً ٽي کن ڪلوميٽرن تي واقع هو. جنهن جي پرسان پراڻو بچاءُ بند اوپر اُتر ۾ لڳو لڳ هو. جڏهن ته ورڪشاپ جو شهر هتان کان اولهه ڏکڻ ۾ ٽي کن ڪلوميٽرن تي موجود آهي. هن وقت هتي ملاح ۽ شر آباد آهن ۽ ڳوٺ، 'جڪڙائو' بجاءِ 'جيئندو شر' ڳوٺ طور سڃاتو وڃي ٿو. جڏهن ته هتي جون زمينون گهٽي ياڳي فوجي الاٽمنٽ آهن ۽ هي علائقو هن وقت چڪ 19 ۾ شامل آهي. جڪڙائو جو پرائمري اسڪول 1932ع ۾ نهيو هو. جيڪڏهن حُر پڳلن جون ڪاروايون ۽ هن علائقي ۾ حُر مارشلا نه هجي ها ته هتي جا ماڻهو 1932ع ۾ ئي پڙهي پون ها ۽ پڙهڻ بعد هو شايد اڄ کان بهتر حالتن ۾ پنهنجين زمينن ۽ شين جي مالڪي ڪرڻ جي اهل ٿي وڃن ها. پر وقت ۽ حالتن ائين ٿيڻ نه ڏنو! 1932 ع جي اسڪول مان شهر جي آبادي وڏي هجڻ جو اندازو به آساني سان لڳائي سگهجي ٿو. ورهاڱي

بعد واڍين هتان لڏي وڃي ٻيا وڻ وسايا ۽ سندن جاءِ اچي ڪن ٻين والاري! پر سندن خال پرجي سگهيو يا نہ، اهو وڃي ڪو تاريخ کان يا باقي هتي ٻچيل جهونن کان پڇي!

## ڳُجهڙي مان ڦري ٿيل گُجري!

سانگهڙ منڊ جمڙائو روڊ تي، سانگهڙ کان 18 ڪن ڪلوميٽرن تي واقع ڳجهڙو، مڪي جي علائقي جو هڪ اهڙو مٿاهين وارو دڙو /هنڌ هو، جتي اتفاق سان مچر گهٽ هجڻ ڪري، پاڳيا مچرن جي آزار واري وقت پنهنجو مال هتي اچي ٻڌيندا هئا ۽ هتي رهڻ کي ترجيح ڏيندا هئا. هتي آباد ذاتين ۾ اُنڙ، منگواڻا، سِڪ، واڍيا، راڄڙ ۽ پهوڙ شامل هئا. جڏهن تہ هتي واڍين ۽ سِکن جي دُڪانن کان علاوه ميگهہ ۽ اوڍايو راڄڙ جا هوٽل بہ هوندا هئا.

’يوسي گجري‘ جو نالو. جيڪا يوسي 1967ع ڌاري ايوب خان جي دور ۾ ٺهي. جڏهن تہ گجري ۾ اڄ موجود ايريگيشن وارو بنگلو انگريز دور ۾ 1915ع ۾ خوف واري دڙي/پٽ تي ٺهيو هو. جڏهن تہ گجري بذاتِ خود ڪنهن بہ ٻولي جو ڪوبہ لفظ ناهي. اهو هنڌ جيڪو هينئر ’گجري‘ سڏجي ٿو اصل ۾ ’ڳجهڙو‘ نالي پٽ هئي، جنهن جي اپرندي پاسي ڍنڍ هئي، جنهن جا نشان اڄ بہ موجود آهن. اهو هنڌ/پٽ، گهاٽي جهنگ ۾ لڪيل هجڻ ڪري ’ڳجهڙو‘ سڏبو هو. جيئن تہ اهو هنڌ مکي ڍنڍ ۽ ٻيلي جي ڪري گهاٽو جهنگ هو جتي ڪنهن ٻئي ماڻهو جو اچڻ يا پهچڻ مشڪل هو ان ڪري ان هنڌ کي ’ڳجهو‘ هنڌ سمجهبو ۽ سڏبو هو. جيڪو پوءِ روايتن مطابق ڳجهي مان ڳجهڙو ٿي ويو. ڳجهڙي وارو اهو هنڌ ’سانگهڙ سرڪار‘ قائم ڪندڙ(1885ع کان 96_1895ع تائين) بچو بادشاهہ خاصخيلي ۽ پيرو وزير وساڻ جو هيڊ ڪوارٽر ۽ فيصلہ ڪرڻ جو هنڌ بہ رهيو تہ ’حر مارشلا‘ دوران، حرن جي لڪڻ جو هنڌ بہ هو. پوءِ انهي هنڌ تي انگريزن پاران چوڪي قائم ڪرڻ واسطي هڪ بنگلو بہ ٺاهيو ويو. جيڪو ماڻهن ۾ انگريزن پاران سزا ڏيڻ يا پوءِ حرن تي ڪاروائين جو مرڪز هجڻ ڪري ’ خوف وارو بنگلو‘ نالي سان بہ مشهور ٿيو. خوف واري بنگلي جي جڳهہ تي اڳ ۾ خوف وارو دڙو هو جتي جانوري ويڙهل هئا. اڳتي هلي جڏهن هتي جون زمينون رٽائرڊ فوجين کي مليون تہ هتي 1944ع ۾ چڪ نمبر هڪ پناڻ قائم ڪري ڪوهاٽ، ڪرڪ، سوابي، مردان ۽ اٽڪ وغيره مان سابقہ پناڻ فوجي آباد ڪيا ويا تہ ’ڳجهڙو! پناڻن ۽ ٻين ٻاهران آيل ماڻهن جي اچارڻ ۾ مشڪل هجڻ ڪري ’ڳجهڙي‘ مان ڦري گجري سڏجڻ لڳو. (هن علائقي ۾ پناڻن جو پهريون چڪ، واڳن جي حوالي سان نوابشاهہ ضلعي ۾ واقع مشهور گيم سينچري ’ديهہ اَڪرو‘ ۾ 1890ع ڌاري بچو بادشاهہ جي وقت، قائم ڪيل چيو وڃي ٿو)

حُر مارشلا بعد مقامي ماڻهن کي هتان لڏايو ويو، سِڪ ۽ واڍيا ماڳهين مُلڪ ئي ڇڏي ويا، مکي سڄي فوجين کي الاٽ تي وئي تہ ڳجهڙو بہ نالو بدلائي گجري ٿي ويو!

## واٽين جي هڪ پراڻي حويلي جو احوال

مڪيءَ واري علائقي ۾ واٽين جا ڪيترائي ڳوٺ ۽ شهر هئا، جن مان هڪ تعلقي سانگهڙ جي يونين ڪائونسل ڪنڌواري ۾ سروي نمبر 182/181 ۾ بہ هو. جيڪو منگلي ڪان الهندي موجوده 7 چڪ واري هنڌ هو، جتي هينئر صوفي عبدالحق وارن جو ڳوٺ آهي. بقول صوفي صاحب جي 1946ع کان اڳ هتي ٻن ايڪڙن تي هڪڙي ڪچي حويلي هوندي هئي، جنهن جون پتون تقريباً ٻن فُٽن جون ويڪريون هونديون. حويلي جي اندر ۽ ٻاهر گهر هوندا هئا. جن مان صاف ظاهر آهي تہ اندر خاص ماڻهن جا ۽ ٻاهر غريبن جا گهر هوندا هئا. حويلي اندر پڪو کوهہ بہ هوندو هو. صوفي صاحب اهو بہ ٻڌائي ٿو تہ هتي ورهاڱي کان اڳ کا لڙائي لڳي هئي، ڇو جو هتان 20/15 سال کن اڳ تائين اڪثر ڪري ٽري ناٽ ٽري ۽ مارڪ فور بندوق جي گولين جا خول حويلي جي پتين مان چوڌاري ملندا رهندا هئا. هتي ملندڙ گولين وارن خولن مان لڳي ٿو تہ هتي حُر ماشلا دوران ڪو ڦُرلُٽ يا حملي دوران ڪو مقابلو ٿيو هوندو. ڇو جو ان وقت هتي اهڙن مقابلن ۾ ڦُرلٽ جي ڪيترن ئي واقعن جا پڙاڏا اڄ بہ ٻڌڻ باوجود گونجن ٿا ۽ پوءِ شايد حويلي وارا ڊپ مان هتان ڪان هليا ويا! اها بہ عجيب ڳالهہ آهي تہ هتي نلڪي وغيره لاءِ جڏهن 40 فٽ کن بور ڪبو هو تہ زمين مان سِرن جو يا ڪنهن ٻي شيءِ جو ڳاڙهي رنگ جو پاڻي نڪرندو هو. جڏهن چڪ ناهيا ويا، تہ چڪ نمبر 7 وارا شروع ۾ هتي انهيءَ حويلي ۾ اچي رهيا هئا. 1946ع ڌاري هي حويلي ۽ پرپاسي واري 32 ايڪڙ زمين فوجي الاٽمينٽ ذريعي محمد خان ولد ڪالي خان راجپوت کي الاٽ ٿي. حويلي جي اُتر اوڀر ۾ چاڪراڻي جو ڳوٺ هجڻ بابت بہ ٻڌجي ٿو. ٻين ڪيترن ئي ماڳن وانگر هاڻ هن ماڳ بابت بہ مقامي طرح رڳو ايترو ئي مواد ميسر آهي!! ( 12-08-2016)

## مڪيءَ مان گذرندڙ ڊاڪ وارو اوائلي رستو

مختلف علائقن ۾ نہ صرف مختلف ماڳ مڪان تاريخي اهميت رکندڙ هوندا آهن، بلڪ اوائلي راهون ۽ رستا بہ ڪنهن تاريخ کان گهٽ ناهن هوندا. اهڙن ئي رستن مان هڪ 'ڊاڪ وارو رستو' ضلعي سانگهڙ جي مکي جي علائقي ۾ يوسي صدرث جي حد ۾، منڍ جمڙائو کان اولهہ ڏکڻ ۾، ڇهہ ميل موري، جيڪا پڪي واري موري سڏبي آهي، وٽان بہ لنگهندو هو. هن موري جي اولهہ ۾ نئين جمڙائو جي موري لڳو لڳ آهي. جڏهن تہ هڪ ٻيو تاريخي ماڳ 'راهہ واري وارو بنگلو' هتان چوڏنهن کن ميلن تي ۽ اُتان پوءِ، 7 ميل موري اچي ٿي. جنهُن بعد مشهور درگاهہ چام صاحب اُتان کان اولهہ ۾ ٻارنهن تيرنهن کن ڪلوميٽرن تي آهي.

جڏهن تہ پراڻو جمڙائو هتان کان اوپر ۾، فوجي موڙ سانگهڙ جمڙائو رستي تي پنجن کن کلوميٽرن تي ۽ اُتر ۾ مشهور واڳن واري اکري ڍنڍ واري، رامسر سائيٽ قرار ڏنل گيم سينچري آهي. اصل ۾ اکرو ديهہ آهي ۽ ان ۾ چاليهارو کن مختلف ڍنڍون آهن، جيکي واڳن جي مَسڪن جي حوالي سان جڳ مشهور آهن. انهن سيني ماڳ مکانن جي وچ مان هي اوائلي رستو لنگهندو هو، جنهن مان هن جي اهميت جو اندازو آساني سان ڪري سگهجي ٿو. هي رستو اچڙي ٽر واري پاسي کان ٿيندي، نوابشاهہ جي حدن مان لنگهندو، سيوهڻ واري پاسي ويندو هو. ان کان علاوه هن جي ايرندي پاسي جاڙي واري پٽ بہ ڪَر کنيو بيٺي آهي ۽ پري کان ڏسي سگهجي ٿي. جنهن جي اولهہ ۾ ڏيڍ ٻن ڪلوميٽرن تي سرور واري ڪنڊي بہ موجود آهي. جنهن جو هن ڊاڪ واري رستي کان مفاصلو ڏکڻ اولهہ ۾ چار پنج ڪلوميٽر ٿيندو. جيئن نالي مان ظاهر آهي تہ هي ڊاڪ ڪٽي اچڻ ۽ وڃڻ لاءِ نهيل يا استعمال ٿيل رستو رهيو آهي، جهڙي طرح سنڌ جي ٻين علائقن ۾ اوئلي دور دوران ڊاڪ وارا رستا مشهور رهيا آهن.

هاڻ آبادي وڌڻ، زمينون کيڙجڻ ۽ نئون شهرن ۽ ڳوٺن جي آباد ٿيڻ بعد، نئون رستن جي ٺهڻ ڪري، هن رستي جو هاڻ نالو نشان بہ مِٽجڻ تي آهي، بلڪہ مٽجي چڪو آهي. هاڻ رڳو ڪي باقي بچي ويل جهونا ئي هن رستي جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌائين ٿا. ٿي سگهي ٿو تہ ڪنهن اوائلي نقشي ۾ هن جي باري ۾ ڪا وڌيڪ ڄاڻ مقامي ملي وڃي. اوستائين ڊاڪ واري رستي بابت بس ايترو ڪجهہ ئي موجود آهي. ڪنهن وقت هتان بہ قافلا ۽ قافلي وارا گذريا هوندا، پر هاڻ انهي جي پيرن ڪي وقت جي واءُ پُوري ۽ ڍڪي ڇڏيو آهي! (11-08-2016)

## باب چوٿون

# مڪي ۾ چڪن جو نهڻ ۽ ٻاهرين آبادي جو اچڻ

**مَڪي ۾ چڪ:** هاڻ جيڪڏهن پراڻي ۽ اوائلي مکي کي ڳوليو هجي تہ ان کي سانگهڙ وارن چڪن ۾ ئي ڳولي سگهجي ٿو. اُهي چڪ اڳوڻي مکي واري علائقي ۾ ئي قائم ڪيا ويا آهن.

**لفظ چڪ:** چڪ لفظ جي حوالي سان مختلف روايتون ملن ٿيون، جن مطابق:

**پهرين روايت**: اڳي کوهہ هوندا هئا، جيڪي پراڻن يا اوئلي رستن جي پرسان هوندا هئا. انهن مان ڪن کوهن تي نار چڙهيل هوندا هئا. نار جنهن ڦرڻي جي چوگرد ڦرندو هو ان کي ’چڪ‘ چئبو آهي. ان چڪ جي ڪري، چڪ جو نالو ڪالونين تي پيو ۽ چڪن جا نمبر ڏنا ويا. اهڙا چڪ جيڪي نمبرن جي بجاءِ نالن جي پٺيان آهن، سي اڪثر ڪري پنجاب ۾ آهن. جيئن چڪ جُهمره (فيصل آباد) وغيره. پر هتي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ کوهہ واري چڪ جو انهن چڪن سان ڪهڙو تعلق؟ ان جو ڪو بہ جواب ناهي!

**ٻي روايت**: لفظ چڪ، چيڪ تان نڪتل آهي، جيئن چيڪ واري ڪپڙي ۾ چوڪڙيون هونديون آهن، تيئن چڪن جو نقشو هوندو هو تنهن جي پٺيان لفظ چڪ پيو. پر هن ڳالهہ ۾ بہ ڪو خاص وزن نٿو لڳي.

**ٽئين روايت**: جيئن ڪانن جي ٺهيل ’چِڪ‘ هوندي آهي، جنهن کي پَکو بہ چوندا آهن ان ۾ بہ ڪانا هڪ ترتيب سان هوندا آهن، جيئن تہ چڪن جو نقشو بہ هڪ ترتيب سان آهي، سو چِڪ مان ڦري چَڪ ٿي پيو آهي. جيتوڻيڪ اها ڳالهہ بہ ڪا ايتري اهم نٿي محسوس ٿئي.

جڏهن تہ هڪ انگريزي ڊڪشنري ۾ لفظ Chak معنيٰ landed estate مطلب Tenure اردو ٽو اردو ڊڪشنري، اظهر پبلشرز 4 اردو بازار لاهور 1994 اظهر الغات (جامع) صفحہ نمبر 426 مطابق چڪ هندي زبان جو لفظ آهي، جنهن جو مطلب اسم مذڪر، زمين جو ٽڪرو، کير جمائڻ، زمين جو جهيڙو وغيره آهن. چڪ مان چڪ بندي، زمين جي حد بندي جو مطلب بہ ورتو ويندو آهي. بهرحال مکيءَ ۾ مختلف نمبرن وارا چڪ موجود آهن. اُهي چڪ ڪٿي ڪٿي ۽ اڳوڻن ڪهڙن ماڻهن جي علائقن ۾ قائم ڪيا ويا ۽ اُتي ڪير آڻي آباد ڪرايا ويا؟ ان جو مختصر احوال هت ڏجي ٿو.

**پنجاب ۾ چڪ**: پنجاب ۾ قائم ڪيل چڪن ۾ سرگودا، فيصل آباد ۽ ساهيوال ۾ چڪ آهن، جيڪي 1901ع ۾ انگريزن جا آباد ڪيل آهن. جن ۾ پهاڙي علائقي جا ماڻهو آباد ڪيا ويا.

**چڪن ۾ آرمي جو آباد ٿيڻ**: 1899ع ۾ جمڙائو نهڻ بعد ۽ پوءِ پيا واهہ کوٽڻ سان گڏ، انگريزن هتي ٻاهريان ماڻهو آڻي آباد ڪرڻ شروع ڪيا. ائين هتي چڪن ۽ ديهن جي آباد ٿيڻ جو سلسلو شروع ٿيو. جيئن تہ سڀ کان اڳ هتي ٻاهرين آباديءِ ۾ واهہ کان شروع ٿي هئي، ان ڪري اڳ ۾ ديهن جي حساب سان نالا رکيا ويا جيڪو اڃ سوڌو موجود آهن. تنهن بعد چڪن جو سلسلو شروع ٿيو. هڪ ڳالهہ جيڪا سمجهہ ۾ نٿي اچي سا هي آهي تہ، انگريزن سڄي سنڌ وانگر سانگهڙ ۾ بہ ديهن ۽ تپن جا نالا رکڻ مهل، ان علائقي جي ڪنهن عوامي مشهور شخصيت يا تاريخي ماڳ وغيره جي نالي پٺيان ديهہ ۽ تپي جو نالو رکيو پر مکي جي حوالي سان عجيب ٿو لڳي تہ انگريزن ڪجهہ جڳهن تي تہ پراڻن ڳوٺن يا شهرن جي نالن پٺيان ديهن ۽ تپن جا نالا رکيا يا پوءِ جمڙائو ڪئنال کوٽڻ کان پوءِ ان تي آباد ٿيندڙ ديهن جا نالا ديهہ

1، 2، 3، 4. ........ جي حساب سان رکيا. پر چڪ ناهڻ وقت انهن پاران چڪن کي نمبر ڏنا ويا! جتي چڪ نمبر 1، 2، 3، 4............ وغيره ڏنا ويا آهن اُتي، اهو به ممڪن هو ته مکي 1، 2، 3، 4. ...... به هو لکي ۽ رکي پئي سگهيا، پر خبر ناهي ڇو ائين نه ڪيو ويو!!

1941ع ۾ ڪانگريس جي مومنٽ هلي. ان وقت حُرن پاران هڪ بغاوت هتي به ٿي هئي، جنهن ۾ انگريزن ماڻهن کي لوڙهن ۾ بند ڪيو. اڳ ۾ گهٽي پاڳي مکي واريون زمينون حرن جون هيون. حر قيد هئا، انهن جو هتي تمام گهڻو چوپايو مال به هو. هي زمينون اڳ ۾ به آباد هيون، هتي ڪڙين ۽ سانگ تي مشتمل واٽر ڪورس به هئا. حُر مارشلا بعد هتي ٻاهريان ماڻهو آڻي آباد ڪيا ويا. نئون آباد ٿيندڙن جي هر طرح سان، سرڪاري طور مدد ڪئي وئي. جنهن ۾ گهر ناهڻ لاءِ لانيڻين جو مڪمل سامان، جانورن لاءِ ٻُهه ۽ ڪُتر وغيره به ڏنو ويندو هو. هتي وڏو جهنگ هو ندو هو 1941ع ۾ بلڊوزر لڳائي، زمين ليول ڪئي وئي هئي. بلڊوزرن جيڪي وڻ ڪيرايا انهن جي مٿان مٽي اڇڻ ڪري، هتي جي ماڻهن کي زمين آباد ڪرڻ ۾ ڏاڍي ڏکيائي به ٿيندي هئي. هتي جي زمين اڳ ۾ آباد هئي، پر 5 سال غير آباد رهڻ ڪري، هتي تمام وڏو جهنگ ٿي ويو هو.

## مکي ۾ آندل شروعاتي ماڻهو ۽ چڪن جو آباد ٿيڻ

انگريزن پاران مَکيءَ ۾ شروع شروع ۾ آندل ٻاهرن ماڻهن ۾ چڪ وسائيندڙن ۾ خانصاحب چوڌري طالح محمد جو سهرو، چوڌري الاهي بخش جٽ هو جيڪو امرت سر هندوستان مان آندو ويو هو. جنهن کي هتي آڻڻ ۽ آباد ٿيڻ لاءِ، خان صاحبي جي لالچ به ڏني وئي، ڇو جو ٻيو ڪو اچڻ لاءِ تيار نه هو ۽ انگريزن کي هر حال ۾ هتي منڍ جمڙائو ۾ آبادي به ڪرائڻي هئي ۽ حر تحريڪ کي منهن ڏيڻ لاءِ پنهنجا ماڻهو به گهربل هئا. حر تحريڪ جي ڪري نه صرف هن علائقي ۾ پنجاب مان ماڻهو آڻي آباد ڪرايا ويا، بلڪ بلوچستان مان به ماڻهو آندا ويا. جڏهن حر تحريڪ جي تاريخ لکجي ٿي ته انهيءَ رخ ۽ پاسي ٿيل نقصان ڏانهن گهٽ ئي لکيو ۽ ڳالهايو وڃي ٿو. چوڌري الاهي بخش کي تعلقي سنجهوري جي موجوده ديهه/ چڪ 30 ۾ آباد ڪرايو ويو. ان وقت سنجهورو، سنجهورو نوابشاهه ضلعي ۾ هو. هتان کان ويجهي ريلوي اسٽيشن به نواب شاهه لڳندي هئي ۽ ماڻهن جي اچ وڃ به اتان کان پنڌ، اٺ گاڏين يا ڍڳي گاڏين وسيلي ٿيندي هئي. رستي ۾ ان زماني ۾ بگهڙ به ماڻهن سان وڙهندا هئا، ملڪ گهڻو جهنگ هوندو هو. هتي چوڌري صاحب سان گڏ آيل ٻين شروعاتي ماڻهن ۾ دين محمد، نور الاهي، تبو ۽ گور وغيره جا نالا ملن ٿا، جيڪي به امرتسر جا ئي هئا. اڳي موجوده ديهه 30 ۽ ديهه 22 الف تائين، ويندي نئون ڪوٽ – چوٽياريون تائين، سجو علائقو ’نارو‘ سڏبو هو. چوڌري الاهي بخش جٽ کي زمين ڊگهڙي (ميرپور خاص) ۾ ملي. جيمس آباد ۾ سندس به واٽر هئا ۽ ديهه 39 ۾ به ڪيس زمين ملي. چوڌري صاحب کي نرينه اولاد ڪونه هو به ڇوڪريون هيون. جن ۾ هڪ نياڻي فيصل آباد ۾ چوڌري نور احمد جي گهر ۾ آئي ۽ ٻئي چوڌري عاصم جي ڏاڏي چوڌري اختر جي والد طالح محمد جي نڪاح ۾ آئي. چون ٿا ته هتي ايترو ته جهنگ هوندو هو جو نئوان آيل ماڻهو رستو ڀلجي وڃڻ کان بچڻ لاءِ نشاني طور وڻن ۾ اڳڙيون ٻڌندا هئا. هتي زمين جي آبادي لاءِ پاڻي راوتياڻي مان هو يا پوءِ جمڙائو مان. جڏهن نئون آيل ماڻهن مان ڪن کي هتي مزو نه آيو ۽ اصل وطن ياد آيو ۽ انهن هتان واپسي جي ڪئي ته انهن جي نواب شاهه ريلوي اسٽيشن تان ريل ۾ چڙهڻ تي پابندي

لڳائي وئي، سواءِ انهن ماڻهن جي جن کي خان صاحب پاس ڏيندو هو. پوءِ اهي ماڻهو ريلوي جي پٽڙي تان پنڌ هلندي، اڳيان ڪنهن ٻئي اسٽيشن تان وڃي چڙهندا هئا، ڇو جو انهن جي سڃاڻپ بہ ڏاڍي سولي هوندي هئي.

## مَکي ۾ آيل ابتدائي آبادگار ۽ چڪ

چوڌري نثار جو والد فتح علي ان وقت ميجر هو. هن اتي جي ميراثين معرفت ماڻهن کي چورايو تہ مَکيءَ ۾ زمين پئي ملي، اها وٺو. گهڻن ڪونہ ورتي پر جن جي مائٽن اڳ ۾ هتي زمين ورتي هئي، انهن ورتي. ان وقت سپاهي جي پگهار 12/15روپيا هئي. جن وٽ بلاڪ جا گهربل پئسا (505 روپيا في بلاڪ) نہ هئا، اهي سندن پگهار مان ڪٽيا ويا. شروع ۾ ماڻهو آيا، پوءِ کين قرعہ اندازي وسيلي زمينون مليون. سانگهڙ ٽاٽي واري هنڌ ٺيڪيدار جي معرفت کين اٽو ٻُهہ، جوئر، ٻاجهري، مڪئي ۽ ڪُتر وغيره ملڻ کان علاوه مهيني جو راشن بہ ملندو هو. جنهن لاءِ کين 135 روپيا اڳ ۾ ڏيڻا پوندا هئا. کين اهو راشن هڪ سال تائين مليو. هتي ڪنڊي ۽ ڪبڙ جا وڻ جام هئا. هتي وارو بند 29 بلوچ ريجمنٽ 43_1942ع ڌاري ٻڌو هو تہ جيئن، ان ۾ پاڻي چڙهي حرن کي ٻوڙجي ۽ انهن کان مَکي خالي ڪرائجي. ڇو جو اهي وڻن تي چڙهي لڪي ويهندا هئا ۽ فوج تي حملا ڪندا هئا. حرن سڀ کان وڌيڪ نقصان 28 پنجاب يا بلوچ ريجمينٽ جو ڪيو. اها ريجمينٽ جنگ لڳڻ بعد برما هلي وئي. هتي شر ۽ چاڪراڻي وغيره آباد هئا، انهن کي ڪرنل چيو تہ جي ڪو ٻيو ماڻهو اندر ڏسو تہ ان کي گولي هڻي ڇڏيو. ڪنهن ٻئي کي مکي اندر اچڻ جي اجازت ڪونہ هوندي هئي. حرن جو مال جام ٻيو گهمندو هو جيڪو ماڻهن کي ڏسي پڄي ويندو هو. سيني چڪن ۾ بلڊوزر وغيره هڪ ئي وقت ڪونہ هڻي ڏنا ويا. بلڪ ڪن کي اڳ ۾ ۽ ڪن کي پوءِ هڻي ڏنا ويا. ڪجهہ وڏا ۽ ڪجهہ ننڍا بلڊوزر هوندا هئا. بند، ڪرينن جي مدد سان ٻڌو ويو. ان وقت جي سنڌين کي ڪڻڪ پوکڻ ۽ ڳاهڻ جي بہ پوري ساري خبر هئي. بند کان ٻاهر رڳو ٻاجهر ۽ مڪئي پوکبي هئي. هتي تمام وڏو جهنگ هو، جيڪو وڏي ڪوئلا وغيره ٺاهڻ وارن ڪوئلا ٺاهيا. بلوچ ريجمنٽ ۽ پنجاب ريجمنٽ جا ماڻهو بہ هتي آباد ڪيا ويا. بلوچستان جا ماڻهو، جنهن فوج ۾ هوندا هئا، ان فوج کي مليشا چوندا هئا. نئون آبادگارن ۽ فوجين وٽ مَکيءَ جي مڇرن کان بچڻ لاءِ ڦِڪيون ڪونين جون گوريون گڏ هونديون هيون، جيڪي ڏاڍيون گرم گوريون هونديون هيون. هتي مکيءِ ۾ سپاهي کي 2 بلاڪ، صوبيدار کي پنج بلاڪ، حولدار کي بہ بلاڪ ۽ نمبردار کي 4 بلاڪ ملندا هئا. نمبردار، گهڻو ڪري ليفٽيننٽ، ڪيپٽن، ميجر يا ڪرنل هونداهئا. 5 چڪ جو نمبردار صوبيدار ميجرهو ۽ 3 چڪ جو نمبردار سلامت علي ڪئپٽن هو.

### مختلف چڪن جو پسمنظر:

سڀ کان اڳ هتي 12 چڪ مختلف هنڌن ۽ علائقن ۾ ٺاهيا ويا، جن ۾ ڪجهہ چڪن جو مختصر احوال هت ڏجي ٿو.

**هڪ چڪ:** هڪ چڪ ۾ آرٽلري کي آباد ڪيو ويو. جنهن جو نمبردار ملڪ راڄ ولي هو. ڪيس جهلم/چڪوال جي علائقي ونهار وادي جي چڪ مصري جو هو جيڪو هتي آڻي آباد ڪيو ويو. جنهن

جي لاءِ شير شاهه سوري پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو هو، هي وادي "بچئہ ڪشمير است". هي وادي ڪلرڪار پرسان واقع آهي.

ان وقت هڪ چڪ ۾ 29 ماڻهو/زميندار هئا. ان وقت جي ورهاست مطابق نمبردار کي 4 بلاڪ باقي هر ڪالونيٽ يا آبادگار کي 32 ايڪڙيا ٻه بلاڪ الاٽ ٿيا. هر چڪ ۾ 2 جنگل بلاڪ، 2 ڪمي بلاڪ، هڪ ايڪسٽينشن بلاڪ ڏنل هو. نمبر دار ايڊمنسٽريٽر هوندو هو. اسڪول ٺهرائڻ، روڊ ٺهرائڻ، آفيسرن سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ سندن ڪمن ۾ شامل هو. 1981ع ۾ ضياء جي حڪومت ۾ سنڌ جي گورنر جنرل عباسي هڪ قانون پاس ڪيو تہ فوجين جي زمين فوجين وٽ ئي رهندي. ان صورت ۾ ڪمي بلاڪ ۽ جنگل بلاڪ جي زمين تي، نمبردارن قبضو ڪيو هو سو واپس ڪيو ويو. هينئر هڪ چڪ جي راڄ ولي جو پٽ اسلام آباد هليو ويو آهي، اتي پراپرٽي ڊيلر جو ڪم ڪري ٿو نالو اٿس ملڪ اعجاز. جڏهن تہ هتي مولوي ملڪ مظهر وڏو عالم ۽ زبردست مقرر هو. هتي وڏيڪ آبادي ڪلرڪار سان واسطو رکندڙن جي هئي، جنهن ۾ مَلڪن ۽ اعوانن جي اڪثريت آهي. هڪ چڪ اڳ ۾ ٿورو اپرندي هو پر هيٺ هجڻ ڪري، تقريبا 30/25 سال اڳ هڪ بلاڪ وارا ڪجهہ اڳتي اچي ويا. هتي جي ملڪ عجائب ڪان رحيم هنگوري گهوڙي ڪسي هئي، جيڪا وڏي ڪوشش بعد واپس ٿي. هتي ٻہ وڏو جهنگ هو.

پنجابي آبادگارن جي هٿ آباد ٿيڻ جي حوالي سان اهو ٻہ چيو وڃي ٿو تہ 46-1945ع ۾ نوابشاهہ جو ڊپٽي ڪمشنر نور محمد. لاهور ويو اتي وڃي هن ماڻهن کي هِتي اچي آباد ٿيڻ تي آماده ڪيو. آرمي طرفان ڪرنل اڪبر ٻہ گڏ هو. فوج ۾ سرڪيولر موڪليو ويو تہ جيڪي ماڻهو سنڌ ۾ زمين وٺڻ چاهين ٿا، اهي نالا ڏين. جن نالا لکرايا اهي مقرر وقت ۽ تاريخ تي لاهور ۾ آرمي جي هڪ آفيس ۾ آيا، جتي هنن کي تقريبا 200 روپيا في ايڪڙ جي حساب سان زمين جي مالڪي ملي. زمين جي ڪلاسيفيڪشن ٿي، جنهن ۾ اي ڪلاس زمين 250 روپيہ، بي ڪلاس 175 روپيہ ۽ سي ڪلاس 125 روپيہ هئي. 10 سالن ۾ زمين جي قيمت ادا ڪرڻي هئي. ايڊوانس 500 کان 250 روپيا هئي. زمينون سانگهڙ، بدين، نواب شاهہ، لاڙڪاڻي، گهوٽڪي، لاهور ۽ بارڊر ايريا وغيره ۾ ٻہ ڏنيون ويون. جڏهن تہ چڪ رڳو بدين، ٿرپارڪر، نوابشاهہ ۽ سانگهڙ ۾ قائم ڪيا ويا.

**چڪ نمبر 02:**

ڪنگ ڪميشن ۽ وائسراءِ ڪميشن، ٻہ ڪميشن هئا. ڪنگ ڪميشن ۾ ليفٽيننٽ کان جنرل تائين هوندا هئا. جڏهن تہ نان ڪميشنڊ آفيسرن ۾ لانس نائڪ کان حوالدار ميجر تائين هوندا هئا. انهن ٻنهي ۾ آنريري ڪميشنن ۾ صوبيدار توڙي ميجر، جن کان ٻہ انگريز خوش هوندو هو ان کي اعزازي لقب ڏنا ويندا هئا. عطام محمد جهلم جو رهاڪو هو ۽ راجہ ذات جو هو، آرٽلري (گولو اڇلڻ واري توب جو) سان ان جو واسطو هو. جيڪو هتي چڪ نمبر 02 ۾ آنريري ڪيپٽن هوندو هو.

**چڪ نمبر 03:** چڪ نمبر 03 ۾ نمبر دار هو صوبيدار سلامت علي، جيڪو جهلم جو هو ۽ ايجوڪيشن ڪور سان تعلق هئس. 1948ع ڌاري هتي ٻہ پارٽيون ٿي ويون، هڪ جمعدار فتح علي خان باجوه جي ۽ ٻي مَلڪ مالحي خان جي. اُهي ٻئي هڪ ٻي جا سخت مخالف ٿي پيا. باقاعده مورچہ بندي ۽ فائرنگ ٿي. جنهن ۾ فتح خان زخمي ٿيو هو ۽ محمد شفيع مري ويو هو. ان لڙائي ۾ جهلمي هڪ پاسي ۽ ٻيا ٻئي پاسي

هئا . مالحي خان وڏو تيز ماڻهو هو. سانگهڙ ۾ ميلاد جو جلسو ڪيڻ جو رواج به ملڪ مالحي خان جي پٽ افضل خان 1974ع ڌاري شروع ڪيو هو. پوءِ ڏهه چڪ جي ارشاد حسين انهن ٻنهي پارٽين جي صلح ڪرائي ۽ ڪو به چالان نه ٿيو. هتي زمينون قرعه اندازي ۾ الاٽ ٿيون هيون. هتي اچڻ لاءِ وڏيڪ ماڻهو آماده هئا، پر ايتري زمين ڪونه هئي. هتي شروع ۾ 500/400 ماڻهو آيا. شروع ۾ تقريباً 45/40 ماڻهن جو جٿو هر چڪ ۾ آيو هو. سڀ کان وڏيڪ خاندان 5 چڪ ۾ آيا، جن جو تعداد 92/90 کن هو. 10 چڪ ۾ 45 خاندان، 11 چڪ ۾ 60 خاندان آيا. جڏهن ته سڀ کان ننڍو 8 چڪ هو. جنهن ۾ 28 خاندان آيا هئا. 09 چڪ ۾ 39/38 ماڻهو آيا. جيڪو ماڻهو سينئر هو، ان کي رينڪ جي لحاظ کان نمبر دار ٺاهيو ويو. اڳ ۾ آرمي جي ٽيم هتي زمين وزٽ ڪرڻ آئي هئي ۽ آيل سڀ جا سڀ ماڻهو اڪيلا آيا هئا، ڪو به ٻار ونڌي ڪونه آيو هو.

چوڌري حاجي ولي محمد آرائين 10 چڪ وارو، سڀ کان پهرين هتي ٻار ونڌي آيو هو. جنهن جو پُٽ اختر ڊائريڪٽر شگر مل ٽنڊي ۾ به رهيو. سندس والد موٽر سائيڪل هلائيندي، ٽرالي هيٺيان اچي خاتونِ فاطمه هاءِ اسڪول سانگهڙ اڳيان فوت ٿي ويو هو. پوءِ ماستر امداد وارا آيا. شروعاتي ماڻهو 1946-06-22 ۾ ٽرين ذريعي سرگوده مان هتي پهتا. اُهي مختلف ٽولن جي شڪل ۾ شهدادپور ريلوي اسٽيشن تي لٿا، جتان بس ذريعي سانگهڙ آيا، اُها بس سِکن جي هوندي هئي. انهي بس ۾ 4/3 زمين ونڻ وارا آيا هئا، جن کي الاٽمنٽ آرڊر سانگهڙ ۾ بئراج مختيار آفيس مان مليا ۽ انهن پهرين قسط هتي جمع ڪرائي، جيڪا 505 روپيه هئي. ايڪس سروس مين نالي هڪ سوسائٽي هوندي هئي، جنهن ۾ پئسا جمع ڪرايا ويندا هئا. سوسائٽي جو چيئرمين هو 10 چڪ وارو سيد ارشاد حسين شاهه. جيڪو سرگوده جو هو ۽ فادر آف ڪالوني هو. پاڻ نيوي ۾ ليفٽيننٽ ڪمانڊر هو. ڪافي پڙهيل لکيل هو ۽ انگريزي، پشتو فارسي، عربي ۽ اردو جو سنو ڄاڻو هو. ڏاڍو دلير مڙس هو. ان زماني ۾ سرگوده جو ڊپٽي ڪمشنر جالهندر جو هڪ آرائين هو. هڪ جلوس ۾ گڙٻڙ ٿي وئي ته ڊي سي مسلمانن کي چيو ته هندن کي ماريو. سکن ۽ هندن کي قتل ڪيو ويو. پوءِ اهو ڊي سي سنڌ جو گورنر ٿي آيو رحيم هنگوري جي وقت ۾ چون ٿا ته شاهه صاحب 10 چڪ روڊ تي، ڪنهن ڳالهه تان انهيءَ گورنر جي گلي پئجي ويو هو.

اڳ ۾ هتي به پنجاب وارو قانون لاڳو هو ته الاٽي جي مرڻ تي، زمين سندس وڏي پٽ جي نالي ٽرانسفر ٿيندي. پوءِ اهو قانون شاهه صاحب تبديل ڪرايو. سانگهڙ ۾ ان وقت رڳو پرائمري اسڪول هوندو هو. شاهه صاحب ئي چڪ ۾ به اسڪول، مسجد، امام بارگاهه وغيره ٺهرايا. پهرين امام بارگاهه نقشي ۾ شامل ڪونه هو، اهو شاهه صاحب منظور ڪرايو. گورنمنٽ کان سوسائٽي طرفان لون ورتو جيڪو الاٽين کي مليو. سوسائٽي مان هر ڪنهن پنهنجي سهولت مطابق قرض ورتو. روڊ به منظور ڪرايا ويا.

شروع ۾ پنجاب مان ايندڙ آبادگار ۽ رٽائرڊ فوجي هتي شهدادپور کان سانگهڙ پهتا ۽ ڌرم شالا ۾ رهيا. جتي هينئر گورنمنٽ پرائمري اسڪول آهي، امام بارگاهه پرسان. اڳ ۾ هي هندن جو ڪميونٽي سينٽر هو. پوءِ جڏهن مهاجر آيا ته اهو سينيما ٺهيو ۽ پوءِ اسڪول ٿي ويو. ان وقت سانگهڙ هڪ ننڍڙو ڳوٺ نما شهر هو. هتي هندن جو هولڊ هوندو هو. سيٺ روچي رام ۽ لالو مل باخبر ماڻهو هوندا هئا. انتظاميه زمين ونڻ لاءِ

آيلن کي ڏرم شالا ۾ 16/15 ڏينهن رهايو. ڏرم شالا ۾ 60/50 ماڻهو آيا ته اهو پرجي ويو. ماڻهن ٻين ماڻهن جي اچڻ جو انتظار ڪندا رهيا. قرعه اندازي ۾ هر چڪ جي الڳ الڳ قرعه اندازي ٿي ۽ ماڻهن کي زمينون مليون. ان وقت او پي ايف اسڪول وٽ مسافر خانو هو. جتي قرعه اندازي ٿيندي هئي. اتي پوءِ اکين جي اسپتال قائم ٿي، اڳ ۾ سول اسپتال به هتي ئي هئي. جتي هينئر مختياڪاري آهي، اُتي جهنگ هوندو هو ۽ هتي گدڙ به هوندا هئا. مختلف ڪمپنين جا ماڻهو پهچندا ويا ۽ قرعه اندازي ٿيندي وئي. سڀ کان پهرين هڪ چڪ جي قرعه اندازي ٿي، راج ولي ۽ ميان خان وارا پهريان ماڻهو هئا، جيڪي هتي پهتا.

ان وقت ماڻهن پيئڻ لاءِ پاڻي سانگهڙ مان پيدل وڃي پري ايندا هئا. هي روڊ اڳ ۾ ڪچو هو. جيڪو 1946ع ۾ پڪو ٿيڻ شروع ٿيو. ڪانن جون لانيون هونديون هيون. پئنٽ پاتل، ڪوڏرون ڪنيل ماڻهو سڄو ڏينهن ٻنين ۾ ڪم ڪندا هئا. پهريون فصل سرنهن جو پوکيو ويو. پوءِ عيسائين جي هڪ ٽيم پنجاب مان اچي پادري ڳوٺ ۾ ترسي، انهن عيسائين هتي جي ماڻهن سان رابطو ڪيو ته اسان کي هاري رکو. 10 چڪ وارن انهن کي هاري رکيو. انهن مان لهٽو عيسائي سيالڪوٽ واري پاسي جو هو جنهن هاري رکايا. پوءِ 10 چڪ، پادري ڳوٺ جي عيسائي هارين آباد ڪيو. انهن ۾ هڪ هاري هو سوداگر، جنهن جي پيير جا ترا لوهه جهڙا سخت هوندا هئا، هو ٻوڙي تي پير رکي، ڪوڏر سان ڏڪ هڻي، ٻوڙو ڪيڍي ونندو هو. سوداگر ڳڙ به ڪائيندو هو ۽ ٻوريون به ڪٽندو رهندو هو. انهيءَ کي شروع ۾ 300 روپيا کن ڏنا ويندا هئا. سانگهڙ ۾ سڀ کان پهرين جيپ، هڪ پرڳڙي وٽ هئي، جڏهن ته ٻي هڪ تپيدار وٽ هئي. سانگهڙ ۾ ان وقت نه ته ڪو ٽانگو هو ۽ نه ئي هئي ڪا سائيڪل. ماڻهو گهوڙن، اُنن ۽ گڏهن تي ايندا ويندا هئا. گهوڙن ۽ گڏهن جا سراءِ ناهيل هئا. جتي به ٽي آنا ڏئي، گڏهه ۽ گهوڙا ٻڌبا هئا. جتي هينئر مجيد سائيڪل وارو ۽ جمعو حلوائي آهن، اتي سراءِ هوندا هئا. 10 چڪ کان مٿي، جمالين جي ڳوٺ پرسان، هڪ سِکن جو ڳوٺ هوندو هو. جتي انهي سک جا هاري رهندا هئا، پاڻ شهر ۾ رهندو هو. گهوڙي تي چڙهي پيو گهمندو ڦرندو هو. سک هليو ويو ته اهو ڳوٺ هڪ مهاجر کي مليو جنهن جا مائٽ هينئر به 10 چڪ ۾ اتي وينل آهن، جتي هينئر ماستر اوڏ وينل آهي.

**چڪ نمبر 4:** چڪ نمبر 4 ۾ آرنري ڪيپٽن لال دين نمبردار هو جيڪو پوءِ قريشي سڏائيندو هو. خچر فورس جا مختلف شعبا آهن، هي خچر فورس سان تعلق رکندڙ هو ۽ هن جو ڪم توب وغيره ڪڻڻ هو. هن چڪ جا سيئي ماڻهو سپاهي ٽائپ هئا، محنت ڪرڻ وارا، پڙهيل لکيل به گهٽا ڪونه هئا.

**چڪ نمبر 05:** پنج چڪ، ڪالوني جو سڀ کان وڏو چڪ آهي، جيڪو سڀ کان آخر ۾ ارشاد شاهه جي ڪوشش سان آباد ٿيو. ماڻهو وڏيڪ اچي ويا، جڳهه هئي ڪونه، پوءِ اها زمين ملي. هتي جو نمبردار هو سيد باغ علي صوبيدار، جيڪو ڪيمل پور، اجوڪي اٽڪ جو هو. هي مڪس چڪ آهي. اڳي 23 چڪ واري زمين چوڌري سلطان احمد وارن جي هئي، جيڪا انهن کان زوري ورتي وئي. چوڌري سلطان احمد هلندڙ ڦرندڙ ماڻهو هو هي زمين سلطان احمد جي مهاڳي جي ڪري، هنن جي قبضي ۾ هئي. جنهن ڪري ٻنهي جي پاڻ ۾ ڪافي اڻ بڻت به ٿي، پر وقت شاهه صاحب جو ساٿ ڏنو.

**چڪ نمبر 06:** 06 چڪ ۾ صوبيدار غلام محي الدين سرگوده جو نمبردار هو. هي چڪ بہ مکس چڪ هو. انهن مان هڪ ماڻهو 22 چڪ ۾ هيڊ ماستر بہ رهيو.

**چڪ نمبر 07:** 7 چڪ ۾ صوبيدار رحمت خان جٽ نمبردار هو. ڏاڍو شريف، نمازي ۽ پرهيزگار هو. چڪ 7 واري نمبر دار جي جڳهہ خالي هئي. 10 چڪ مان ارشاهہ شاهہ بدلي ڪرائي، 7 چڪ هليو ويو. ڇو جو 10 چڪ واري زمين بہ سٺي ڪونہ هئي ۽ پاڻي بہ ڪونہ هو جنهن ڪري هو 7 چڪ ۾ آيو. پر اتي شاهہ محمد آرائين جي مخالفت جي ڪري، ڪيس وري واپس اچڻو پيو. پر شاهہ صاحب هتان رحمت کي بدلي ڪرائي رکيو ۽ نمبر دار بہ. مشهور ڪياني جج، ارشاد شاهہ صاحب جو ڪلاس فيلو هو.

**چڪ نمبر 08:** 8 چڪ ۾ ميجر عزيز راجپوت نمبردار هو انبالا سان سندس تعلق هو ۽ هو انجنيئر يونٽ جو هو. هتي جو ميجر ابراهيم قريشي هو جنهن پرائيوٽ وڪالت ڪئي ۽ جنهن جو سانگهڙ بار ۾ وڏو نالو هو. هو چڪن جي سوسائٽي ۾ بہ رهيو. پوءِ هتان زمين وڪڻي چينوٽ ويو. اتي ايڪسيڊنٽ ۾ فوت ٿي ويو.

**چڪ نمبر 09:** 09 چڪ انجنيئرن جو چڪ آهي. آٽلري ڪئپٽن سردار خان نمبردار هو. جيڪو راولپنڊي جو هو ۽ انجنيئر ڪور سان واسطو هئس. هن جو هڪ پٽ راجا خدا داد خان، جنرل بہ ٿيو.

هتي عبدالمجيد افغاني بہ هو جيڪو سوسائٽي جو مئنيجر بہ ٿيو. ڏاڍو ٽاڪيٽو هو. صوبيدار شاهہ محمد جي پارٽي جو هو. ڇون ٽا تہ سندس دور ۾ پئسو خرد برد ٿيو ۽ سوسائٽي جو ٻيڙو ٻڏو. انهي جي ڪري ئي قريشي هتان هليو ويو هو. افغاني جي ڪارنامي جي ڪري قريشي تي ڪيس بہ ٿيا، تنهن ڪري هو تنگ ٿي هتان هليو ويو.

**چڪ نمبر 10:** 10 چڪ جو نمبردار هو سيد ارشاد حُسين شاهہ، جيڪو سرگوده جو هو ۽ پنڊي جو ليفٽيننٽ ڪمانڊر بہ هو. ڪجهہ عرصو پوليس ۽ ليبر فورس ۾ بہ رهيو. هتي ڪافي پڙهيل لکيل ماڻهو بہ هئا، جن ۾ سيالڪوٽ جو عبدالخالق بہ هو. جيڪو ملٽري پوليس جو ماڻهو هو. ڪيس علامہ اقبال جي ڪلام تي وڏو عبور هو شڪل ۽ قدبت ۾ بہ ان جهڙو هو. ٻيا پڙهيا لکيا هتي ڪافي تعداد ماڻهو هئا. وقت جي حساب سان مئٽرڪ پاس بہ گهٽا هئا. رانديون هتان ڪان ماستر غلام علي شروع ڪيون. هتان جون ڪبڊي جون ٽيمون، سڄي سنڌ ۾ ويون ۽ ڪامياب رهيون. هر راند ۾ ماستر سالن تائين ميرپور خاص جو چمپيئن رهيو. پاڻ ڪئپٽن بہ رهيو. رسي ۽ جمپ وغيره ۾ وڏو نالو ڪمايائين.

**چڪ نمبر 11:** 11 چڪ ۾ صوبيدار ميجر بوستان خان انجنيئر نمبردار هو. پاڻ راولپنڊي جو هو. اتي ٻن ماڻهن جي ڪوشش هئي تہ هو نمبردار ٿين. باغ علي جي بہ وڏي ڪوشش هئي، پر هو ڪامياب نہ ٿيو. پوءِ ڪيس ارشاد حُسين شاهہ چڪ نمبر 5 جو نمبردار ٺاهيو. محمد شريف جمعدار، نوازسلهري جو والد سيالڪوٽ جو. هلنڊڙ ڦرنڊڙ هو باقي سڀ غريب غربا هئا.

**چڪ نمبر 12:** 12 چڪ ڇون ٽا تہ 5 چڪ جي پرسان هو جيڪو پوءِ 5 چڪ ۾ ئي زم ٿي ويو. هاڻ ان جو ڪوبہ وجود ناهي.

**چڪ نمبر هڪ پناڻ:** چڪ نمبر هڪ پناڻ ۾ ڪئپٽن طور خان نمبردار هو. هو ڪوهاٽ جو هو ۽ وڏو دلير ماڻهو هو. هن جا پٽ جنرل به ٿيا. هڪ پٽ مسلم ڪمرشل بئنڪ مان رٽائرڊ ٿيو. هُن هڪ پيري ڊي سي سانگهڙ کي چيو ته هي چا، چڪ لائي اندر عورتن وانگر اندر وينو آهين ۽ ٻاهر ڪتو ويهاريو اٿئي! هو ارشاد شاهه جو دوست هو.

**چڪ نمبر 02 پناڻ:** چڪ نمبر 2 پناڻ ۾ ميجر ڪچڪول شاهه. شايد ڪوهاٽ جو هو. هتي هڪ صوبيدار عبدالعزيز وڏا ڀلائيءَ جا ڪم ڪيا. پاڻ غريب هو ان ڪري ٻين جي غربت جو احساس هئس. ميجر ڪچڪول جي خلاف هو پر ارشاد جي سپورٽ هئس.

**چڪ نمبر 03 پناڻ:** چڪ نمبر 3 پناڻ سِم جي ڪري ختم ٿي ويو ۽ ماڻهو هيڏانهن هوڏانهن ٿي ويا. هي چڪ گجري ڪان هيٺ اپرندي پاسي هو.

**ٻاهرين آبادي جا ديهن تي نالي وارا ڳوٺ/چڪ:**

انگريزن هڪڙا ڳوٺ چڪن جي نالي تي قائم ڪيا، پر اُن کان اڳ جڏهن جمڙائو کوٽيو ويو ۽ شروعاتي ماڻهو هتي آٽي آباد ڪيا ويا ته اُهي ڳوٺ، جمڙائو جي مختلف ديهن جي نالن پنيان سڏيا ويا جيئن، ديهه پهرين ٻي وغيره. جمڙائو جيئن ته 'منڊ' ۾ نوابشاهه ضلعي جي حدن مان هلندو، سانگهڙ ضلعي ۾ داخل ٿئي ٿو ان ڪري جمڙائو واريون ڪجهه ديهون نوابشاهه ضلعي ۾ ۽ ڪجهه ديهون سانگهڙ ضلعي ۾ اچي وڃن ٿيون. جن جو ڪجهه مختصر ذڪر هت ڏجي ٿو.

**ديهه نمبر 13، 15، 16 ۽ 17:** 15 ۽ 16 ديهن جي وچ ۾ ناڪر سنگهه سک جو ڳوٺ هو. هن جي زمين ٻنهي چڪن/ديهن جي وچ ۾ هئي، جنهن جو چيهه ئي ڪونه هو. 100 کن مينهون ۽ وڏي ملڪيت به هيس. هتي سکن جا 10 کان 15 کن گهر هئا، جن لاءِ به چون ٿا ته هتي ڪين انگريز ئي وٺي آيا هئا، پر هتي سکن جي موجودگي جا هنئن به ثبوت ملن ٿا. سک گهٽو ڪري ٻني ٻارو ڪندا هئا.

**ديهه 20 جمڙائو:** هتي جو وڏو چوڌري فرزند ولد حاجي جهندو هو جيڪو امرتسر جو هو. اڳ ۾ هتي وسٽو واڻئي ۽ ڪجهه ٺڪرن جون زمينون هيون. هتي مقامي ماڻهن ۾ ماري (ٽالپرن پاران ڪلهوڙن کان حڪومت کسڻ کان پوءِ جڏهن ڪلهوڙن تي ظلم وڌيا ته هو مختلف هنڌن تي ٻيون ذاتيون سڏائي رهڻ لڳا، جن ۾ هڪ ذات ماري به هئي. جن مان ڪي هن وقت ڪڏڙي ۾ به وينل آهن ۽ انهيءَ روايت جي تصديق به ڪن ٿا) جمالي، رند، (پيرو رند) ۽ سنجراڻي وغيره وينل هئا.

**ديهه 21 جمڙائو:** ديهه 21 جمڙائو ۾ چوڌري سلطان، جنهن جو پٽ ٽيپو ايس پي ٿي ريٽائر ٿيو. سي امرتسر جي پاسي کان ئي آيا هئا. هي آهن ته جٽ، پر پاڻ کي راڻا، راجپوت ۽ گِل به سڏرائيندا آهن.

**ديهه 22 جمڙائو الف:** چون ٿا ته هن علائقي ۾ جِن ۽ مرون جام هوندا هئا، بلائون به تمام گهٽيون هونديون هيون. ملڪ جهنگ ئي جهنگ هوندو هو. زمينون وغيره آباد نه هيون. هتي مقامي ماڻهو نه برابر هئا. هتي ايندڙ شروعاتي ماڻهن ۾ خيرو آرائين ۽ صديق آرائين وغيره وارا هئا. جن بعد ۾ پنهنجا ماڻهو پنجاب مان گهرايا ۽ زمين آباد ڪرائي. هتي گهرايل ماڻهو محنتي ۽ جاننا جوان هوندا هئا. ان وقت ڪرينن جي مدد سان زمين جو نشان ڪري ڏيندا هئا. جهنگ آباد ڪرڻ ڏکيو هوندو هو. ان ڪري ماڻهو

رات جو وجي، ڪرينن جي مدد سان هنيل نشان ۾ پلر پٽي زمين سوڙهين ڪري ايندا هئا. ته جيئن ڪين ٿوري زمين آباد ڪرڻي پوي، ڇو جو زمينون آباد ڪرڻ لاءِ ڪين انگريزن جو ڏپ هو. ماڻهو هڪ ٻئي جي ٻولي ڪونه سمجهندا هئا، ان ڪري اشارن ۾ ڳالهائيندا هئا. زمين آباد ڪرڻ ڏکي هئي، تنهنڪري ڪافي ته هتان ڀڄي به ويا. پوءِ انگريزن انهن کي اکيون ٻڌي هتي آندو ۽ سندن لاءِ ريل گاڏي بند ڪري ڇڏي. جڏهن انهن ڏٺو ته هاڻ زمين آباد ڪرڻي ئي پوندي، ته پوءِ هتي رهي پيا. ڪين ماڻهو چوندا هئا ته هي زمين آباد ڪونه ٿي سگهندي. انهن ۾ هڪڙو درويش جيجل شاهه هوندو هو. جيڪو رات جو پيو هلندو هو ۽ چوندو هو ته اسان زمين آباد ڪنداسين. اڄ به سندس قبر تي ديهه 22 ۾ ميلو لڳندو آهي. جيجل شاهه هِتي هُتي گهمندو وتندو هو ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي هوندو هو. ڪڏهن پنهنجي منهن پيو چوندو هو ته اسان هتان شاخ ڪيڍنداسين، هتان واٽر ڪيڍنداسين. هِتي پٽن ۾ جهنگ جي ڪري ماڻهن منجهندا هئا، پر هو ڪونه منجهندو هو. هتي آيل ماڻهو رات جو مال جي پنيان هلندي هلندي رستو وڃي، گهر ويندا هئا. هتي بگهڙ تمام گهڻا هوندا هئا، جن ڪيترائي ماڻهو ۽ مال جا ڦر ماريا. منڙائو ۾ ميگهي مل ولد آسومل واڻئي جو دُڪان ۾ پيڍي هئس، وياج تي پئسا به ڏيندو هو. هتي واڻين جا 8 کان 10 دوڪان هوندا هئا. ان کان علاوه هتي اٽڙ منگواٽا، چانديا، خاصخيلي، چانگ ۾ مگسي وغيره به وينل هئا. هتي واڻين جي کوهي به هوندي هئي.

**ديهه 22 جمڙائو:** هتي شروع ۾ مُکي هيرو آرائين آيو. جيڪو پوءِ پنهنجي راڄ جا ماڻهو هتي وٺي آيو. ديهه 22 جمڙائو ۾ ديهه 22 الف ۾ آرائين وينل آهن ۽ اهي آرائين جا چڪ آهن. جيڪي جوڌپور، جالهندر، گرداس پور، لاهور ۾ فيروزپور وغيره مان آيل آهن.

**ديهه 23 جمڙائو:** هتي به شروع ۾ مندا جٽ امرتسر جا آيا هئا.

**ديهه 24 جمڙائو:** ديهه 24 جمڙائو وٽ جيڪي قبا هئا/آهن، اهي سماٽن جي هڪ ذات 'ساروڏو' ذات وارن جا ڇپيا وڃن ٿا. جيڪي هن علائقي ۾ زمينداري ڪندا هئا. هتي پنجابي آبادگارن ۾ شروع ۾ چوڌري نبي بخش هتي آيو. جيڪو چوڌري عبدالمجيد (1930ع) وڪيل سانگهڙ ولد چوڌري فضل ڪريم جو ڏاڏو هو. چوپائي مال جو واپار به ڪندو هو. هتان کان مينهون اماڻيندو هو ۽ گرداس پور ۾ بٽالا وغيره پاسي کان گهوڙا گهرائيندو هو. هتي انهيءَ ڳالهه جو به ڏس ملي ٿو ته جيڪڏهن انديا واري گرداس پور ۾ سنڌي مينهن جهڙو ڪو نسل ملي ته اهو سمجهي سگهجي ٿو ته اهو سنڌ جو نسل ٿي سگهي ٿو. اهڙي نموني هتي اها به خبر پوي ٿي ته هِن علائقي ۾ گهوڙن جي گهٽتائي هئي يا پوءِ سُٺن گهوڙن جي ڪمي هئي، جنهن سبب ٻاهران کان گهوڙا گهرايا ٿي ويا. معنيٰ ته مقامي گهوڙن جو تعداد يا ته گهٽ هو يا اهي گهوڙا ايڏا سٺا نه هئا.

مَکي جي علائقي جي 1947ع ۾ ان جي لڳ ڀڳ جي تبديل ٿيل تاريخ ۾ جاگرافي کي سمجهڻ لاءِ ان وقت سورهيه بادشاهه ۾ خانصاحب غلام محمد وساڻ جي تعلقاتن جي اٽڪٽ کي به ڏسڻو ۽ سمجهڻو پوندو. جنهن ڏانهن هڪ زومعنيٰ اشاري ڪندي هڪ راوي جو چوڻ هو ته خان صاحب جي ڪنڌياري جي نئين ٺهيل بنگلي تي لڳل 1944ع جي سَن وارو پٿر به گهڻو ڪجهه ٻڌائي ٿو!

**ديهه 25:** هتي شروع ۾ مهردين، جهندو، حاجي برڪت، سردار، چوڌري حامدعلي وغيره وارا، امرتسر مان هتي آيا ۽ انهن ئي 25 جو ڳوٺ ٻڌو هو. جهيمڪ/جهيڪ وارو دڙو، آڪن واري پٽي، جاڙي، جيئندو جاڙي، ڪارو دڙو ۽ ٻچين وارو دڙو وغيره هتي جا مشهور ماڳ هئا، جن جو هاڻ نالو بہ ڪونهين.
**ديهه 27:** ديهہ 27 ۾ ڪڏڙي واري پاسي ڏکڻ ۾ سنڌ راڄڙ اسٽيشن پرسان، راجہ واري ريل جي پٽڙي تي ڪاري ڦڙدي ڏانهن سنجراڻي علي مراد ۽ سندس پاءُ غلام حسين سنجراڻي وارا وينل هئا. علي مراد کي خان صاحب جو لقب بہ مليل هو جنهن جو پٽ عبدالقادر سنجراڻي بعد ۾ وفاقي وزير بہ ٿيو. هاڻي اهي شاهپورچارڪر ۾ وينل آهن.
**ديهه 28:** هتي اڳ ۾ ڪيريا وينل هئا، پوءِ پٺاڻن جو ڳوٺ ٻڌو ويو. هي چڪ ڪڏڙي شهدادپور روڊ پرسان آباد آهي.
**ديهه 29:** ديهہ 29 جمڙائو ۾ شروع ۾ محمد حسين، فضل جٽ، حسو، علم دين، مڪتو جان محمد وارا آيا، جيڪي بہ امرتسر جا هئا.
**ديهه 30:** هتي شروع ۾ آيلن ۾ غور/گور، دين محمد، نور الاهي، لمبو طالح محمد، الهہ رتو حسو ۽ احمد بخش وارا امرتسر واري پاسي مان آڻي هتي آباد ڪيا ويا.
**ديهه 32:** اڳ ۾ هتي هندن جي اڪثريت ۽ واڻين جي زميندراي هوندي هئي، جن مان ديوان پاڳچند ٻني/زمين وڪڻي هندوستان هليو ويو ۽ اها ٻني چوڌري ظفرالله وارن وٽ آئي. پوءِ اها ٻني حاجي بوٽي جي چوڪرن الطاف ۽ ٻين ورتي. هتي پنج ڇهہ گهر ميگهواڙن ۽ ڀيلن جا آباد هئا ۽ پنج ڇهہ ٽڪر پائر جن ۾ لاکو ٽکر، راجيو ٽکر، مُکنو ٽکر شامل هئا، سي بہ رهندا هئا.
**ديهه 36:** ديهہ 36 جمڙائو ۾ چانگ وينل هئا. نور محمد پراٽو رهواسي هو. هينئر بہ هتي چانگ وينل آهن. پرسان ڪچي جو ڳوٺ هو جيڪو مارشلا ۾ هتان هليو ويو سندس نالو ئي ختم ٿي ويو.
**ديهه 39:** ديهہ 39 جمڙائو ۾ حاجي نور الدين، گليو حاجي سنيو ۽ مهراج جٽ وارا شروع ۾ آيا. ان کان اڳ هتي چانگ وينل هئا. پهرين ديهہ ۾ واڻين پڳڙي مل جي ٻني هئي. هينئر اها ٻني احمد علي ۽ فرزند وارن وٽ آهي. سندس ڏهہ پندرهن بلاڪ زمين هئي.
**ديهه 23 جمڙائو:** هتي ابرو ديوان واڻيي جو ڳوٺ هو. دُڪان ۽ 8 بلاڪ ٻني بہ هئس. پوءِ هتي اُترادي واڻيا آيا، جن ۾ پيرومل ۽ چينو مل وارا شامل هئا، جن کي ابري واڻيي ٻني وڪڻي ڏني ۽ پاڻ الائي ڪيڏانهن ويو!

گهنبڻ ۽ سانگهڙ ۾ بہ واڻيا هئا. راوتياڻي ۾ ميگهو مل جو والد وڏو زميندار هو فيصلا بہ ڪندو هو. 39 دِہ کان اُلهندي جتي اريگيشن جا بنگلا آهن، اتي پاڳچند جي زمين هئي. بنگلي ٺاهڻ مهل انگريز پنهنجي هڪ قائم خاني ترجمان معرفت، پيراٽو مهر کي واٽر ڏيٽو ڪيو. پر هن ٻانهون ٻڌي جان ڇڏائي. پوءِ اهو واٽر بروهين کي مليو ۽ بروهين اها زمين واڻين کي ڏني. الهہ رکئي بروهي جي والد کان اها زمين منو مل واڻيي وارن ورتي، بروهي بہ اتي مزدوري ڪندا هئا.

مکي ۾ جکڙائو پرسان چانگن جو ڳوٺ هو اُتي جي ويئل هڪ چانگ حرن کي چڙايو هو. خيرو چاڪراڻي جو ڏاڏو قطب چاڪراڻي، جنهن وٽ سئو کن ڏڳيون هيون. ان کان علاوه جاڳڻ چاڪراڻي به وڏو پاڳيو هو. ان وقت ٻارنهن روپين ۾ پلي سُئا ڏڳي ملندي هئي. 40 کان پنجاهه روپين ۾ مينهن ملندي هئي ۽ تمام پلي مينهن 60 روپين ۾ ملندي هئي. چاليهه پنجاهه روپين ۾ ڏاچي ملندي هئي. پنج ڇهه روپين ۾ رڍون ۽ ٻڪريون ملنديون هيون. جڏهن ته ٻن ۽ چئن روپين ۾ ٽري ٻڪريون ملي وينديون هيون.

ڪونڌي وارو سڄو واٽر واٽين جو هو. ماڇو واٽين کان ڪنڌو ڪٽندا هئا. سومر وساڻ جي ڏاڏي سموتو ڏاهن واٽين جي ڪنڌي جا به چار روپيا ٽي ويا ته هن مکي ۾ ٻني واٽين کي ڏئي ڇڏي. پوءِ اها زمين چوڌري افتخار وارن وٽ آئي. پاڪستان کان اڳ جي پراڻن نقشن ۾ مکي ٻيلي سان گڏ ڪونڌو ٻيلو به الڳ سان ڏيکاريل آهي، جيڪو موجوده ڪونڌي واري ڳوٺ لڳ مکي جي بچاءُ بند سان لڳو لڳ، مکي ٻيلي جي مقابلي ۾ صفا ننڍو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پر افسوس جو هاڻ ڪونڌي ٻيلي جو ڪٿي به ذڪر ناهي!

ديهه 21 جمڙائو ۽ ديهه 22 ۾ به سک رهندا هئا. مکي ۾ پنجابي آبادگار 1898 ۽ 1899ع کان اچڻ شروع ٿيا ۽ پهرين مرحلي ۾ سندن آبادڪاري 1901ع ۾ ديهه 30 ۽ ديهه 39 ۾ ٿي. ديهه 25 الف، 25 ب، ديهه 23 ۽ ديهه 24 انهيءَ وقت جون ئي آهن، جيڪي تعلقي سنجهوري ۾ قائم ٿيون. تعلقو سنجهورو ان وقت نوابشاهه ضلعي ۾ هو. مکي کان علاوه پنجابي آبادگار بدين ضلعي ۾ دُبر جي ڳوٺ، (ڪوٽ غلام محمد) ڊگهڙي، نئون ۽ پراڻو دنبالو ٻنهي ۾ به آباد ڪيا ويا، جيڪي امرتسر ، گرداسپور ۽ هوشيارپور مان هتي آندا ويا. چوڌري طالح محمد فيصل آباد مان هتي آندو ويو. چون ٿا ته ان وقت منڍ جمڙائو کان پوءِ سانگهڙ نواب شاهه روڊ جي پلاننگ به ڪئي وئي هئي.

## آبادگارن پاران مکيءَ ۾ تعليم لاءِ ڪوششون

هتي جا سڀ اسڪول سنڌي ۾ هئا. هنن کي پنهنجي ٻارن جي تعليم جو فڪر ٿيو. انهن اردو اسڪولن لاءِ ڪوشش ڪئي ۽ پوءِ اردو اسڪول کوليا. جن ۾ ماسٽر ملڪ غلام علي اڳتي اڳتي هو. جيڪو انجنيئر ڪمپني جو حوالدار ڪلارڪ هو. شروع ۾ اردو ڪلاس مسافر خاني ۾ شروع ڪيا ويا. جن کي ٽي مهينا ماسٽر غلام علي پڙهايو پوءِ ڪيس 1949ع ۾ ماسٽري جو آرڊر مليو. جنهن بعد 8 چڪ جو صوبو خان حوالدار ڪلارڪ ماسٽر ٿيو. پوءِ کين خيال آيو ته ٻارن کي انگريزي به پڙهائجي. عاشق حسين بلوچ، جيڪو حوالدار ڪلارڪ هو ان کي 50-1949ع ڌاري انگريزي ماسٽر مقرر ڪيو ويو. ان وقت ڪلاس ڊسٽرڪٽ بورڊ ۾، جتي هينئر ميونسپل ڪميٽي آهي، اتي هلندا هئا. پرائمري اسڪول به اتي شفٽ ٿيو. لوڌي (ڪتابن وارو) پهرين شاگردن منجهان هو پوءِ هاءِ اسڪول سانگهڙ جي عمارت ٺهي.

## پير پاڳارو، مکيءَ جا آبادگار ۽ ضلعي جو ٺهڻ

پير صاحب پاڳارو ڇٽ ڏٺي 10 چڪ ۾ ارشاد شاهه سان ملڻ آيو هو. ان وقت پير صاحب 3 چڪ ۾ گرلز هاءِ اسڪول پرسان، سانگهڙ ڪاليج جي پرنسپل پروفيسر اعجاز علي شاهه جي ناني هيڊ ماسٽر سيد صغير حُسين شاهه جي چانهه جي دعوت تي به آيا ۽ ڪٽ تي ويهي چانهه پيتائون. ساڻن گڏ هڪ ڪامي به هو جيڪو ڏنڊو گهمائي ماڻهن کي پري ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهيو هو. پير صاحب وڃڻ مهل 3 چڪ اڏي تي شاهه صاحب جو هٿ، پنهنجي هٿ ۾ وٺي مٿي ڪندي چيو ته شاهه صاحب منهنجو پاءُ

آهي. بقول اعجاز شاھ جي ان وقت جو نڪتل فوٽو ٻـ خاندان وٽ هو پر هاڻ گم ٿي ويو آهي. هي ماڻهو تمام گهڻو اسلحو ٻـ پاڻ سان کڻي آيا هئا. هنن سانگهڙ ۾ اچي اعلان ڪيو تہ اسان هتي رهڻ لاءِ آيا آهيون، هتان وينداسين ڪونہ. جنهن کي وڙهڻو آهي اهو اچي وڙهي. پوءِ ڪير بہ سندن ويجهو ڪونہ آيو. فوجي ڪالوني کي هتي ڪامياب ڪرڻ وارو اصل ۾ ارشاد شاھ ئي هو. پير صاحب جي 10 چڪ اچڻ بعد حُر، ارشاد حُسين شاھ جي وڏي عزت ڪندا هئا. پير صاحب سان ملاقات لاءِ وچڻ مهل ٻيا ماڻهو جوتا لاهي ويندا هئا، پر ارشاد شاھ لاءِ جوتا لاهڻ ضروري ڪونہ هو.

ان بعد خانبهادر غلام محمد خان وساڻ نواب شاھ مان سانگهڙ ڪيرائي، ميرپور خاص ۾ آندي تہ وري ارشاد حُسين شاھ جي ڪوشش سان اُها واپس نواب شاھ ۾ هلي وئي. پوءِ وساڻ صاحب وري ڪوشش ڪئي ۽ سانگهڙ ميرپور ۾ شامل ٿي ويو. پوءِ ميران محمد منسٽر ٿي آيو ۽ ارشاد حُسين شاھ جي ڪوشش سان سانگهڙ خود ضلعو ٿي ويو. وساڻ جا ووٽر ميرپورخاص واري پاسي وڌيڪ هئا، جڏهن تہ ارشاد حُسين شاھ وارن کي ميرپورخاص وڃڻ ۾ تڪليف ٿيندي هئي. ڇو جو سندن واسطو پنجاب سان هو ۽ کين پنجاب وڃڻ لاءِ نوابشاھ ريلوي اسٽيشن ويجهو پوندو هو. ائين سانگهڙ ضلعو 1949ع کان پوءِ ٽي ڀيرا ٺهيو ۽ ڊهيو جيڪو آخري ڀيرو 1953ع ۾ قائم ٿيو

سانگهڙ ۽ 10 چڪ وچ ۾ ڪجھ علائقو آباد هو جيڪو روشن الدين نالي همراھ جو هو. هتي بہ پارٽيون ٺهي ويون، هڪ ارشاد حُسين شاھ جي ۽ ٻي آرائين جي. جنهن جو آرائين صوبدار 2 چڪ وارو جلهندر جو 1950ع ۾ الاٽمنٽ جي مسئلي تي وساڻ سان وڃي مليو. انهن جو پاڻ ۾ ضد ٿي پيو. ارشاد شاھ جنهن کي چاهيندو هو ان کي زمين ملندي هئي. ڪجھ آرائين، شاھ سان بہ گڏ هئا. ميران محمد شاھ وزير ڪنهن سلسلي ۾ منڊ جمڙائو آيو هو شاھ صاحب ان کي منگلي وٽ روڪيو. هتي وارا سڀ ماڻهو مسلم ليگ ۾ شامل هئا. وساڻ، ايوب کهڙو سان گڏ هو. کهڙو بہ هتي منگلي تي آيو. پر ڪيس چڪن مان ڪا خاص موٽ ڪونہ ملي. مهر محمد ملڪ 09 چڪ جو جهلم ٻُوجهال (موجوده چڪوال ضلعي جو حصو) جو رهواسي، انجنيئر ڪور جو سپاهي هو جنهن کهڙي کي جوتو هنيو جيڪو گاڏي ۾ ئي رهجي ويو. جيڪو پوءِ ايوب کهڙي سنڌ اسيمبلي ۾ بہ ڏيکاريو هو.

وساڻ ۽ ناريجي جي بہ پاڻ ۾ ڪونہ لڳندي هئي. ناريجو ارشاد شاھ وٽ آيو. ارشاد شاھ سپورٽ ڪيس. پوءِ اليڪشن ٿي، هتي وارن ناريجن جي سپورٽ ڪئي ۽ هو کٽي ويو. وساڻ جو ڊي سي کان صوبيدار تائين، هر هنڌ حڪم هلندو هو. هر آفيسر هن جو سلامي هوندو هو پر خان بهادر ذاتي طرح شريف ماڻهو هوندوهو.

## مکيہ جي آبادگارن پاران ضلعي سانگهڙ ۾ پاڪستان جي پهرين سلامي ڏينھ جو احوال

پاڪستان ٺهي ويو تہ ارشاد حسين شاھ جي قيادت ۾ سڀ جا سڀ ايڪس سروس مين، جن ۾ ملڪ شير محمد، عاشق حُسين خان بلوچ، ماسٽر ملڪ غلام علي، مولوي فيض رسول جعفري ( جنهن پنجابي نظم پڙهي هئي، جعفري جيڪو شيعو هو ان کي انهيءَ نظم تي ڊاڊي داد بہ ملي هئي) ملڪ راج ولي وغيره وارا سانگهڙ ٽائي ۾ گڏ ٿيا. جتي پاڪستاني جهنڊو لهرايو ويو ۽ پريڊ ٿي. درزي خوشي محمد (گرجرانوالہ جي) پاڪستاني جهنڊا سبيا هئا. سانگهڙ ۾ ارشاھ شاھ وارن، هڪ هندو جي دوڪان تان سوا روپي ۾ جهنڊي

لاءِ ڪپڙو ورتو هو (جڏهن تہ هو 10 روپين ۾ سرگوده کان هتي پهتا هئا) درزي مفت ۾ جهنڊو سبيو. سلامي ارشاد حسين شاهہ کي ڏني وئي، هن ئي جهنڊو لهرايو. ائين سانگهڙ جي تاريخ ۾ پهريون پيرو سانگهڙ جو ڏهاڙو ملهايو ويو! ان ڏينهن صبح جو 10 وڳي شهر ۾ جيڪي بہ مسلمان هئا، اهي سڀ ٽاٽي تي گڏ ٿيا، انهيءَ تقريب ۾ مٺائي بہ ورهائي وئي، جيڪا ڪجهہ ماڻهن چندو ڪري هڪ هندو جي دوڪان تان آندي هئي!

## باب پنجون:

## مکيءَ جي ٻولي ، ثقافت ۽ گذر سفر جا ذريعا

### مکيءَ جا ماڻهو:

مَکيءَ جي ماڻهن جي هڪ خاص ڳالهہ اها بہ آهي/هئي تہ اهي وقتاً وقتاً پنهنجي رهائش وارا دڙا ۽ پٽون بدلائيندا رهندا آهن/هئا. جنهن جو اهم سبب چوپايو مال ۽ ڇوا آهن. (ڇئو جيت جو هڪ قسم آهي، جيڪو مال جي جسم جي مختلف حصن ۽ عضون تي چمبڙي، انهن جو رت چوسيندو رهندو آهي) نئين دڙي تي مال جي ويهڻ سان، سال اندر اُتي ڇوا پيدا ٿي ويندا آهن. ڇئي جي چڪ سان خارش ٿئي ٿي ۽ پوءِ بخار بہ اچي ٿو جنهن جو علاج مقامي طور، ڇوي جي چڪ سان خارش ٿيڻ ۽ سور واري جاءِ تي لوڻ رکي، مٿان پاڻي سان رڱڙبو آهي ۽ ان سان خارش لهي ويندي آهي. تپ اچڻ جي علاج طور وري ڪنڊ جي واس ونرائبي آهي ۽ ڊِپ ڪرائبي آهي، جنهن سان بخار پنجن منٽن ۾ نہ بہ لهي تہ، ڏڪڻي ضرور ختم ٿي وڃي ٿي. مَکيءَ ۾ پاڻي وڌيڪ هجڻ سبب مڇر بہ گهڻا هوندا هئا، جنهن جو علاج اڄڪلهہ مڇر داني سان بہ ڪيو وڃي ٿو. مَکي جا ماڻهو ڪن بيمارين ۾ مريضن کي اوٺ ۽ ريڍو کير پياري ۽ ڳِڙ کارائي بہ علاج ڪندا آهن. مَکي ۾ گهرن مان تہ مال وغيره جي چوري چڪاري ٿي ويندي هئي، پر گهرن ۽ واڙن مان چوري جو رواج گهٽ ٿو پوءِ پيو. مَکيءَ جي ڊيم جي علائقي ۾ رهندڙ ماڻهن جي لڏپلاڻ حُر مارشل لا بعد گهڻي ٿي پاڳي ڊيم ٺهڻ بعد ٿي ۽ ماڻهو هڪ پيرو ٻيهر دربدر ٿيا. حر مارشلا دوران نہ صرف ماڻهو لوڙهن ۾ ويا، بلڪ اهي ڏکڻ ۽ اُتر مختلف علائقن ڏانهن، وڏن ڳوٺن ڏانهن بہ لڏي وڃڻ کان علاوه اتر اچڙي ٿر جي ٽڙن ٻاڏٽو پوکل، تاروئي، مهو/مئو وغيره ڏانهن بہ ويا.

## مکيءَ جي ٻولي

مکي، سنڌ جو مختلف ۽ منفرد علائقو آهي، جنهن ۾ مختلف ذات برادرين جا ماڻهو رهن ٿا. جيئن هتي جي ثقافت منفرد ۽ رنگ برنگي آهي، ائين هتي رهندڙ مختلف ذات برادرين جي ٻوليءَ جا لهجا بہ هڪ ٻئي کان مختلف، منفرد ۽ ڪافي دلچسپ آهن. جي ڳالهہ ڪبي سنڌي ٻولي جي لهجن جي تہ مختلف ليکڪن ۽ محققن پاران ٻوليءَ جا مختلف لهجا لکيا ۽ واضح ڪيا آهن. جيئن:

1.وچولي يا معاري سنڌي. 2. اترادي 3. سبي جو لهجو 4. ڪاڇي جو لهجو. 5. ڪڇي ـ ناڙي لهجو. 6. ڪڇي سنڌي لهجو 7. ٿري لهجو 8 لاڙي. 9 ماٿيلي/اباوڙي جو لهجو 10 لاسي ۽ ڪوهستاني لهجو. 11. ماڇر، ڪڪرالي ۽ کاري لهجو. (ان کان علاوه اچڙي ٿر جي ٻولي جو لهجو بہ ٻين کان الڳ ۽ منفرد آهي، جنهن جو ذڪر پهريون پيرو راقم پنهنجي ڪتاب 'اچڙو ٿر' ۾ تفصيل سان ڪيو آهي)

جڏهن تہ ايچ ٽي ليئمبرڪ سنڌي ٻولي جا پنج مکيہ لهجا ڄاڻايا آهن، جن ۾: 1. وچولي جي معياري سنڌي يعني ادبي ۽ ڪتابي ٻولي 2. ٿري يا ڍاٽڪي، جيڪا ٿر ۾ ڳالهائجي ٿي. 3. لاڙي ,جيڪا ڊيلٽا واري پاسي ڳالهائجي ٿي. 4. ڪڇي، جيڪا ڪڇ ۾ ڳالهائجي ٿي 5. لاسي، جيڪا ڪراچي جي

پرپاسي ۾ لسٻيلي جي ڏکڻ ۾ ڳالهائجي ٿي. حالانڪ هتي رڳو ٿري ۾ ڍاٽڪي جو ئي ذڪر ڪيو ويو آهي، پر مارواڙي ٻوليءَ کي نظر انداز ڪيو ويو آهي، جڏهن ته ڍاٽڪي ۾ مارواڙي ۾ ڪافي فرق آهي.

اهڙيءَ طرح ڪاڪي ڀيرومل مهرچند آڏواڻي صاحب، سنڌي ٻوليءَ جا هي لهجا ڄاڻايا آهن:1. سريلي (اترادي) 2. وچولي 3. لاڙي 4. ٿريلي 5. لاسي 6. ڪڇي.

سنڌ جو نالي وارو ڏاهو ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب، سنڌي ٻوليءَ جا هي محاورا ڄاڻائي ٿو: 1. اترادي يعني سريلي 2. وچولي 3. لاڙي 4. ٿري 5. ڪوهستاني 6. ڪڇي 7. لاسي.

سنڌ جي ناميارې استاد راڳيءَ محترم امير علي جي بقول ته سنڌ ملڪ جا ست خِطا/علائقا آهن، جن ۾ 1. اپو 2. لاڙ 3. ناڙ 4. ڪاڏاڙ 5. سمر 6. ڍاٽ 7. ماڙ

پر افسوس جو مکيءَ، جيڪو سنڌ جو هڪ وني تباهه ڪيل منفرد ماحولياتي ۽ معاشي علائقو هو ان جي لهجن کي به بلڪل ائين ئي نظر انداز ڪيو ويو آهي، جيئن هتي جي تاريخ ۽ ٻين ڳالهين کي! هنئن ته مکيءَ سان لڳندڙ اچڙي ٿر جو لهجو به الڳ ۽ مختلف آهي، پر مکيءَ جي لهجن جي ڳالهه ئي ٻي آهي، ڇو جو هتي مختلف ذات برادرين پاران هڪ ٻه نه پر، ڇهه مختلف لهجا ڳالهايا ويندا هئا. مکي جي ماڻهن جي ٻولي جي هڪ خاص ڳالهه اها به آهي ته سندن رهڻي ڪهڻي وانگر، سندن ٻولي به صفا سادي، سولي ۽ سليس آهي. ان ۾ ڏکيا لفظ مشڪل سان ئي ملندا. اهي گهڻو ڪري عام رواجي، سولي سنڌي ئي ڳالهائيندا آهن. انهيءَ علائقي ۾ تعليم جي گهٽتائي ۽ ٻاهرين ماڻهن سان محدود اُٿڻ ويهڻ سبب سندن ٻولي سولي ۽ سادي هجڻ سان گڏ صفا نج به آهي. ان ۾ ٻين ٻولين جي لفظن ۽ محاورن جو استعمال نه برابر ملندو. البت ملاحن جي ٻوليءَ ۾ سندن مخصوص لهجي سان گڏ مختلف لفظن جو آزادانه استعمال به عام جام ملندو. هتي آباد ٿيندڙ ملاح شروع ۾ اُتر واري پاسي کان سکر جي پرپاسي مان آيل چيا ويندا هئا. اهڙي طريقي سان ٻيا وري لاڙي ملاح به هتي اچي آباد ٿيا آهن. ان ڪري هتي جي ملاحن ۾ اهي ٻئي لهجا آساني سان محسوس ڪري سگهجن ٿا. اهڙي طرح مکيءَ جي مختلف ذات برادرين جا لهجا کي هڪ ٻه نه، پر ڇهه الڳ الڳ نمونن ۾ واضح طور ورهايل نظر ايندا. جن ۾ جمالين جو لهجو الڳ آهي، ته مرين جو الڳ. شرن جو لهجو به ٻين کان منفرد آهي . جڏهن ته ٻهڻ، هنگورا، منگواڻا، ابوپوتا، راڄڙ، آرادين، شاهه، ڳاها، ڪارڙا ۽ پنيرا، جن جي اڪثريت هاڻ جي مخدوم صاحبن توڙي پير صاحب پاڳاري جي مُريدن جي آهي، سي وري ٻين ذاتين کان الڳ ۽ جدا لهجو رکن ٿا. ائين هن علائقي ۾، جيڪو سانگهڙ تعلقي ۾ اپرندي واري پاسي کان چوٽياري سان لڳندڙ مشهور ڍنڍ بقار وٽان شروع ٿي، اولهه ۾ کڏڙي سان وڃي لڳي ٿو ۽ ڏکڻ ۾ سانگهڙ شهر پرسان شروع ٿي، منڊ جمڙائو تي ختم ٿئي ٿو. جيڪڏهن ڪلوميٽرن جي حساب سان ڏسجي ته مَکي جون حدون اتر ڏکڻ ۾ سانگهڙ کان منڊ جمڙائو تائين 50 کن ڪلوميٽر ۽ اوڀر اولهه ۾ چوٽياري کان سانگهڙ 25 ڪلوميٽر ۽ اتان راوتياڻي 10 تي آهي، جيڪا دم واهه جي ڪناري/ڪپ تي آهي. سو هن علائقي ۾ سڄا سارا ڇهه لهجا، جيڪي هڪ ٻئي کان بنهه مختلف ۽ منفرد آهن، جيڪي انهن جي ڳالهائيندڙن کي پري کان ئي پڌرو ڪيو ڇڏين، سا اهم ڳالهه آهي. پر افسوس جو ان ڏانهن ڪو به

توجہ ناهي ڏنو ويو! جي ڳالھ جي ٿورو تفصيل ۾ وڃبو تہ جمالين ۽ مرين جي لهجي جي آخر ۾ ڪافي ڇڪ ۽ گيهل محسوس ٿيندي.

اڳي هتي ڊومڪي، ڪُنڊاڻي، ميرجت ۽ واڻيا بہ رهندا هئا. جن مان ڊومڪي تہ بلوچي ڳالهائيندا هئا. پر ميرجت ۽ ڪنڊاڻي سرائيڪي ڳالهائيندڙ هئا سي تہ گهٽي قدر هتان لڏي چڪا آهن ۽ ساڳئي نموني سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ واڻيا بہ هئا. جن جو بہ لهجو الڳ هو پر هاڻ انهن جو بہ مکي ۾ ڪٿي وجود نٿو ملي. پر سرائيڪي ڳالهائيندڙ لغاري ۽ نظاماڻي اڄ بہ هتي موجود آهن. جن جي ٻوليءَ ۾ بہ واضح فرق آهي. مکي جي لغارين جو لهجو بيگ اسٽاپ ڪان ويندي دلشاد شاخ وارن لغارين کان مختلف آهي. جڏهن تہ بيگ اسٽاپ وارن لغارين ۽ هتي جي نظاماڻين جي لهجي ۾ هڪجهڙائي آهي. اهڙي طرح سانگهڙ جي نظاماڻين ۽ هتي وارن جو بہ ساڳيو لهجو آهي. نظاماڻين جي ٻولي ۾ ڪجهہ مخصوص گارين جو عام جام استعمال، ٻوليءَ جي حصي وانگر ۽ سندن تڪئي ڪلام مِثل ملندو. جڏهن تہ لغارين واري ٻولي ۾ اهڙي شي ڪونہ ملندي! لغارين جي سنڌي ۾ سرائيڪي لفظن جو ڪافي استعمال ملندو. جيڪو عورتن ۾ اڃا بہ گهٽو هوندو آهي ۽ انهن جي سنڌيءَ تي سرائيڪي اثر واضح نموني محسوس ٿيندو آهي. سندن لهجو انهن جي فون تي بہ سڃاڻپ ڪري وجهندو آهي. مکي جي شرن جي لهجي تي اُترادين جو اثر آهي، پر ان ۾ مکيءَ جي خوشبو واضح نموني ملندي. ائين هتي رهندڙ سيني ذاتين جا لهجا، مختلف قسمن ۾ ورهايل نظر ايندا. جن ۾ شرن، جمالين، ملاحن، مرين، لغارين، نظاماڻين ۽ ٻهڻ جي سڃاڻپ، سندن لهجن مان آساني سان ٿي ويندي آهي.

هتي جا ماڻهو لهجن کان سواءِ ڪجهہ ٻين ڳالهين ۾ بہ الڳ سڃاڻپ رکن ٿا. جيئن جمالي جيڪي هالا جي مخدوم صاحبن ۽ ٽنڊوالهيار پرسان ڪڏو شريف ۾ جيلاني گادي جي سيد ڪمال شاھ وارن جا مُريد آهن. اُنڙ ۽ منگواڻا مخدوم صاحب جا مُريد هئا. پر هاڻي منگواڻا ڪجهہ پيري آهن. ٻهڻ، هنگورا، ڪارڙا، ڳاها ۽ ڀنيرا وغيره اڪثريت ۾ پير صاحب پاڳاري جا مُريد آهن.

جيئن مکي ۾ مختلف ذاتين وارا ماڻهو مختلف هنڌن تي رهن ٿا، ائين هو سانوڻي ۾ مڇرن جي آزار کان يا مال جي گاهہ پٽي لاءِ سانگ تي بہ گهڻو ڪري روايتي طرح الڳ الڳ رُخن سان ويندا آهن. مثال طور ٻهڻ، اُنڙ ۽ منگواڻا جن وٽ ماهيو ۽ ڳائو مال وڌيڪ رهيو آهي، سي گهڻو ڪري اولهہ اُتر جي ڪنڌ تي، ڳجهڙي/ گجري کان 4/3 ڪلوميٽر اولهہ ۾ واقع ڪاري پٽ ڏانهن مال ڪاهي ويندا رهيا آهن. جڏهن تہ جمالي جن وٽ خاص ڪري مينهون وڌيڪ رهيون آهن، سي وري اڇڙي ٽر جي ڪُلي علائقي ۾ چوٽياري واري پاسي ويندا آهن. جڏهن تہ مري، جيڪي گهارائي مري سڏبا آهن ۽ سندن ضد ملڪان ملڪ مشهور

آهي، سي پنهنجو ماهيو مال اُتي ئي ويهاري وينا هوندا آهن يا پوءِ رات جو پاڻي ۾ ويهاري ڇڏيندا آهن. پر هو سانگ تي گهٽ ئي نڪرندا آهن.

اهڙي طرح ملاح جيڪي مقامي به آهن ته 1942ع کان وٺي ڪينجهر، بدين/لاڙ ۾ منڇر کان به هتي ايندڙ ويندڙ ملاح موجود آهن. انهن جو لهجو ٻين کان ته مختلف آهي ئي آهي، پر پاڻ ۾ نه صرف انهن جو لهجو مختلف آهي، پر هو جتي ڪافي لفظ به ٻيا ءِ الڳ ٿا ڳالهائين. اُتي سندن اُٿڻ ويهڻ ۽ ڪاڻي پيٽي جي طور طريقن ۾ به وڏو فرق آهي. مقامي ملاح جن کي گهڻي پاڻي ٻقاري سڏجي ٿو ۽ غير مقامي ملاح ڪجهه سالن کان ٻاهريان اچڻ لڳا آهن. تن کي هتي وارا ملاح لاڙڪ سڏين ٿا. انهن ٻنهي جي ٻولي، لهجن ۽ لفظن ۾ به واضح فرق آهي. مثال طور:

| مقامي ملاح | لاڙڪ ملاح |
|---|---|
| رُکو يت | اَچڙو يت |
| ماني ناهيو | ڪُنو ڪيو |
| پاڄي رڌو | هنڌي ڪيو |
| وَنهان | وِيهان |
| غريب آهيون | غريبڙا آهيون |
| بي عقل ٿو ڏسجي | صفا ڪو هوڙهو ٿو ڏسجي. |
| اڙي | اڙا |
| پاڻي ۾ لهڻ | پاڻي ۾ ڊَرڻ |
| ڦتجي پوڻ | جُهري پوڻ |
| مردانو عضو | ڪاڙهه |
| پَٽرو (چار لڳائڻ جو هڪ طريقو) | پَن |
| ٽيري | ٽيلهي/لاهر |
| ڪُرڙو | ڏنيرو/ڏانير |
| موراڪي | موري |
| ڏاهي ميڇي کي مقامي ملاح ڪائن. | پر لاڙڪن جو ساناٽي پاڙو ان کي ڏاڏي سمجهي ۽ چوي ٿو ان ڪري ڪونه ڪائي |
| لسي ۽ يت ٻهڙ ڪري ڪائڻ ڪي. | لاڙڪ ملاح سُرب سُرب ڪري ڪائڻ چوندا |
| جڏهن ته ڪنڊ سان يت ڪائڻ ڪي. | لاڙڪ ملاح چَرڪ چَرڪ ڪري ڪائڻ چوندا |
| جنهن غير ملاح کي ترڻ نه اچي يا ان جو پاڻي سان واسطو نه هجي | لاڙڪ ان کي جٽ چوندا آهن. |

| بُوھڙ | بي پرواھہ يا جاهل |
|---|---|

مقامي ۽ لاڙڪ ملاحن ۾ نہ صرف ڪيترن لفظن جو فرق آهي بلڪہ سندن اٿڻي ويهڻي ۽ کائڻ پيئڻ جي طور طريقن ۾ بہ فرق آهي جيئن: هتي جو ملاح چانور کائڻ مهل گرهہ ناهي کائيندو آهي پر لاڙڪ لپ سان وات ۾ وجهندا آهن. هنن ۾ پاڻ ۾ متي مائٽي ڪرڻ جو رجحان بہ نہ برابر آهي. لاڙڪن ۾ پکائي ملاحن جو طريقو وري صفا ئي نرالو آهي. اهڙي طرح لاڙڪ ملاح گهڻو ڪري مڇي جو ئي استعمال ڪندا آهن ۽ اُهي مقامي ملاحن پاران سائي ڀاڄي کائڻ کي گاهہ کائڻ چوندا آهن. لاڙڪ چوپايو مال نہ برابر ڌارئيندا آهن, پر اُهي ڪڪڙيون پاليندا آهن. جيڪي وري مڇي کائڻ سبب جلد واڌ ويجهہ ڪنديون آهن. اهڙي نموني مقامي ملاحن ۾ ڪافي ماڻهو اهڙا بہ هئا جن کي نہ تہ چوپائي مال ڌارڻ جي خبر هئي, نہ انهن کي مال ڀڏڻ جي ڄاڻ هئي ۽ نہ ئي کين مال ڏوهڻ جوئي ڪو پتو هو! ان حوالي سان مقامي طور ڪيترائي دلچسپ قصا مشهور آهن تہ انهن مال ڏوهڻ لاءِ ڪيئن جتن ڪيا.

جيئن ملاحن جو گذارو گهڻي ڀاڱي مڇي تي آهي ۽ هو مڇي کي مختلف طريقن سان پچائي بہ ڄاڻين تہ مهمان کي بہ مڇي شوق سان کارائين. جڏهن تہ مکي جا ڀاڳيا وري مهمان کي نيرن پرائڻ, مکڻ ۽ ماکي سان ڪرائين. منجهند جو گيهہ مکڻ ۽ لسي سان ماني کارائين تہ رات جو وري ماني سان کير جو استعمال وڌيڪ ڪن.

اهڙي نموني هتي جو عام ملاح مڇي ڪٽي ويندڙ کي ’ڀلاڻو‘ ۽ جنهن ڏانهن مڇي ڪٽي وڃبي آهي, ان کي ’مُهاڙيو‘ سڏيندا آهن. جنهن ماڻهو کي ترڻ نہ ايندو آهي ملاح ان کي صفا ڪورو ڄٽ سمجهي, چوندا آهن تہ هو پاڻي ۾ ڪريو جهڙو ڇيڻو ڪريو! معنيٰ هٿ پير نہ هلائي سگهندو.

مکي جنهن ۾ ڪيترائي ڀيرا لڏپلاڻ ٿي چڪي آهي, جتي سڀ کان اڳ درياءَ جي دڳ بدلائڻ بعد وڏي پيماني تي لڏپلاڻ ٿي, ان بعد انگريز دور ۾ حُر مارشلا دوران لڏپلاڻ ٿي, ان بعد هتي ٻين صوبن مان ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ ماڻهو آڻي آباد ڪيا ويا ۽ انهن کي هتي جون زمينون ڏنيون ويون, ائين هاڻ هتي بلوچستان مان ۽ اُتر سنڌ مان بلوچي ڳالهائيندڙن جو تعداد تمام گهڻو وڌي چڪو آهي, ان کان اڳ جو مقامي منفرد لهجن تي ان جو اثر ٿئي. ڪاش ڪو ماهر انهن جو تفصيلي مطالعو ڪندي, انهن کي رڪارڊ جو حصو بڻائي وٺي!

ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ مکي جيڪو هڪ الڳ ۽ منفرد علائقو ۽ خطو رهيو آهي ان جي ٻولي جو لهجو بہ ٻين علائقن کان مختلف آهي. ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ سنڌ جا ڏاها, گرامر ۽ صوتيات جا ماهر, گهٽ ۾ گهٽ اصلي مکيءَ جي راهاڪن پاران ڳالهائجندڙ توڙي پوءِ مکي ۾ اچي آباد ٿيندڙ ماڻهن

پاران ڳالهائجندڙ انهن مختلف لهجن ڏانهن ڌيان ڏئي، گهربل تقاضائن مطابق لکندي، انهن کي سنڌي ٻولي جي مختلف لهجن واري لسٽ ۾ شامل ڪن.

## مَکي جي ماڻهن جي گذر سفر جا ذريعا

هونئن تہ مَکيءَ جي ماڻهن جو گذر سفر جو وسيلو چوپايو مال ئي هو پر ان کان علاوه مختلف علائقن جي ٻين ماڻهن وانگر، انهيءَ علائقي مان ملندڙ ڪچي مال/خام مال مان مختلف شيون ٺاهي ۽ کپائي گذران ڪندا هئا. مَکي جي ماڻهن جو نہ صرف گذر سفر انهن شين تي هو بلڪ هو انهن ڪمن ۾ خاص مهارت بہ رکندا هئا. مَکي جا ماڻهو جتي چوپايو مال ڌارڻ، پالڻ ۽ چارڻ، ماکي، مڇي، گيهہ، مکڻ، کلون، لاک، کونئر، ڪائيون، ٻوراني، ٻيهہ ۽ پٻڻ وغيره وڪڻي گذر سفر ڪندا هئا، اتي انهن جي گذر جو هڪ اهم ذريعو مَکي جي ڍنڍين ۾ ٿيندڙ پَن سَرن ۽ ڪانهن مان مختلف شيون ٺاهي، وڪڻ تي بہ هو. جن ۾ وري نکون، تڏا، تونريون، پَن ۽ سَرن مان ٺهندڙ گهر ٺاهڻ جا پکا، هٿ جا هوا لڳائڻ وارا پکا(ونجڻيون)، پَن مان ٺهندڙ مُصليٰ، پردي لاءِ چڪون، ڇٻين جا مختلف قسم وغيره بہ ٺهندا هئا. اهي شيون نہ صرف مقامي ماڻهن جون ضرورتون پوريون ڪنديون هيون، بلڪ ٻين علائقن جي ماڻهن جون ملڪي ۽ صوبائي سطح تي بہ ضرورتون پوريون ڪنديون هيون ۽ مقامي ماڻهن جي چلهہ گرم رکڻ ۽ زندگي جو گاڏو گهلڻ جو باعث بہ بڻبيون هيون. مکي ۾ ٿورا گهڻا فصل بہ ٿيندا هئا. جن ۾ مردن سان گڏ عورتون بہ گُڏ ڪيڻ کان وٺي رونبي، چونڊائي، لاباري ۽ واٺر ڪرڻ جهڙا ڪم بہ ڪنديون هيون تہ جنڊ تي گهرن ۾ اٽو بہ پيهنديون هيون. عورتون گهريلو ڪم ڪار ڪرڻ سان گڏ اڳٺ، سڳيون، ڳانا، موڙ ڪتون واٽڻ ۽ واڻ ٺاهڻ سان گڏ رليون بہ ٺاهينديون هيون تہ پرت بہ پرينديون هيون. ان کان علاوه عورتون اَن وجهڻ لاءِ پَليون يا مٽيءَ جون وڏيون گُنديون، ننڍيون گُنديون جنهن کي گندلو سڏبو هو سي بہ ٺاهينديون هيون.

پر مَکي ۾ ماڻهن جي گذر سفر جو سڀ کان وڌيڪ ۽ اهم ذريعو چوپايو مال ئي هو. جيڪو سندن لاءِ بلئنڪ چيڪ وانگر هو. پاليل ۽ وڌندڙ مال، اهڙي بئنڪ جي چيڪ مثل هو جنهن کي هو ڪنهن بہ وقت پڙيءَ تي چاڙهي يا ٿر جي واپارين کي وڪڻي، چيڪ وانگر ڪيش ڪرائي ٿي سگهيا. مال وڪڻ کان سواءِ مال جو مکڻ ۽ گيهہ وڪڻي بہ گذر ڪيو ويندو هو. باقي کير وڪڻ جو رواج چون ٿا تہ ڪافي دير سان، حر مارشلا کان پوءِ پيو. ان کان علاوه ڪجهہ آبادي جو گذر سفر مڇي تي بہ هو. مکي جيئن تہ ڍنڍ سان گڏ ٻيلو بہ هو انڪري ڪجهہ ماڻهو ماکي ڇاڻي ۽ لاک لاهي بہ گذران ڪندا هئا. مکي ۾ ماکڙ/مکڙن جو اچڻ ماڻهن لاءِ عيد برابر هوندو هو. جن کي پڪڙي، پريون ٻڌي، وڻن ديگڙن ۽ ديگن جي اُڀرندڙ پاڙي ۾ وجهي، پچائي کائيا هئا. مکيءَ ۾ فصل تہ ايڏي وڏي تعداد ۾ ٿيندا ڪونہ هئا، جو ماڻهن کي مکڙن مان ڪو ايڏو وڏو نقصان ٿئي. انڪري مکڙن جو اچڻ سندن لاءِ قدرت طرفان اُماڻيل ڪنهن وڏي سوکڙيءَ کان گهٽ ڪونہ هوندو هو. ماڻهن کي نہ صرف کائڻ لاءِ الڳ ۽ منفرد شيءَ ملي ويندي هئي، بلڪ سندن يڪسانيت جو شڪار زندگيءَ ۾ توڙي ڪچهرين جي موضوعن ۾ بہ مکڙن جي اچڻ سان نئواڻ اچي ويندي هئي. هو ڪيتروئي عرصو ڪچهرين ۾ پيا مکڙن جون ڳالهيون ڪندا ۽ ٻڌائيندا هئا.

### مکيءَ ۾ ٺهندڙ مختلف شيون ۽ انهن جا اگهہ:

مکي جي هن علائقي ۾ ماڻهو مختلف قسمن جون شيون ٺاهي پيٽ گذر ڪن ٿا. ايندڙ وقت جي معاشيات ۾ دلچسپي رکندڙ مورخ لاءِ انهن مان ڪجهہ شين ۽ انهن جي اگهہ جو هڪ مختصر ذڪر ڪجي ٿو. اهي شيون مدل ۾ هنن کان تمام سستي اگهہ تي وٺي، ڳري اگهہ تي اڳتي مارڪيٽ ۾ کپائي منافعو ڪمائي ٿو. ست فُٽ جو پن جو پکو 60 روپيہ. 10 فُٽ جو تڏو 25 روپيہ. سَر جو ويھ فُٽ جو تڏو 120 روپيہ. سَرن جي ڪِڙي (سِرڪي) هڪ روپيو فُٽ جي حساب سان. پَن جي پري 20 روپيہ. سَر جو گڏو 10 روپيہ. پچر 10 روپيہ في عدد. جڏهن تہ جيڪو سامان هتان کان ٻاهر ٽرڪن تي وڪڻڻ لاءِ ڪٽي وڃبو آهي، ان ۾ سَرن جا 130 کان 120 گڏا، هڪ ٽرڪ ۾ ايندا آهن ۽ في گڏو 50 روپيين جو هوندو آهي. سَرن جو ٺهيل پکو 100 روپيين جو هوندو آهي ۽ هڪ ٽرڪ ۾ 150 کان 160 تائين گڏا ايندا آهن. ديھ مکي مان 12 ٽرڪون سَرن جي گڏن جون هڪ هفتي ۾ نڪرنديون آهن. هتان پَن جون 20 ٽرڪون هڪ هفتي ۾ نڪرنديون آهن. جڏهن تہ هن علائقي جا سئو کن ماڻهو انهيءَ ڪم ۾ مصروف آهن. هتي ٽرڪ جي ڀرائي جو اگهہ 300 روپيہ آهي، جيڪا ڪلاڪ ۾، 20 مزدور ڀريندا آهن.

### مَکي جي ماڻهن جو لباس

جيئن مختلف علائقن جي ماڻهن جو لباس، ٻين علائقن کان ڪجهہ نہ ڪجهہ مختلف هوندو آهي، ائين مَکي جي ماڻهن جو لباس بہ ٿورو گهڻو ٻين علائقن کان مختلف هو. ڇاڪاڻ تہ ماڻهو تہ پٽڪي جي 'ڀير'/وَر مان نہ صرف علائقي جو پر ذات جو بہ اندازو ڪري وٺندا آهن/هئا. ائين ئي ڏاها، مکي جي ماڻهن کي بہ لباس ذريعي پري کان سڃاڻي وٺندا هئا.

### مَکي ۾ مردن جو لباس

مَکي ۾ مردن جو لباس گهڻو ڪري پٽڪي، هڪ پُڙي ۽ بہ پُڙي اجرڪ، مٿي تي انگوڇو، پهراڻ، سلوار ۽ گوڏ تي مشتمل هوندو هو. عام مردن جو لباس بافتي (ڪپڙي جو هڪ قسم) ڪجهہ ماني مڇي وارا، 'هرڪ' استعمال ڪنداهئا. واپاري قسم جا ماڻهو پهراڻ جي هينيان 'صدري' بہ پائيندا هئا تہ ڪي وري رڳو صدري ۾ ئي گذارو ڪري وٺندا هئا. مَکيءَ ۾ عام غريب هندو ماڻهو لانگوٽو (گوڏ جو مخصوص قسم) بہ ٻڌندا هئا. جُتي گهڻو ڪري مقامي موچين جي ٺاهيل ئي استعمال ٿيندي هئي، جنهن جو هڪ قسم گهيتلو بہ هو. ان کان علاوه چمڙي جي والهوتي جوتو ۽ چمڙي جو چاندي مڙهيل جوتو، چاندي مڙهيل يا سادو سليپر بہ استعمال ڪندا هئا.

### عورتن جو لباس:

مَکي جون عورتون پڙا، گج ۽ پوتي پائيندو هيون، پڙا، حيثيت مطابق ٻانڌڻو ۽ ڪاڪريچي بہ هوندا هئا تہ سادا بہ جڏهن تہ گج ۽ پڙا مختلف ذاتين کي، مختلف قسمن جا هوندا هئا. پوتي يا چُني عام 'وائلي' کان وٺي ٻانڌڻو تائين بہ هوندي هئي. جڏهن تہ پير صاحب پاڳاري جماعتي ماڻهو، سورهيہ بادشاهہ جي اعلان بعد چوڙا ڪونہ پائيندا هئا. عورتون ٺئور واري جتي جنهن کي سماترو بہ سڏبو هو پائينديون هيون.

ان کان علاوه ٻروچ ذات جون عورتون گگهو ۽ سلوار پائينديون هيون. سلوار گربي جي بہ هوندي هئي تہ مونڙي جي بہ. پوتيون پرت پريل بہ هونديون هيون تہ ٻانڊٽو بہ ۽ سادا وائلا بہ. بيوه عورتون اڇو گگهو پائينديون هيون. سمات بيوه عورت چوڙا لاهي ڇڏيندي هئي تہ نٿ ۽ ڪِل بہ ڪونہ پائيندي هئي. عورتن کي پيرن ۾ چمڙي جي جُتي جنهن جي پپ مٿان سوٽي رنگن وارو گُل لڳل هوندو هو يا سادي جُتي بہ هوندي هين تہ هو چمڙي جو سپاتو بہ پائينديون هيون.

## مَکي جا فصل

مَکي ۾ گهٽو ڪري برسات بعد ٻاجهري، گوار ۽ تِر پوکيا ويندا هئا ۽ انهن جوئي وڌ کان وڌ استعمال ڪيو ويندو هو. ڪنهن وقت چون ٿا تہ ڪراچي جي مارڪيٽ ۾ سانگهڙ جي گدرن جو هوڪو هلندو هو جيڪي بہ انهيءَ مَکي واري پاسي جا ئي هوندا هئا. ڪٽڪ جا ڪٽا بہ ڪجهہ ئي ماڻهن وٽ هوندا هئا، جيڪي ٻورين ۽ گُندين بجاءِ دِلن ۽ مَٽن ۾ رکيل هوندا هئا. جنهن مان انهن جي مقدار جو اندازو آساني سان لڳائي سگهجي ٿو.اندازو تہ ان چوٽي مان بہ ڪو لڳائڻ چاهي تہ لڳائي سگهي ٿو تہ " جنهن جي گهر ۾ داڻا، ان جا چريا بہ سياڻا". جهونن جي بقول تہ ڪٽڪ ۽ چانور وغيره خاص ڏينهن يا عيد براد تي استعمال ڪبا هئا. ماڻهن جي اڪثريت سانوڻ ۾ ڦوڳ ۾تيندڙ 'ڦوڳي' کي جنڊ ۾ پيهي، اُن کي اٽي سان ڳڌائي، ماني پچائيندي هئي تہ ساڳي وقت 'ٻوڙي' گاهہ جي ٻج/اَن کي ڪُٽي، جنڊ ۾ پيهي، اهو بہ کائيندا هئا.

## مکي جا کاڌا

عام طور تي مَکيءَ جي ماڻهن جو گذر گيهہ، مکڻ، لسي ۽ کير تي هوندو هو. ڪڪڙ يا گوشت بہ ڪڏهن ڪنهن مهمان يا ڏينهن ڏهاڙي تي رڌيو ويندو هو. ملاحن جو کاڌو گهٽو ڪري مڇي هوندي هئي. باقي سائي ڀاڄي جو رواج گهٽ ئي هوندو هو. البتہ سيزنل ڀاڄيون ضرور رڌبيون هيون. جن ۾ چانو چيڙ. ڏونئرا، پُسي، ڪنيون، ناڙو، لُلر، لُوٽڪ، تينسيون/ ميها ۽ مليرڙو وغيره جهڙيون ڀاڄيون شامل هيون. جيڪي باقاعدي پوکڻ بجاءِ جهنگلي نموني، قدرتي گاهن وانگر ٿينديون هيون. سندن ناشتو گهٽو ڪري ماکي مکڻ ۽ ڏهي سان هوندو هو. ٻن پيرن جي ماني ۾ مکڻ سان گڏ لسي جو وٽو هوندو هو ۽ رات جو گهٽو ڪري ماني يا چانورن سان گڏ کير واپرائيبو هو. ان کان علاوه ڏينهن ڏيهاڙي منو پٽ، طاهري ۽ ٻُسريون بہ پچائيبيون هيون.

## مکيءَ جا ميوا

ٽر توڙي مَکي جي ماڻهن لاءِ پيرون ڪنهن تمام اهم موسمي ميوي کان گهٽ ڪونہ هوندا هئا. پيرون نہ صرف پنهنجي لاءِ پٽبا هئا، بلڪ اهي سوکڙي طور عزيزن ۽ دوستن ڏانهن بہ اماڻبا هئا. ان کان علاوه پيرون سڪائي بہ رکيا ويندا هئا. جنهن کي 'ڪوڪڙ' سڏبو هو. ڪوڪڙ خشڪ ميوي طور استعمال ٿيندي هئي. پيرون ۽ ڪوڪڙ کان علاوه ڄانهن جو ٻج جنهن کي 'ڪُڙيون/ڪُريون' سڏجي ٿو. سي بہ ٽر ۽ مَکي ۾ سڪائي رکبيون هيون ۽ وقتاً وقتاً کائيبيون هيون. جيڪڏهن ڳالهہ سنگرين ۽ کوکن جي نہ ڪبي تہ مَکي (۽ ان سان گڏ ٽر جي بہ) جي ماڻهن جي کاڌ خوراڪ جي ڳالهہ اڌوري رهجي ويندي. سنگريون نہ صرف ڀاڄي لاءِ استعمال ٿينديون هيون/آهن، بلڪ چوپائي مال ۽ پکي پکڻ لاءِ بہ بهترين غذا آهن. ان

کان علاوه پڪل سگريون جن کي ڪوڪا سڏبو آهي، سي وري ٻراءِ فروٽ جو ڪم ڏينديون آهن. غربت جا ماريل ماڻهو اڳي انهن کي ڪُٽي، پيهي، اٽي ۾ ملائي، ماني به پچائيندا هئا.

ان کان علاوه مکيءَ جا ماڻهو مقامي طور پيدا ٿيندڙ ڪجهه ٻيون شيون به فروٽ/ميوي طور استعمال ڪندا هئا، جن ۾ ٻيهه، لاپو ٿوٻي، لوڙهه، پبڻ، ٻُوراني، ماڪي، مڪ، ٻيورو/ٻيرو مڪرا، ڪرنگ، ڪير، پپون ۽ پڪا وغيره شامل آهن. اڄڪلهه وري مکيءَ ۾ گجري واري پاسي ٿيندڙ اڇي رنگ واريون لاهوري گجرون، پنهنجي ذائقي ۽ مناس سبب ڏاڍي شوق سان کاڌيون وڃن ٿيون.

## مکي جا گدرا

مکي جون هونئن ته کائڻ پيئڻ جي حوالي سان ڪيترين ئي شيون مشهور آهن، پر هتي ماضي ۾ ٿيندڙ گدرن جو مقابلو، ٻئي ڪنهن به علائقي جي گدري جي ڪرڻ کان زور هو. مکيءَ جا گدرا وڏڻ مهل اندران ڪير جهڙا اڇا هوندا هئا ۽ ان جي ګل صفا سني هوندي هئي. جن جي مناس ۽ ذائقو کائيندڙن کان ڪڏهن به ڪونه وسرندو هو. انهن جي خوشبو پري کان پئي ايندي هئي. جنهن گهر ۾ گدرو پيل هوندو هو، گهر ۾ داخل ٿيندڙ کي ان جي پري کان خبر پئجي ويندي هئي. مکي جي گدرن واري ڳالهه ان دور جي آهي، جڏهن اڄا ڪلو بجاءِ سير جو حساب هلندڙ هو ۽ اهي گدار هڪ روپيو سير جي حساب سان وڪامندا هئا. اڄا نقلي ٻج، هٽرادو ياڻ ۽ زهريليون دوائون ڪونه آيون هيون، اهي گدرا چوپائي مال جي پان تي ٿيندا هئا. مکيءَ جي انهن گدرن جي هاڪ پري پري تائين هوندي هئي. ڪراچي توڙي ٻين وڏن شهرن جي بازارن ۾ مکي جي گدرن جو هوڪو هلندو هو! ماڻهو پري پري تائين اهي گدرا سوکڙي ڪري اُماڻيدا هئا. اڄ نه مکي رهي آهي ۽ نه اهي گدرا. باقي اڳرين تي ڳڻڻ جيترا بچي ويل جهونا اڄ به انهن گدرن کي ساري، ٿڌا ساهه ڀرين ٿا.

## ملڪ سڄي ۾ مشهور مکيءَ جا ڪاڄا

ملڪ اندر توڙي ملڪ کان ٻاهر سانگهڙ جي سڃاڻپ ۾ 'مکيءَ' واري علائقي ۾ ٿيندڙ ڪاڄا به رهيا آهن ته ڪنهن وقت هتي ٿيندڙ گدرا پنهنجي خوشبو ۽ ذائقي سبب پنهنجو مٽ پاڻ رهيا آهن. ان کان علاوه مکيءَ جي ماڪي، گيهه، مکڻ ۽ اڇيون لاهوري گجرون به مکي جي سڃاڻپ رهيون آهن. مکيءَ ۾ چڪ آباد ٿيڻ بعد، بلڪ مکي جي چڪن ۾ بدلجڻ بعد هتي پنجاب مان ايندڙ رٽائرڊ فوجين پاڻ سان ٻين شين سان گڏ ڪاڄيا پوکڻ جو فن به آندو. هتي شروعاتي ڪاڄيا پوکيندڙ آبادگارن ۾ ورڪشاپ/ چڪ نمبر 40 لڳ چڪوال واري پاسي کان ايندڙ ميجر اورنگزيب ۽ 66 چڪ جي غفور جٽ جا نالا ورتا وڃن ٿا. جڏهن ته ڪاڄن جي آخري دور جي مشهور زميندارن ۾ ملڪ دليل، GA شاهه ۽ ميجر نذير جا نالا خاص طور تي ورتا وڃن ٿا.

هونئن تہ ڪاچا سڄي مڪيءَ ۾ پوکبا هئا، پر خاص طور تي 10/9 چڪ کان شروع ٿي گجري، ورڪشاپ، فوجي موڙ کان اولهندي 32 چڪ، اُتان 22 چڪ ۽ پوءِ ڏکڻ ۾ 5 چڪ جي وچ وارو علائقو ڪاچن جي پيداور جي لحاظ کان سڀ کان اڳتي ۽ ذرخيز هو. هي علائقو 1970ع کان 1994ع تائين ڪاچن جي پيدوار جي لحاظ کان سڄي ملڪ ۾ اڳيرو رهيو. هتي جي ڪاچن جي في ايڪڙ پيداور 45/40 مڻ هوندي هئي. سانگهڙ مان روزانہ ملڪ جي مختلف حصن ڏانهن 200 گاڏيون پرجي نڪرنديون هيون. هڪ ٽرڪ ۾ 220 ٻوريون هونديون آهن ۽ هڪ ٻوري ۾ هڪ مڻ ٻہ کان ٽي سير تائين ڪاچا ايندا آهن. انهيءَ مان مکي جي علائقي ۾ ڪاچن جي پيداور جو اندازو آساني سان لڳائي سگهجي ٿو. پر پوءِ وقت گذرڻ سان گڏ ڪاچن جي پيداور ۾ ڪمي ايندي وئي ۽ رهي سهي ڪسر 2011 واري تاريخي ماهہ ٻوڏ بعد پوري ٿي وئي. آبادگارن جي بقول، ان کان پوءِ يا تہ زمين جي زرخيزي ۽ ساخت ۾ ڪا وڏي تبديلي آئي يا ڪي اهڙيون آبهوائي تبديليون آهيون جن ڪاچن جي پيداور کي سخت متاثر ڪيو ۽ ڪاچي جي ايوريج في ايڪڙ پيداوار صفا گهٽ ٿي وئي.

ڪاچن جي پيداوار لاءِ وارياسي زمين موزون هوندي آهي ۽ ان لحاظ سان مکي جي زمين ڪاچن لاءِ بهترين زمين هئي. پوءِ مسلسل ڪاچا پوکڻ سبب ۽ زمين کي پاڻي ملڻ سبب، بقول زميندارن جي ٽي زمينون پڪيون ٿينديون ويون ۽ پوءِ ڪاچن جي پيداوار گهٽجندي وئي. ايستائين جو 45/40 مڻ في ايڪڙ واري ايوريج گهٽجندي 10/8 ايڪڙ تائين اچي پهتي. ڪي ماڻهو ان جا سبب ڪجهہ ٻيا بہ ٻڌائين ٿا. سندن بقول تہ ڪاچن جو فصل وڌيڪ محنت طلب فصل آهي. جڏهن تہ ان جي مقابلي ۾ وونئڻن جو فصل گهٽ محنت طلب پر وڌيڪ ايوريج ۽ اگهہ ڏيندڙ فصل هجڻ ڪري، ماڻهن ڪاچا پوکڻ گهٽائي ڇڏيو. هاڻ مشڪل سان 5 سيڪڙو ماڻهو هتي ڪاچا پوکيندا هوندا.

سياري جي شروع ۾ لهندڙ هن فصل جو واهپو بہ سياري ۾ تمام گهڻو ٿئي ٿو. سياري ۾ ڪنهن دل گهري سان ڏٺي ڪچهري ڪرڻي هجي يا ڪچهري جي گهڙين کي ڊگهو ڪرڻو هجي تہ ان لاءِ ڪاچن کان بهتر يلا ٻيو ڇا ٿو ٿي سگهي!

سياري جي ميوي طور مشهور ڪاچا، جيڪي مختلف صحت بخش غذائي جُزن سان ڀرپور هوندا آهن، سي سنڌ ۾ سانگهڙ کان علاوه سکر ۾ سُٺي پيداور ڏيندا آهن. ڪاچا سرحد جي بہ ڪجهہ حصن ۾ ٿيندا آهن ۽ پنجاب جي علائقن ۾ وري: چڪوال، مظفر ڳڙهہ کان اڳتي چوڪ مُندا، چوڪ اعظم، پنڊي گيپ، تلا گنگ، ميانوالي ۽ اٽڪ ۾ وڌيڪ ٿيندا آهن. جڏهن تہ هن وقت ملڪ ۾ سڀ کان سُٺا ڪاچيا پارا چنار ۽ ان بعد تلا گنگ ۾ ٿين ٿا. جتي جي ڪاچن جو

داڻو ڏاڙهون جي وڏي داڻي برابر ٿيڻ سان گڏ هڪ ڦري ۾ ٽي کان چار داڻا ٿين ٿا. اُتي جي کاڄن جي ڦري وڏي هجڻ سان گڏ ڏسڻ ۾ به خوبصورت لڳي ٿي. جڏهن ته سانگهڙ واري پاسي جي کاڄن جي ڦري ۾ عموماً به دانا هوندا آهن. جن مان ڪي داڻا ته صفا ننڍا به هجن ٿا ۽ ڪن جون ڦريون خالي به هجن ٿيون. ائين سانگهڙ جي کاڄن جي ڦري نه ايتري وڏي هوندي آهي/هئي ۽ نه ڏسڻ ۾ ايتري موچاري لڳندي آهي. پر سانگهڙ جي کاڄن جو ذائقو ۽ مناس سڀ کان وڌيڪ هوندو آهي. اهي ذري گهٽ بادام جي مقابلي جا هوندا آهن. ان ڪري ئي ملڪ ۾ سانگهڙ جي کاڄن جي ڏاڍي گهرج رهي. وزن جي لحاظ سان پنجاب جي کاڄن جي ٻوري جو وزن هڪ مڻ کان سوا ۽ ڏيڍ مڻ تائين هوندو آهي، جڏهن ته مڪي/سانگهڙ جي کاڄن جو وزن هڪ ٻوري ۾ 35 کان 38 ڪلو تائين هوندو آهي. ان کان علاوه انديا جا کاڄا به ملڪ ۾ ڪافي شوق سان کاڌا وڃن ٿا، جن جو ذائقو ته ايترو سنو ناهي هوندو پر اهي خوبصورتي ۾ سرس ضرور هجن ٿا.

کاڄن جا ڪيترائي استعمال ٿين ٿا يا ائين ڪٿي چئجي ته انهن کي مختلف طريقن سان استعمال ڪيو وڃي ٿو. ڊراءِ فروٽ طور استعمال ٿيندڙ کاڄا، سُڪا به کاڌا وڃن ٿا ته، ڪيرٽي وغيره ۾ به وڌا ويندا آهن. کاڄن جي لائي ته خاص طور تي مشهور آهي. ڳڙ جا شوقين خاص طور تي آرڊر تي ڳڙ نهرائڻ مل ان ۾ کاڄا ضرور وجهرائيندا آهن. ملڪ ۾ مشهور سوهن حلوي ۾ به هاڻ بادامن بجاءِ کاڄن جو استعمال وڌيڪ ٿيڻ لڳو آهي. کاڄا بيڪرين جي مختلف قسمن ۾ به استعمال ٿين ٿا. اهي نمڪو سان گڏ به کاڌا وڃن ٿا ته ڪشمس سان گڏائي به کائبا آهن. ميلن تان موٽندڙ ماڻهو عام طور تي کاڄا مليل ڪشمشون ضرور وٺي واپس ورندا آهن. کاڄن جو تيل به نڪرندو آهي، جيڪو کائڻ کان علاوه مختلف بيمارين ۾ به ڪم ايندو آهي. افسوس اهو آهي ته ڏاڙهون جي داڻي سان ٿوري گهڻي مشابهت رکندڙ، ذائقي ۾ بادام جهڙو لڳڻ ۽ ڏسڻ ۾ موتي جهڙو اچو هجڻ باوجود شايد ئي ڪڏهن ڪنهن شاعر جي اک کاڄن جي داڻي پئي هجي!

ڪپهه سان گڏ پنجين ڇهين مهيني ۾ پوکجندڙ ۽ ڪپهه کان پوءِ جلد ئي لهندڙ کاڄن جو فصل تقريباً 120 ڏينهن ۾ تيار ٿيو وڃي. جنهن کي انسانن سان گڏ سوئر ۽ ڪنهن حد تائين گدڙ به ڏاڍي شوق سان کائيندا آهن. سوئر کاڄن واري زمين مان، کاڄن کي ڪوٽي، کائي، گهڻو نقصان ڪندو آهي. اڳي مڪي ۾ سوئر جام هوندا هئا، پر هاڻ نه اُتي کاڄا رهيا آهن ۽ نه ئي سوئر!! سڀ ڪو ويو پنهنجو وارو وڃائي!! کاڄا زمين جي ساخت بدلجڻ سبب ٿين گهٽيا ۽ سوئر انساني آبادي وڌڻ ۽ جهنگ گهٽجڻ بعد، گهٽجي ويا.

ڪاڇا جيڪي سانگهڙ جي ڪرڙو ميڇي وانگر سڄي ملڪ ۾ سوڪڙي طور اُماڻبا هئا ۽ جن جي پيداور جي لحاظ سان سانگهڙ ضلعو سڄي ملڪ ۾ اڳيرو هو، ان ڪري حڪومت ان حوالي سان منڍ جمڙائو روڊ تي ورڪشاپ لڳ ڪاڇن جي پيداور وڌائڻ لاءِ هڪ سرڪاري مرڪز به ٺاهيو هو، پر ان جو حشر به ساڳيو ٻين سرڪاري ادارن جهڙو ئي ٿيو. اڄ نه اها مڪي رهي آهي نه ئي اهي ڪاڇا. بس مڪي وانگر رڳو ڪاڇن جون به خبرون وڃي باقي بچيون آهن!

## مَڪي ۾ وندر جا وسيلا ۽ رانديون

مَڪيءَ ۾ پاڳين جا پاڻ ڪچهرين جا به مرڪز هوندا هئا. عام طور تي ٿيندو ائين آهي ته جسماني محنت ڪندڙن ڪي اهڙي تفريح گهربل هوندي آهي، جنهن ۾ هلڻ ڦرڻ گهٽ، پر هڪ هنڌ ويهي مزو ماڻڻ جو عنصر وڌيڪ هجي. جڏهن ته ذهني محنت ڪندڙن لاءِ وري تفريح جو وڌيڪ ۽ اهم ذريعو هلڻ ڦرڻ ۽ گهمڻ وارا ڪم هوندا آهن. ائين مَڪي جا ماڻهو سڄو ڏينهن مال جي پنيان يا گهر جي ڪُني چاڙهڻ ۽ چلهه گرم رکڻ لاءِ جسماني محنت ڪندا هئا. جنهن ڪري انهن ڪي تفريح اها گهربل هوندي هئي، جيڪا ويٺي ويٺي ڪجي. ان لاءِ انهن وٽ ڪچهري جو رواج به گهڻو هوندو هو. ڪچهرين کي گرمائڻ لاءِ وري نڙ بيت، راڳ، سگهڙن جون ڏنل ڏِنون، ڏور بيت، گُرو چيلو ڏهس، مولود، وائي، ڳجهارتون ۽ پروليون هوندا هئا. نڙ بيت جي حوالي سان مشهور عشقيه داستان نڙ جي مشهور 'صابل جي ڦُوڪ' جو تعلق به بهرام جمالي ۽ صابل جي قصي سان آهي، جيڪو به مَڪي جو ئي هو. نڙ بيت جي حوالي سان هڪ ٻي داستان لالي ۽ صدورو به مڪي جا هئا ته انهن جون به صابل وانگر نڙ ۾ ڦوڪون مشهور هيون. (انهن جي باري ۾ چاڻ مڪي ۾ ڄَمر ۾ ويٺل ابوپوٽن وٽان ملي سگهي ٿي). ڄَمر ڏُبي پرسان ڊيم جي ڪناري سان اُپرندي پاسي آهي. صدورو بهرام جمالي واري قصي جي مزار/مرزو جمالي جي جوڙ جو هو ۽ هن سان گڏ هوندو هو. پر لالي کي صابل وانگر ڦوڪ سمجهه ۾ نه ايندي هئي ۽ نه ئي هو بهرام وانگر وڌيڪ ڦوڪون ٺاهي سگهيو ۽ نه ئي ايترو مشهور ٿيو. سندس ڦوڪ هن طرح به ملي ٿي: وَر ڦاپي ڦر ويا، دڙو لهي پَر ويا.) اهڙي طرح موتل ۽ ڦاپي جي ڦوڪ به نڙائين وٽ مشهور رهي آهي (موتل جي باري ۾ وڌيڪ ڄاڻ ساڏوٽي جي ملوڪاٽين کان ملي سگهي ٿي!) موتل جي حوالي سان مرزو جمالي ڦوڪ ٺاهي هئي. مَڪي جا نوجوان ٻيلهاڙي، ٽتري، اک ٻوٽ، ڏڳڙيون نر —نٽڻي، ڪوڏي چنهر، پٽي راند ڪيڏڻ، ڪوڏي ڪوڏي ۽ ونجهه وٽي ذريعي پاڻ وندرائيندا کان سواءِ پاٽي ۾ ترڻ ۽ پاٽي ۾ ڏائي راند به ڪندا هئا.

## مَڪيءَ ۾ عورتن جي وندر جا ذريعا:

ڳوناٽي سماج ۾ مرد جي مقابلي ۾ ڪم ۽ محنت عورتن کي وڌيڪ ڪرڻي پوندي آهي. جنهن جي عام طور تي ڪا ميڄتا به نه هوندي آهي ۽ ان محنت کي 'مزدوري' ۾ به شامل نه سمجهبو آهي. شهرن ۾ جڏهن گهر جي ڪم ڪار لاءِ 'ماسيون' رکبيون آهن ۽ انهن کي مهيني تي پگهار ڏيڻي پوندي آهي، تڏهن وڃي خبر پوندي آهي، ته عورتون جيڪي 'گهر جو ڪم' ڪنديون آهن، اهو 'مزدوري' ۾ شامل آهي يا نه. سوائين مَڪي جي عورتن کي مردن جي مقابلي ۾ وڌيڪ ڪم ڪرڻو پوندو هو. هو اڪثر ڪري مال ڌڻ،

ڪير ولوڙڻ، مکڻ مان گيهہ ٺاهڻ، آٽو پيهڻ، ٻار پالڻ، رڌ پچاءُ ڪرڻ، صفائي، ڪپڙو لٽو ڌوئڻ ۽ گهر ۾ ٿوپو ڏيڻ ڪان وٺي رليون ٺاهڻ، پرت پرڻ ۽ گج وغيره پرڻ ۾ اُهي وڪٽي گذر سفر لاءِ مردن کي ڏيڻ، اهو سڄو ڪم عورتون ئي ڪنديون هيون. جيڪو ڪنهن حد تائين انهن جي وندر جو ۽ وقت گذاري جو بہ وسيلو هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن پرپاسي جي اولياءُ تي باس باسڻ لاءِ وڃڻ يا شادي مرادي ۾ وڃڻ ۽ اُتي ڳيچ ڳائڻ، مولود ۽ سهرا چوڻ پوڙهيون عورتون مورجان ناچ بہ ڪنديون هيون. ڪان سواءِ، سندن زندگي ڏاڍي محدود دائري ۾ گذرندي هئي.

**مکي ۾ سينگار جو سامان:** ٻين علائقن جي ماڻهن وانگر مکي وارن کي بہ سندي ۽ سندن پيارن جي سونهن اجا بہ وڌائڻ لاءِ سينگار جي ضرورت پوندي رهندي هئي، جنهن لاءِ هو مختلف شيون استعمال ڪندا هئا جن مان هٿن، پيرن، وارن ۽ ڏاڙهي کي رنگ ڪرڻ لاءِ ميندي لائيندا ۽ وهنجڻ لاءِ ميٽ جو استعمال ڪندا هئا. پائوڊر ۽ ڪريم جي متبادل طور ڪٽڪ جو اٽو هيڊ، جل ڦل، ڪيسو ڦل ۽ تيل ملائي اٽاڻ يا ڪريم ٺاهبي هئي، جنهن سان منهن، هٿن ۽ پيرن کي مالش/پيٺي ڪئي ويندي هئي. وارن لاءِ سڳيون ۽ اڳٺ بہ مقامي طور گهرن ۾ ئي ٺاهبا هئا. اٿو ۽ ٻيون شيون پيهڻ لاءِ جنڊ هوندا هئا. سرمو ۽ ڪجهہ ٻيون شيون ڪُٽڻ/پيهڻ لاءِ ڪونڊا ۽ ٻيڙيون وغيره هونديون هيون. مکي جا ماڻهو بہ ٻين علائقن جي ماڻهن وانگر پراڻن ڪپڙن مان رليون، سوڙهون، مصلا، ماني ويڙهڻ توڙي ننڍن ٻارن لاءِ رلڪا (ننڍيون رليون) ٺاهيندا هئا ۽ وهاڻن ۽ سوڙهن ۾ وجهڻ لاءِ پَن جو سنو ۽ ٻُوهہ جو ٻُور بہ استعمال ڪندا هئا.

**ٺڪر جا ٿانو:** مقامي طور تي ڪنيار چيڪي مٽيءَ مان عام گهر جي استعمال جا ٿانو ٺاهڻ ڪان علاوه آن ۽ ٻيون شيون ماپڻ جا ٿانو پڻ ٺاهيندا هئا، جيڪي ماپ تور لاءِ ڪم ايندا هئا.

**مَکي جا عام ساز:** مَکي جي ڪچهرين ۾ راڳ رنگ جي وڏي اهميت هوندي هئي، جنهن ۾ جتي مقامي راڳي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا هئا، اتي مختلف قسمن جا وڄتڪار بہ ڪنهن ڪان پوئتي ڪونہ هوندا هئا. مَکي جي سازن ۾ سڀ ڪان وڌيڪ تہ نڙ هو جنهن کي مَکي جو 'قومي ساز' چئجي تہ غلط نہ ٿيندو. جڏهن تہ نڙ ڪان علاوه مَکي ۾ ٻينون وڄائڻ وارا بہ هئا تہ سُرندي جو ساز سوريندڙ بہ واهہ جا هئا. پر هتي پير صاحب پاڳاري جي جماعت ۾ دُهل وڄائڻ جي سختي سان منع ٿيل هوندي هئي. پير صاحب جا مريد پاڻ تہ شادين وغيره ۾ دهل ڪونہ وڄائيندا هئا، بلڪ جنهن شادي ۾ دهل وڄندو هو ان جو پت بہ ڪونہ ڪائيندا هئا. جنهن سبب جماعت ڪان سواءِ واسطي وارا ٻيا ماڻهو بہ پاڙي جو خيال ڪندي، دُهل وڄائڻ ڪان گهٽو ڪري پاسو ڪندا هئا. پر پير صاحب جا مُريد دهل جو ڪم، گهٽو ڪري تغاري يا ٿالهہ ڪان وٺندا هئا.

**مَکيءَ جا شاعر ۽ راڳي:** ٻين علائقن وانگر مکيءَ ۾ بہ ڪيترائي فنڪار، شاعر ۽ سگهڙ پيدا ٿيا. جن مان ڪي تہ ريڊيو تي بہ وڃي پهتا، (ڇو جو ان وقت وڏو ذريعو ريڊيو ئي هو) پر اڪثريت رڳو مقامي ڪچهرين ۽ ماڻهن جي يادگيرن تائين ئي محدود رهي. وقت سان گڏ انهن جون يادگيريون بہ ڌنڌليون ٿينديون پيون وڃن. جيڪڏهن انهن ڏانهن، انهن جي يادگيرين ۽ فن ڏانهن جلد ڌيان نہ ڏنو ويو ۽ انهن کي جلد قلمبند نہ ڪيو ويو تہ پوءِ ڪيترن جو تہ نالو اڳ ئي ۾ گم ٿي چڪو آهي، باقي جن جو ٿورو گهڻو ذڪر يا ڪو

بيت هينئر ملي بہ ٿو تہ اهو بہ يادگيرين کان ميسارجي گم ٿي ويندو. انهن مان ڪن جو ذڪر هت ڏجي ٿو.

مولا بخش خاصخيلي، دِلو نڙ وارو، حسين فقير هنگورو (ٽي وي ۽ ريڊيو فنڪار)، مرزو جمالي، بهرام جمالي ( صابل وارو) صابل لاءِ هي روايت بہ مشهور آهي تہ هو آجي جي دڙي پرسان جي رهندڙ ۽ موچي ذات سان تعلق رکندڙ هئي. سانوڻ فقير، موريو خاصخيلي بيتائي ۽ چتو رند وغيره خاص طور تي قابلِ ذڪر آهن.

## مکيءَ جي بزرگ شخصيت ساميٽو فقير زرداري

سانگھڙ منڊ جمڙائو روڊ تي، مُنڊ جمڙائو کان ڏکڻ، ڏهاڪو کن ڪلوميٽرن تي، فوجي موڙ ويجهو هڪ بزرگ ساميٽو زرداري جي نالي سان ابدي آرامي ٿيل آهي. ساميٽو فقير زرداري اصل ۾ جام صاحب نوابشاهہ کان اولهہ ۾ واقع بي گناهہ/بي گنا موري، لڳ 72 موري واري پاسي جو هو. بي گناهہ تي اهو نالو پوڻ جو سبب بہ عجيب ٻڌايو وڃي ٿو. روايتن موجب انهيءَ موريءَ تي ڪو لاورث لاش ڪتان کان لُڙهي آيو، جنهن کي ماڻهن ڪڍي، اُتي ئي دفن ڪري ڇڏيو تہ ان موري جو نالو ان لاوارث پنيان بي گناهہ مشهور ٿي ويو، جيڪو اڳ ۾ گوجرو سڏبو هو. سامٽيو فقير بہ اُتان مائٽن کان ڪنهن ڳالهہ تان رُسي، اڳ ۾ قوٽل خان پرڳڙي جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو ۽ پوءِ هِت اچي نڪتو. ساميٽي فقير وٽ ڏاچين جو وڏو وڳ بہ هو. سندس مائٽ کيس پرچائڻ لاءِ پنيان پيرو ڪڻندا آيا، پر هي درويش انهن سان گڏ ويو تہ سهي، پر کين چيائين تہ مون قسم کنيو آهي تہ ”سنڌ“ جو پاڻي نہ پيئندس. پوءِ ”ناري“ جي پاڻي مان سانداري پري گڏ کنيائين. جڏهن اهو پاڻي ختم ٿيو تہ واپس موٽي آيو ۽ هتي ئي رحلت ڪري ويو ۽ دفن ٿيو. اڳي هتي چَنن جو وڏو قبرستان هو، جتي چؤڪنڊي چت واريون قبرون هيون ۽ انهن ۾ پنج سير واري سِر استعمال ٿيل هئي. هاڻي اهو پراڻو قبرستان، ساميٽي فقير جي مزار لڳ پاڻي هيٺ اچي ڍنڍ جي شڪل اختيار ڪري چڪو آهي ۽ ان ۾ پَن بينل آهي. پوءِ چنا ڪيڏانهن ويا؟ ڪابہ خبر ناهي. پوءِ آهستي آهستي ساميٽو فقير پنهنجين ڪرامتن سبب مشهور ٿي ويو. هتي هڪ تمام وڏو ڪنڊو بہ هوندو هو، جيڪو ايترو تہ گهاٽو هوندو هو جو ان مان سج بہ نظر نہ ايندو هو. بگهڙن جي بہ هي علائقو چڻ تہ جوُ هيو.

ساميٽي فقير کان علاوه ’گدارا‘ ذات جا ماڻهو بہ هتي آباد ٿيا، جيڪي سڪرنڊ واري پاسي کان آيل چيا وڃن ٿا. انهن جو بہ ڪو وڏو، مائٽن کان ڪاوڙجي هتي آيو هو ۽ پوءِ هتي جو ئي ٿي ويو. جنهن بعد کين زردارين چيو تہ، توهان هتي وينا آهيو، فقير جي آخري آرام گاهہ جو خيال ڪجو. ان وقت کان وٺي، گدارا فقير جي قبر/مزار جو خيال رکندا اچن. (11-08-2016)

# نڙ بيت جي وساريل لوڪ داستان: صابل ۽ بهرام جمالي

لوڪ قصا ۽ ڪهاڻيون تہ هنڌين ماڳين ڪيترائي مشهور آهن پر ساز ۽ سُر جي حوالي سان جيترو جهنگ سيال (پنجاب)هير رانجهي جو قصو ۽ بانسري مشهور ٿيا، اوترو شايد ئي ڪو ٻيو قصو مشهور ٿيو هجي. ان قصي وانگر سُر ۽ ساز جو هڪ ٻيو قصو مشهور ٿيڻ جا سيئي سبب هوندي بہ رڳو نڙ بيتاين وٽ رهي، گمنامي جي گهٽين ۾ گهُٽجي گهُٽجي مري رهيو آهي. ڇو جو ان کي ڪوبہ وارث شاهہ ناهي ملي سگهيو. اهو آهي نڙبيتن جي حوالي سان مشهور بهرام جمالي ۽ صابل جو قصو. (قصو تہ لالي جو بہ مشهور هو تہ صابل وانگر لالي جي ڦوڪ بہ مشهور هئي، پر افسوس جو هاڻ ان بابت ٻڌائڻ وارو ڪوبہ نہ بچيو آهي)

خبر ناهي تہ هير رانجهي کي تہ ايڏي مقبوليت ملي ٿي پر سنڌ (سانگهڙ) جي بهرام جمالي ۽ صابل جي قصي جي شهرت رڳو نڙاين وٽ ئي ڇو رهي ۽ عام خلق جي زبان تي ايترو ڇو نہ آئي! چوٽياري ڊيم پر سان، سانگهڙ ۾، مکي ٻيلي جي علائقي گهوڙيءَ واري دڙي وارن جمالين جي ڳوٺ لائق جمالي/ علي خان جمالي ۾ رهندڙ جمالي خاندان جي فرد بهرام جمالي جيڪا شاعري صابل لاءِ ڪئي، جيڪي نينهن نياپا، ايلاز ۽ التجائون، دانهون ۽ ڪوڪون، نڙ جي ڦوڪ مان ڪڍي هوائن جي دوش تي صابل تائين پهچايون، اهي اڄ بہ نڙاين وٽ "صابل جي ڦُوڪن" طور تي مشهور آهن. پر پيار جي انهن پانڌيئڙن جي قصي جون خبرون رڳو سگهڙن وٽ ئي رهجي ويون آهن. جيڪي سيني بہ سيني هلنديءَ وقت جي رستي تي رڙهنديءَ آهستي آهستي گسجي رهيون آهن. ڪوبہ اهڙو ناهي جيڪو وقت جي وهڪري ۾ لڙهندڙ انهي قصي کي، لانچ تي چاڙهي وچي ميڊيا سان ملائي. جنهن سان نہ رڳو صابل ۽ بهرام جي قصي کي سنڌ جي لوڪ داستانن ۾ جائز مقام ملي پوي، پر موسيقي، عشق ۽ نڙ تي بہ احسان ٿي پئي.

بهرام ۽ صابل جا وڏا جيئن تہ مَکي جا ڀاڳيا ۽ پاڙيسري هئا ان ڪري اک اڙڻ ڪا اهڙي اڻ ٿيڻي بہ ڪونہ هئي. بهرام جا مائٽ آڄي جي دڙي جا رهواسي هئا جڏهن تہ صابل وارا آڄي جي دڙي کان اوپر ڪلوميٽر کن فاصلي تي سيري ڊنڊ تعلقي سانگهڙ جا رهواسي هئا. مليل ڄاڻ مطابق بهرام کي هڪ ڀاءُ شيرو ۽ هڪ ڀيڻ هئي، هو سيني کان وڏو هو. بهرام جو قد پورو پنو جسم سنهون، وار وڏا، شهپر سهڻا، چاپئين ڏاڙهي ۽ ڳالهائڻ جو مٺو هو. هو اٺ جي سواري کي پسند ڪندو هو ۽ اڪثر ڪري اٺ تي ئي سواري ڪندو هو. جڏهن تہ صدوري ۽ محراب (موچي) جي ڌي صابل جو قد پورو پنو جسم سنهو نڪ وڏو ۽ بنهہ سهڻي هئي، هن کي بہ ڀينرون ۽ ٽي ڀاءُ هئا. هو سيني کان وڏي هئي.

بهرام ۽ صابل جي شادي بہ شايد ٿي وڃي ها پر جمالي جيئن تہ ٻروچن کان علاوه ٻين (سماٽن) مان سڱ وٺڻ عيب سمجهن ٿا، ان ڪري اها ٿيڻي بہ اڻ ٿيڻي ٿي وئي. ان ڪري بهرام کي بهرحال پنهنجي ڳوٺ ۾ مائٽ بخشو (محمد بخش) جي گهران شادي ڪرڻي پئي.

مولا بخش جمالي مطابق برسات بعد مڇرن جي ڪري بهرام ۽ صابل جي مائٽن پاران مکي مان مال ڪاهي، سنڌڙي لڳ يوسي هنگورنو ۾ ديهہ ۽ ڳوٺ چاڙهي منگلان ان وقت بهرام جي عمر چوڏهن پندرهن سال ٻڌائي وڃي ٿي، جيئن تہ هي ٻئي خاندان مکي ۾ ويجهو رهندر هئا ان ڪري منگلان واري پاسي بہ هڪ ٻئي جي سَني تي گڏ رهيا. بهرام جيڪو پنهنجون مينهون چاريندو هو ان جو ڏڻ تہ الڳ وڏيويا نہ پر عشق

وڏي وڻ ضرور ٿيو. بهرام کي پنهنجا نينهن نياپا پرين تائين پهچائڻ لاءِ ڪنهن به ڪبوتر ۽ چنڊ جي ضرورت نه هئي. ان وٽ سندي محنت ۽ پورهئي جو ثمر نڙ، هر وقت هڪيو تڪيو موجود هوندو هو. جنهن جي ذريعي هو پنهنجي دل جي هر ڳالهه، ڦوڪ ذريعي صابل تائين پهچائيندو هو. چوندا آهن ته عشق ۽ مشڪ لڪندا ناهن، سو بهرام وارو عشق به پڌرو ٿي پيو ۽ ان جي ڪري نڙ کي به اهو اوج نصيب ٿيو جو اڄ سوڌو پيو ڳائجي.

بهرام پاران نڙ کي عشق جو رازدار ڪري چونڊڻ بس اتفاقي امر ئي چئي سگهجي ٿو. بهرام مال چارڻ دوران دل وندرائڻ لاءِ ڏنارن جي عادت، روايت ۽ ضرورت موجب پنهنجي لاءِ نڙ ناهيو ۽ ان تي تجربا ڪرڻ به شروع ڪيا. آخرڪار هو نڙ جو اهڙو ته ماهر ٿيو جو بهرام ۽ نڙ لازم و ملزوم ٿي ويا. مقامي جمالين جي بقول ته ان کان اڳ جمالين ۾ ڪٿي به نڙ جو ذڪر نٿو ملي. جمالين ۾ نڙ بهرام ۽ سندس پاءُ شيرو جي ڪري آيو. شيرو به نڙ جو وڏو ماهر هو. اڳتي هلي بهرام نڙ ۾ محبوب ڏانهن نياپا اماڻڻ لاءِ شاعري شروع ڪئي، جيڪا اڄ بهرام بجاءِ صابل جي نالي پٺيان "صابل جون ڦوڪون" طور مشهور آهي. عشق جي دنيا ۾ جي ڏک لڳي مجنون کي ۽ نشان ظاهر ٿين ليليٰ تي، واري روايت ته مشهور آهي پر شاعري ڪري بهرام ۽ سڏجي صابل جي، ان طرف شايد ڪنهن به ڌيان نه ڏنو آهي.

## بهرام جون ڪجهه ڦوڪون ۽ انهن جو پسمنظر

وقت گذرڻ سان گڏ بهرام ۽ صابل جو عشق چوٽ چڙهندو ويو. صابل بهرام جون "ڦوڪون" سمجهڻ ۾ پڪي ٿي وئي. نڙ وڄائڻ مهل ان ۾ چيل شعرن يا مصرعن کي ڦوڪون سڏبو آهي. مٿان ڪوان کي اجوڪن عاشقن واريون "ڦوڪون" سمجهي ويهه. بهرام اچڻ جو انجام به نڙ ذريعي ڏيندو هو جن کي صابل سمجهندي هئي. عشق وڌڻ سان گڏ عشق جا ويري به وڌندا ۽ پنهنجي سازشن جو وڇايل ڄار سوڙهو ڪندا ويا. هر ڀيري قسمت بهرام کي ڄار مان ڪاميابي سان ٻاهر ڪڍندي رهي. هڪ ڀيري ڏنل آڄام واري هنڌ صابل بجاءِ "مالڪ" پهچي ويا. گهيرو لڳي ويو. بهرام گهيري ۾ قابو ٿيڻ وارو ئي هو جو ڪيس ڪڙڪ پئجي وئي ۽ هو اتان نڪري وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو پر صابل جي اچڻ جو وقت صفا ويجهو اچي پهتو هو. اتي به نڙ ڪم اچي ويو. بهرام نڙ وڄائي صابل کي باخبر ڪيو ته فلاڻي ڪندي هينيان دشمن تاڪ ۾ آهن. ائين انهن پريمين جي جان بچي ويئي. "ڪنڊي هيٺ چاري، صابل ڪنڊي هيٺ چاري" واري مشهور ڦوڪ ان واقعي جي ياد ڏياري ٿي. اهڙي نموني هڪ واقعي ۾ "مالڪ" اچي بهرام تي پهتا، ته هن صابل کي اطلاع ڏيندي ڦوڪ ڏني ته "صابل منهنجي مٿان ماري، صابل منهنجي مٿان ماري" اهو ٻڌندي ئي صابل بهرام جي ڀائرن ڏانهن ڀڳي ۽ چيائين ته جيستائين اها ڦوڪ ٻڌجي پئي اوستائين بهرام جيئرو آهي ڦوڪ بند ٿيڻ جو مطلب بهرام جو مارجڻ هوندو. ائين ڀائرن پهچي بهرام کي گهيري مان ڪڍيو. چون ٿا ته بهرام کي صابل جو اهو ٿورو ۽ احسان به آخر تائين ياد رهيو ۽ هو چاهيندي به صابل کان منهن موڙي نه سگهيو. سانگهڙ جا نڙ بيتائي ۽ سگهڙ ٻڌائين ٿا ته بهرام صابل کي گهر ۾ جيڪو به ڪم ڪار ڪندي ڏسندو هو ان کي نڙ جي ڦوڪ ۾ پيو بيان ڪندو هو. ان مان لڳي ٿو ته يا ته هو ٻئي هڪ ئي ڳوٺ ۾ رهندڙ هئا يا بهرام مال چارڻ بهاني اوڏانهن ويندو رهندو هو. مارو ماٺهن جا وري کهڙا ڪوٽ ٿيندا آهن! اهي ڦوڪون اڄ به

سون جي تعداد ۾ نڙ جي بيتاين وٽ ”صابل جون ڦُوڪون“ طور مشهور آهن. مثال طور ”گهمندي ڦريندي صابل توتان گهور وڃان.“ ” گهمندي ڦرندي صابل سنهڙي پيرا ڏي.“ ” گهمندي ڦرندي صابل وارو ڪر “گهمندي ڦرندي صابل ورهہ لنگهيا ٿم سال.“ ”گهمندي ڦرندي صابل سنهڙي واٽر تي.“ ”صابل سنهڙي وري اچجان واٽر تي.“گهمندي ڦرندي صابل سنهڙي وينءِ رهہ تڙ تي“ ” گهمندي ڦرندي صابل سنهڙي آئون مارن ڏي ٿي وڃان, اٿم سڪ اچان“ ” گهمندي ڦرندي صابل سنهڙي ڪوهہ لڏين لُتڪي مان.“ ان جو مطلب تہ صابل جا مائٽ لتڪي ۾ بہ رهندا هئا.(لتڪو موري سانگهڙ چوٽياري روڊ تي واقع آهي.) ”گهمندي ڦرندي صابل سنهڙي هل ميران تي.“ (ميران ڪڏڙي پرسان ڳوٺ آهي جيڏانهن شايد اهي پاڳيا ماڻهو مال چارڻ ويندا هئا. ميران ديهہ بہ آهي اتي شايد گاهہ وڏيڪ ٿيندو هوندو.) ”گهمندي ڦرندي صابل سنهڙي هل لطيف تي.“(معنيٰ زيارت تي)

صابل ۽ بهرام جي عشق ۾ بہ گهاريون اينديون رهيون تہ رساما ۽ وري رس رهاڻيون بہ ٿينديون رهيون. هڪ ڀيري صابل پنهنجي حسن تي بانور ڪندي, بهرام کي احساس ڏياريو تہ تون خوشنصيب آهين جو توکي مون جهڙي حسين محبوبا ملي آهي. ڳالهہ تہ مزاق ۾ چيل هئي پر بهرام جي دل تي ڏاڍو اثر ڇڏي وئي. بهرام مڙساڻي هوڏ تي اچي ويو ۽ وڃي ٻيو پرين ڪيائين. اها ڳالهہ ڏسي صابل جي برداشت بس ڪري وئي ان ڏاڍا ايلاز منٿون ڪيون پر هڪ بہ نہ هليس. بهرام نئين پرين کي اٺ تي ساڻ ڪري صابل جي ڳوٺ پرسان وڃي لنگهيو. ان ويل صابل ڪپڙا پئي ڌوتا جنهن کي ڏسي هن هي ڦُوڪ چئي.

” آلو چولو لاهہ, صابل سنهڙي, آلو چولو لاهہ, ڇنڊي ڇنڊي چولو پاءِ.“

اهڙي طرح سان مختلف وقتن, حالتن ۽ موڊ مطابق بهرام جون ڪيتريون ئي ڦُوڪون ملن ٿيون جيڪي اڄ بہ ڪيترائي فنڪار ۽ سگهڙ, بغير انهن جي پسمنظر معلوم هئڻ جي نڙ تي وڄائيندا ۽ جهونگاريندا رهن ٿا.

هن قصي جو ڪو باقاعدي سن تہ معلوم ناهي ٿي سگهيو پر روايت مطابق بهرام پير صاحب علي گوهر شاهہ ثاني المعروف محافي ڌڻي رحمت الله عليہ جڏهن هن علائقي ۾ دعوتن تي ايندا هئا تہ بهرام سندن ڪچهري ۾ ويندو هو ۽ نڙ وڄائيندو هو. هڪ ڀيري جڏهن بهرام محافي ڌڻي جي دعوت جي موقعي تي ڪچهري ۾ نہ اچڻ تي پير صاحب ياران سندس پڇا ڪرڻ تي کين ٻڌايو ويو تہ بهرام گذاري ويو آهي. اهو ٻڌي چون ٿا تہ محافي ڌڻي پاڻ وڃي بهرام جي قبر تي دعا گهريائون. ان مان هڪ تہ بهرام جي مشهوري, اهميت ۽ ٻيو تہ هن قصي جو وقت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. مافي ڌڻي رحمت الله عليہ جن جي گادي نشيني جو عرصو 1890 کان 1896 تائين هو. ان مان ظاهر آهي تہ هي قصو ۽ بهرام جي حياتي 1896 کان ڪجهہ اڳ پڄاڻي تي پهچي چڪي هئي. ان حساب سان بهرام جي عمر پنجهٺ ستر سال چئي سگهجي ٿي. جيئن تہ بهرام جي عشق وقت سندس عمر پندرهن سورنهن سال ٻڌائي وڃي ٿي, ان جو مطلب تہ هي قصو لڳ ڀڳ 1850 کان وٺي 1896ع تائين واري عرصي جو آهي.

بهرام جي وفات جي حوالي سان چيو وڃي ٿو هو آڄي جي دڙي پرسان ميل ڪن تي واقع پناڻن واري دڙي تي گذاري ويو ۽ کيس جمالين جي آبائي قبرستان شبير شاهہ لڳ ڀوپي شهر (ڀوپي اسٽيشن الڳ

آهي) ۾ متي ماءُ حوالي ڪيو ويو. روايت مطابق بهرام صابل کان چار پنج سال اڳ گذاري ويو هيو. جنهن بعد صابل بهرام جي متن مائتن کي منٿون ميڙيون ڪري سندس نڙ ڪٽي وئي. جنهن کي ڏسي هو اڪثر روئيندي رهندي هئي. جڏهن ته ڪجهه نڙ وري بهرام جي شاگردن مرزي جمالي ۽ ٻين پاڻ وٽ رکي ڇڏيا. آخرڪار هو پنهنجي پرين کي سارينديءَ اڄڙي تڙ ۾ رتڙائو پر سان ڳوٺ لال مگريو کان اتر ۾ سنهڙي پٽ پر سان ارڙي سبب پندرهن ويهه ڏينهن بيمار رهڻ بعد گذاري وئي ۽ کيس لال مگرئي واري قبرستان جي متي نصيب ٿي.

هونئن ته جمالين جون ٻيون به ڪيتريون ئي ”خوبيون“ آهن جيڪي آڙي پاڙي وارن توڙي علي خان جمالي ۽ پلو جمالي کان پڇي سگهجن ٿيون پر سندن نڙ وارو خفت صفا نرالو آهي. پر افسوس جو هاڻ هتي وارن جمالين کان سنڌي ٻولي وانگر نڙ ڇڏائجي رهيو آهي.

پر ان کان اڳ جو هي قصو سينن ۾ وڌيڪ سانڍجڻ کان رهجي وڃي ۽ دلين تان ميسارجي وڃي، ڪاش صابل ۽ بهرام جمالي جي قصي کي ڪو وارث شاهه ڪو پٺائي ملي پوي ته جيڪر هي قصو به سنڌ جي لوڪ داستانن ۾ جائز مقام ماڻي وٺي. (هن قصي جي حوالي سان جيڪڏهن محترم پڙهندڙن وٽ ڪا ڄاڻ هجي ۽ هو مهرباني ڪري ٻڌائيندا ته سنڌ جي نظر انداز ٿيل منفرد قصي تي يقيناً وڌيڪ روشني پئجي سگهندي ۽ وڌيڪ ڄاڻ ملندي.

# باب ڇهون: مڪيءَ جون ڍنڍون ۽ مڇي

## مڪي ۽ سانگهڙ ضلعي جون ڍنڍون:

سنڌ ۾ ڪيترين ئي اهڙيون شيون، جايون، هنڌ ماڳ مڪان، شهر، ڳوٺ، واهڻ، وسنديون، ڍنڍون، ڍورا ۽ وهڪرا آهن، جن جي باري ۾ ، انهن جي نالن ۽ پسمنظر جي، سواءِ چند ماڻهن جي ٻئي ڪنهن کي ڪا گهٽي ڄاڻ ڪونهي. جن چند ماڻهن کي اهڙين حقيقتن جو علم آهي، اهي صرف چند وڏي عمر جا جهونا يا جهونيون آهن، جيڪي سامان ٻڌيو اشاري جي انتظار ۾ آهن. ڪيترين ئي اهڙيون حقيقتون آهن، جيڪي جيڪڏهن جهونا هليا ويا ته انهن سان گڏ هليون وينديون. پوءِ تاريخ جي تذڪرن ۾ انهن جو ڪٿي ذڪر به ڪونه ملندو! اهڙين شين، ماڳن ۽ هنڌن ۾ ضلعي سانگهڙ جون ڍنڍون به شامل آهن، جيڪي گهٽي ڀاڱي اڳوٽي مڪي واري علائقي ۾ ۽ ان سان ملندڙ اچڙي ٿر واري ڪس ۾ واقع آهن.

انهن ڍنڍن جي رڳو نالن جي پسمنظر تي ئي ڪم ڪجي ته به ڪافي مواد هٿ اچي سگهي ٿو. جي انهن ڍنڍن تي ايندڙ پکين جي نالن، تعداد، مڇين، انهن جي قسمن، پن، ٻيهه، ٻوراني، پاڻي جي گاهه جي قسمن، ڍنڍن سان وابسته ماڻهن جي تعداد، انهن جي معاشرتي توڙي سماجي زندگي ، ريتن رسمن تي ڪم ڪجي ته به ڪيئي ڪتاب مرتب ڪري سگهجن ٿا.

مڪيءَ ۾ 1940ع ڌاري به ڪيترين ئي نيون ڍنڍون وجود ۾ آيون. ان کان علاوه مڪيءَ ۾ ڪيترين ئي آباديون به موجود هيون. جن مان ڪن جو ذڪر هت ڪجي ٿو: راهوجي ڍنڍ، جنهن جي اولهه ۾ حاجي اسلام ملاح ۽ اوير ۾ ڪپري وارو رستو ۽ 'دادلي جي دڙي ' هئي (دادلي هڪ عورت هئي). ان کان پوءِ ڏنواري ڍنڍ هئي، جتي 15 فوٽ کن پاڻي چيو وڃي ٿو. ڪنهن وقت هتي سئو مڻ کن مڇي مرندي هئي، هاڻ ڏهه مڻ به نٿي مري! هتان اولهه ۾ ڪينواري جو دڙو ۽ ڍنڍ آهن ۽ ان جي اوير ۾ 'آڙي ڍنڍ' واقع آهي، اتان اوير ۾ سورو ڍنڍ آهي، جنهن جي اولهه ۾ سوري وارو ٻيلاٽ آهي. اڳي سوراهه کان الهندي تاجر ڍنڍ هئي، پر ان کان اڳ جوٽيجن جو هي علائقو سڪل هوندو هو ۽ هتي ڳوٺ ۽ ٻنيون هونديون هيون. مَڪيءَ ۾ جتي ڏيٽي جي نالي ڍنڍ آهي، اتي انهيءَ نالي سان پتڻ به هو جنهن کي مقامي ٻولي ۾ 'ٽپو' به چئبو هو.

انهن ڍنڍن جي نالن گڏ ڪرڻ جي سلسلي ۾ فشريز ڊپارٽمنٽ سانگهڙ جي آفيس مان هڪ لسٽ 6.6.1972 جي تاريخ تي، محمد نواز قريشي ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڊائريڪٽر فشريزز جي صحيح سان ملي، جنهن مان به هن ڪم کي ڪجهه اڳتي وڌائڻ ۾ مدد ملي. ان لسٽ ۾ ڪافي نالا انگريزيءَ مان سنڌي ۾ ترجمو ڪيا ويا هئا، جنهن ڪري انهن جي نالن ۾ ڪجهه تبديلي ٿي هئي. وس آهر متعلقه ماڻهن سان ملي، نالا صحيح اچارن سان لکڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ڪافي نالا رهجي به ويا هوندا، ان جو به احساس آهي ۽ اها به خبرپئي ته هاڻ ڪافي ته رڳو نالا ئي الڳ رهجي ويا آهن. پاڻي وڌڻ سبب ڍنڍون پاڻ ۾ ملي هڪ ٿي چڪيون آهن. صرف تجربيڪار ۽ پراڻا ماڻهو ئي ڄاڻين ٿا ته ڪٿي ڪهڙي ڍنڍ جي شروعات ٿئي ٿي ۽ ڪهڙي ڍنڍ ڪٿي ختم ٿئي ٿي. ڇو جو اڳي هي ميداني ۽ پٽن وارو علائقو هو پوءِ پاڻي اچڻ ۽ وڌڻ بعد اڳ ۾ ننڍيون ڍنڍون نهيون، پوءِ پاڻي انهن پٽن جي دڙن کي آهستي آهستي سوري، پاڻ ۾

سمائي چڏيو ۽ ائين اهي اڳ واريون جدا جُدا نالن واريون ڍنڍون، پاڻ ۾ ملي هڪ ٿي ويون. اُهي ڍنڍون ته هڪ ٿي ويون ۽ اڳتي هلي شايد انهن جا الڳ نالا به ختم ٿي وڃن. پر جي انهن پٽن ۽ ميداني علائقي جي نالن جي پس منظر جي خبر پوڻ سان به ڪافي تاريخي حقيقتون سامهون اچي سگهن ٿيون.

## ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۽ سانگهڙ جون مکي ۽ اچڙي ٿر ۾ واقع ڍنڍون

| نمبر | ڍنڍ جو نالو | نمبر | ڍنڍ جو نالو | نمبر | ڍنڍ جو نالو |
|---|---|---|---|---|---|
| 1. | گهاريون ڍنڍ | 2. | ڪاري ڍنڍ | 3. | لُنڊي ڍنڍ |
| 4. | ٿُرٽاري | 5. | ڪاري | 6. | لکما |
| 7. | پٽواري | 8. | اچڙي | 9. | توڳاچو |
| 10. | ڍانگهري | 11. | لهرا | 12. | سمر |
| 13. | بدرواري | 14. | سانگهري | 15. | لور واري |
| 16. | نندو لهوي | 17. | لهرو وڏو | 18. | سِنهورو |
| 19. | ڪنڊيءَ واري | 20. | بدو ڪروڙ | 21. | نٿو واري |
| 22. | ڪرا واري | 23. | تري ڪهارو | 24. | ٽبيو واري |
| 25. | تريا واري | 26. | گهري واري | 27. | اَن واري |
| 28. | ڀني واري | 29. | ڀوئنگ واري | 30. | اواچن واري |
| 31. | جانر | 32. | ابڑائو ڍنڍ | 33. | لوڻ ڪاڻ |
| 34. | سنڌن واري | 35. | مداڪر | 36. | تنبن واري |
| 37. | ڪاروڙي | 38. | گوهر واري/گوهري | 39. | گهاٽيون ڍوريون |
| 40. | بادار/ باداهو | 41. | واهڙي | 42. | مائي مت |
| 43. | ليهورو | 44. | ٿوهه وارو ڪارڙو | 45. | فتح واري |
| 46. | لئي واري | 47. | ڪڏهر | 48. | نرمل واري |
| 49. | شهمير واري | 50. | چانياهي | 51. | حاصل واري |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 52. | توگاچو | 53. | توگاچي | 54. | ڏانگرو/ڊانگهرُ |
| 55. | ڏڏري | 56. | کير واري | 57. | ڏيِن واري |
| 58. | ڇچوري | 59. | پڳواري | 60. | لورو واري |
| 61. | ٻڏر واري | 62. | واهوري | 63. | ٻاجهري واري |
| 64. | لنڊو هورا | 65. | ڊگاهه هورا | 66. | ڪوڏڙي |
| 67. | صوف واري | 68. | ٻجر واري | 69. | سوڍي وارو |
| 70. | ڪاني ڪا ننڍا | 71. | ڪاني ڪا وڏا | 72. | راهوجا |
| 73. | ساري جي ننڍي | 74. | ساري جي وڏي | 75. | ڏيري |
| 76. | ابڙائو ڍنڍ | 77. | پاٽي واري | 78. | رتڙائو |
| 79. | سيري | 80. | ڳُگهه | 81. | ڪنپاري |
| 82. | هِنرا | 83. | سابيجي | 84. | مير خان واري هينرو |
| 85. | ڪورڪي | 86. | جلال واري | 87. | بانڪيل |
| 88. | ونهيل واري سم (وڏي سم) | 89. | ڪاما | 90. | دورسر |
| 91. | ماڙين واري | 92. | ڪلاچ | 93. | بقار |
| 94. | پروهيون | 95. | گالراهو | 96. | سنهڙو |
| 97. | اوڊاٽي | 98. | بدر واري 1 | 99. | بدرواري 2 |
| 100. | مگرڪي | 101. | نانگو واري ڪنڙي | 102. | سُڪئي واري سم |
| 103. | مدوح واري | 104. | وڇي وارو ڍيو | 105. | سيئي واري |
| 106. | نوگهڙو شاهن واري | 107. | حيدرشاهه واري | | |
| **ڪاريون ڍنڍون** | | | | | |
| 108. | گهاٽيون ڍوريون | 109. | لهرو | 110. | ڪڇين وارو ڪارو |
| 111. | ڪوهه وارو ڪارو | 112. | ڪڏهر | 113. | لئي واري |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| .114 | پڏر واري | .115 | واهواري | .116 | تور واري |
| .117 | چوڙواري | .118 | سانتي واري | .119 | مئي واري |
| .120 | ڪرڙواري | .121 | پلنگهہ واري | .122 | ڪنڍي واري |
| .123 | آڪن واري وڏي | .124 | آڪن واري ننڍي | .125 | تنبو واري |
| .126 | چراخ واري/چونڊري واري | .127 | اڇ واري | .128 | پيولو واري |
| .129 | گهاڙي | .130 | پني واري | | |
| **جادو پور سهري جون ڍنڍون** | | | | | |
| .131 | وچا | .132 | آجو چنڊڻ | .133 | چاڙهہ |
| .134 | سِمر وارا ڍُبا | | | | |
| **بقار سينٽر جون ڍنڍون** | | | | | |
| .135 | ريڙائو | .136 | ابڙائو | .137 | تالوه/تلواري |
| .138 | بگي واري | .139 | لمبڙ | .140 | چنبوري |
| .141 | لنڍي | .142 | مارو ڪورياٽو | .143 | پوڪيل |
| .144 | ڪاروڙو | .145 | سائو سنهڙو | .146 | ڪاري واري ڍنڍ |
| .147 | گالاهو | .148 | مگر ڪي | .149 | منا |
| .150 | نانگو واري ڪنڙي | .151 | ڪنڙي | .152 | خميسي واري |
| .153 | شاهن وارو سنهڙو | .154 | سون واري | .155 | اڇو |
| .156 | سهٽي واري | .157 | گپ واري | .158 | ڪاٹل |
| .159 | وڏي سمر | .160 | سيدن جو ڪاروڙو | .161 | نظاماٹين وارو ڪاروڙو |
| .162 | گڏهہ ڪرو | .163 | باهڻ واري | .164 | ست بوئي |
| .165 | پن واري | .166 | لڪمٹو | | |
| **بقار سينٽر واريون ڍنڍون** | | | | | |

| .167 | ڊيئنڪ | .168 | نوربيگ | .169 | قلهيل |
|---|---|---|---|---|---|
| .170 | ڏيٿي جي | .171 | صابر جي | .172 | بڪيل |
| .173 | ڪراڙو سمٽي | .174 | رهڙو | .175 | رهڙي |
| .176 | دنوڪو/ دورڪو | .177 | ٻهرڪي | .178 | پڏ |
| .179 | گرهه ڪي ناروﻻ نڙوال گزن | .180 | اڇ ننڍي /اڇڙي | .181 | اوڪار |
| .182 | اڇ وڏي ( اڇڙو) | .183 | سورهه | .184 | پڙي |
| .185 | لوڻ واري | .186 | حرمت | .187 | سانگهڙيارو |
| .188 | آڳامو/ اگهم | .189 | راڙ | .190 | ڪلتري |
| **واڍڪي سينٽر جون ڍنڍون** | | | | | |
| .191 | **ڪرم جو ڪُنب** | .192 | **سون هوري** | .193 | **چرين** |
| .194 | **مونا** | .195 | **ڏُٻي** | .196 | **آڪاري لڇمٽي** |
| .197 | **ڏُمن واري** | .198 | **لڪڙن واري** | .199 | **ڍانگرو** |
| .200 | **ڏڏر** | | | | |

ملاحن، مڇي ۾ ٻي آبي جيوت توڙي آبي جيوت تي ياڙيندڙ ٻي جهنگلي جيوت جي پلائي ۾ بهتري انهي ۾ آهي ته ڍنڍين، ڍورن، درياءَ ۾ سمنڊ تي، مڇي ماري گذارو ڪندڙ ملاحن جي آبادي جو دٻاءُ جيترو ٿي سگهي اوترو گهٽايو وڃي. ان لاءِ سڀ کان پهرين ته مختلف پاڻين جي ملاحن جي ڳوٺن کي پڪو ڪري، ملاحن کي انهن جا مالڪاڻه حق ڏنا وڃن. انهن ڳوٺن ۾ بجلي، روڊ ۾ صحت جي سهولتن سان گڏ ملاحن جي ٻارن لاءِ اتي بهتر کان بهتر تعليمي ادارا قائم ڪري، ڪين ڪوائلٽي ايجوڪيشن مهيا ڪئي وڃي. وڏن تعليمي ادارن ۾ پروفيشنل ڪاليجن ۾ ملاحن جي ٻارن لاءِ ڪوٽا مقرر ڪئي وڃي. ملاحن کي مڇي مارڻ کان هٽائي ٻن ڌنڌن سان لڳائڻ جي حوصله افزائي ڪئي وڃي. جنهن لاءِ ڪين سکيا ۾ ننڍا وڏا آسان شرطن وارا قرض ڏنا وڃن.

ضروري ته ناهي ته ملاح جو ٻار هميشه لاءِ ملاح ئي رهي ۾ مڇي ماريندو رهي. ملاح جو ٻار ڪميشن جي امتحان کان ويندي ٻيا چٽاپيٽي وارا امتحان پاس ڪري، وڏين نوڪرين تي پهچي، پنهنجن ٻين مائٽن جي مدد ۾ انهن لاءِ نمونو ڇو نه بڻجي!! جنهن سان هڪ ته ملاحن جي مالي پوزيشن ۾ بهتري ايندي، انهن جي سماجي حيثيت به

تبديل ٿيندي ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه ته ملاحن جي فيلڊ ۾ ڏنڊ تبديل ٿيڻ سان. جڏهن مڇي مارينڊڙن جي تعداد ۾ گهٽتائي ايندي ته ان سان نه صرف مڇي تي ماراماري گهٽبي. مڇي جي تعداد ۾ اضافو ٿيندو. مڇي جي مختلف ختم ٿيندڙ جنسن/نسلن کي وڌڻ جو موقعو ملندو. مڇي جي تعداد ۾ اضافي جو سنئون سڌو فائدو مڇي تي پاڙيندڙ آبي ۽ ٻي جهنگلي جيوت کي به ٿيندو ۽ انهن جي واڌ ويجهه به ٿيندي ۽ نسل به وڌندو. اڳتي هلي ڍنڍن ۽ ڍورن کي مختلف قسمن جي سياحتي مرڪزن ۾ بدلائي، ملاحن کي متبادل روزگار به ڏئي سگهبو ته عام ماڻهن کي تفريح به مهيا ٿيندي.

**مَکي ۾ رحيم هڱورو پاران هنيل گهارو ۽ نئين ڍنڍن جو ٺهڻ:**

حر مارشلا دوران مَکي جي علائقي ۾ ٿيل اهم واقعن. آيل تبديلين ۽ نئين ڍنڍن ٺهڻ جي حوالي سان هڪ اهم واقعو ناري کي مشهور حر/پڳل ڪردار. رحيم پڳل/هنگوري پاران گهارو هڻڻ به هو. رحيم جيئن ته ان وقت جي حڪومت کي گهربل هو ان ڪري هن پنهنجي بچاءَ ۾ هڪ ته مَکي جي علائقي کي چوندڀيو (جتي جو هو پاڻ به هو) ۾ ٻيو ته هن ناري جي اپرندي پاسي، 'ڏيتي' جي ڍنڍ جي ڏکڻ، 'ٻري وارو ٽوڙ'/دڙي واري پاسي گهارو هنيو. جنهن بعد مَکي ۾ هڪ ته ڪافي تعداد ۾ ننڍيون ننڍيون، نئيون ڍنڍيون وجود ۾ آيون ۽ جيڪي اڳ ۾ هيون، انهن ۾ پاڻي جو مقدار اڳي کان گهڻو وڌي ويو ۽ مَکيءَ جي زميني حالت ۾ به ڪافي تبديلي اچي وئي.

## مکي جي مشهور ڍنڍ 'بقار' جي عروج ۽ زوال جي ڪهاڻي

سنڌ جي پنج مُنن پاڻين ۾ منڇر، ڪينجهر، هاليجي، ڪوٽڙي ڊائون اسٽريم ۽ بقار شامل آهن. بقار ضلع ۽ تعلقي سانگهڙ ۾ واقع آهي، جيڪا اصل ۾ هڪ الڳ ڍنڍ هجڻ سان گڏوگڏ ڍنڍن جي هڪ وسيع، پر پاڻ ۾ ڳنڍيل سلسلي جو نالو آهي. جن کي اڳ ۾ ناري جي ٽن ڇنڊٽين؛ آجو ڇنڊڻ، واڌڪي ڇنڊڻ ۽ رانتي ڇنڊڻ مان پاڻي ملندو هو. پر هاٽي ڊيم ٺهڻ ۽ ناري کي ري ماڊل ڪرڻ بعد ان کي صرف رانتي مان ئي پاڻي ملي ٿو. بذات خود بقار اڳ ۾ هڪ ڳوٺ هو جيڪو مشهور حر ڪردار، رحيم هنگوري پاران ڊومڪين کي ٻوڙڻ لاءِ (جيڪي انگريزن حرن خلاف هت آڻي آباد ڪيا هئا) ۽ ڪن جي بقول ته سندي لِڪ لاءِ پڪسري موري کان اتر ۾ آجي ڇنڊڻ کان ڏکڻ، ناري جي ور ۾ ڏاڪڻي پاسي (مَکيءَ ۾) گهارو هڻڻ بعد. پاڻي هيٺ اچي ڍنڍ جي شڪل اختيار ڪئي، نه ته هتي وڏو ڳوٺ هو ٻنيون آباد ٿينديون هيون. بس هلندي هئي ۽ مير جوڻيجي واريون ماڙيون هيون. اهي ماڙيون اڄڪلهه هتي گهمڻ ايندڙ ماڻهن جي اڪثريت جي منزل هونديون آهن. انهن ماڙين ۾ ڳاڙهي ماڙي، جنهن جي مالڪن ڇت پٽي ڇڏي آهي ۽ جت لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ پاڻي جي سڪڻ جي علامت ڪُرڙل (باز جو هڪ ناياب قسم) پاران هتي اچي آکيرو ناهڻ آهي. انهي هنڌ سورهيه بادشاه جي دعوت به ٿئي هئي، پر پوءِ پاڻي اچڻ بعد هي علائقو جيڪو اڳ ۾ ئي هاڪڙي جي ڍورن، ناري جي اٿل ۽ سائو ناري جي سم ۽ وهڪرن جي ڪري ننڍين ننڍين ڪيترن ئي ڍنڍن ۽ مَکيءَ جهڙي مشهور ۽ وسيع علائقي، ٻيلي، ڍنڍ، ڪُنن ۽ سانگن جي حوالي سان مشهور هو. انهن ڍنڍن ۾ اجان به وڌيڪ پاڻي اچي ويو ۽ اهي مڇين، پکين ۽ واڳن، لُڌڙن، هرڻن، سوئرن ۽ ڦاڙهن وغيره جهڙن جانورن جي رهڻ جي، هڪ آئيڊيل جڳهه بڻجي وئي. شايد ئي ڪٿي ڪو اهڙو ايڪو ريجن

هجي، جتي ميداني علائقو بہ هجي، جهنگ بہ هجي ۽ ان سان لڳولڳ ڍنڍون بہ هجن ۽ ڍنڍن جي مٿان ريگستان (اڇڙو ٿر) هجي! ان لحاظ سان هي علائقو نہ صرف پاڪستان، بلڪ دنيا جو منفرد علائقو آهي. جنهن ڪري هن کي پاڪستان جي 15 ايڪرو ريجن وارن هنڌن ۾ شامل ڪيو ويو آهي. فشريز کاتي جي اسسٽنٽ ڊئريڪٽر محمد نواز قريشي صاحب جي 6.6.1972 جي صحيح سان نڪتل هڪ لسٽ مطابق، ان وقت هن علائقي ۾ 181 کاريون مٺيون ڍنڍون موجود هيون. قريشي صاحب نہ صرف ڍنڍن جا نالا ڏنل آهن، پر گڏو گڏ انهن جي ڊيگهہ، ويڪر ۽ اُمڪ بہ ڏني اٿس. پر افسوس جو ڪن سببن جي ڪري، اهي ڍنڍون سرڪاري طرح نوٽيفاءِ نہ ٿيڻ سبب اڄڪلهہ هڪ تہ مختلف ماڻهن جي قبضي هيٺ آهن ۽ ٻيو تہ مختلف ماڻهن وچ ۾ تنازعن جو باعث بہ بڻيل آهن. (ڪاش ٻيا ماڻهو بہ پنهنجن پنهنجن ادارن ۾ ائين مثالي ڪم ڪن) رحيم هنگوري واري گهاري بعد نہ صرف بقار ڍنڍ وجود ۾ آئي، بلڪ سيري، جادوپور ۽ ٻيون بہ ڪيتريون نئيون ڍنڍون ٺهيون ۽ ڍنڍن جو تعداد 181 کان گهٽو مٿي چڙهي ويو. پر هڪ ڳالهہ اها بہ ٿي تہ انهن ڍنڍن مان گهٽيون ڍنڍون ،پاٽي وڏيڪ اڃڻ ڪري هڪ ٻئي ۾ سمائجي هڪ ٿي ويون. هاڻ رڳو ڄاٽو ۽ وڏي عمر جا ماڻهو ئي ٻڌائي سگهن ٿا تہ ڪهڙي ڍنڍ ڪٿان شروع ٿي ۽ ڪٿي ختم ٿي. ڍنڍن جي پاٽي وڌڻ سان مڇي بہ وڌي وئي. پر هي علائقو 42_1943ع ۾ حر مارشلا دوران، حُرن جي ڪاروائين سبب انگريزن جي بہ اکين ۾ اچي ويو. هن ئي علائقي ۾ انگريزن پٽن تي پيٿراشوت ذريعي پنهنجون فوجون لاٿيون تہ علائقي تي گولاباري بہ ڪئي. حرن بہ هن ئي علائقي کي پنهنجو مسڪن بڻايو. سندن اسلحہ ناهڻ جو مشهور مرڪز ڏٻي بہ هتي هو تہ هتي ئي ڪيتريون گوريلا ڪاروايون بہ ٿيون. 1947ع ۾ ملڪ آزاد ٿيو، انگريز هليا ويا، ماڻهو ٻيهر آباد ٿيڻ لڳا. 1952ع ۾ حرن کي قيد ڪرڻ لاءِ ناهيل لوڙها ختم ٿيا ۽ حر آزاد ٿي، پنهنجي گهرن ڏانهن موٽڻ لڳا، تہ ان وچ ۾ انگريزن هتي جون ٻنيون هڪ تہ ٻاهريان ماڻهو خاص ڪري رٽائرڊ فوجي آڻي هتي آباد ڪري، انهن ۾ ورهائي ڇڏيون، ٻيو تہ ڪجهہ مقامي ماڻهن کي مختلف لقب ۽ جاگيرون ڏئي پنهنجو بڻائي ڇڏيو. هن علائقي جون زمينون گهٽو ڪري جوٽيجن کي مليون، جيڪي ماڻهن کان انگريز دور ۾ ٽيڪس بہ وٺندا هئا ۽ مٿس نظر بہ رکندا هئا. انهيءَ کان اڳ ۾ هتي هڪ بزرگ شاهہ مردان شاهہ نالي بقار ڳوٺ ۾ پراڻي ناري جي وهڪري کان اپرندي، پراڻي پتڻ جي سامهون اچي آباد ٿيو. سندس خاص ڳالهين ۾ واڳون تي سواري ڪرڻ وارو قصو مشهور آهي. مشهور تہ هتي جو خير گهٽو ڪجهہ ٻيو بہ آهي، جن مان ڪن ملاحن پاران اڃا ڪپڙا پائي، گهوڙن تي چڙهي ،هڪ ٻہ ماڻهو خليفي طور ساڻ ڪٽي، ٻئي علائقن ۾ وڃڻ ۽ پاڻ کي سيد ۽ پير سڏائي پئسا وٺڻ ۽ دعوتون کائڻ بعد پاڻ کي مستقل سيد سڏائڻ بہ شامل آهي. هتي ڍنڍن کان علاوه جوٽيجن جون ماڙيون بہ مشهور آهن. جن جي باري ۾ تَرَ ۾ ڪيتريون ئي روايتون مشهور آهن. اهي ماڙيون، جيڪي وڏين نالي وارين شخصيتن جون ميزبان بہ رهيون آهن، پر شايد انهن مهمانن کي هاڻ اهي ڏينهن ياد بہ نہ رهيا هجن! باقي هتي جي ماڻهن کان ڪا بہ ڳالهہ وسري ناهي. وسري تہ ڇا، وقت گذرڻ سان گڏ يادگيريون ۽ ڳالهيون جهڙوڪر ٻير جي گهاٽي وڻ جيان ٿي پيون آهن. جن مان ڪڏهن ڪڏهن يادون پڪل ٻيرن جيان دِل جي

ڀَٽ تي اچي پونديون آهن. هتي اچي پوئتي نهارجي ٿو تہ اڳوڻو ڪارو نارو ۽ پوءِ پير صاحب پاڳاري پاران نالو بدلائڻ سبب ڪاري مان سائو نارو سڏجندڙ بہ ڍنڍين سان گڏ وهندي نظر اچي ٿو.

بقار بابت پڇڻ تي هڪ جهونو ملاح عادي ٿي ويل قدمن سان ماڙين ڏانهن وڌندي، بقار ڍنڍ جي باري ۾ ٻڌائيندي چوي ٿو تہ ابا بقار نالي ڍنڍ بہ آهي تہ ڳوٺ بہ ۽ ديهہ بہ. بقار نالو ڪيئن پيو؟ سا ڳالهہ پڪ سان تہ چئي نہ ٿي سگهجي، پر پائنجي ائين ٿو تہ هتي جيڪي سيد ويٺل آهن، سي اصل ۾ 'ٽِروڙ بقار' ضلعي گهوٽڪي جا آهن. اتي هڪ ٻئي بقار بہ آهي، جيڪا 'سنگرار بقار' سڏجي ٿي. سو اتي سيد پائر پاڻ ۾ پلي جي پاڇي تي (سابہ پڇ واري حصي جي) اٽڪي پيا تہ هڪڙا اتي ئي رهيا (۽ اڄ بہ اُتي آباد آهن) ۽ ٻيا ٿي پائر هتي اچي اجها اڏي ويٺا. پوءِ الائي انهن سيدن جي ڪري، جيڪي بقار تان آيا هئا، هن جو نالو بقار پيو الائي اڳ ۾ بہ هتي ملاح رهندا هئا، انهن جو اهو نالو رکيل هو ۽ سيدن جي اچڻ بعد هِن بقار جو اصلوڪو نالو قائم رهي نہ سگهيو ۽ نئون نالو بقار ٿي پيو. اها ڳالهہ ڪلهوڙن جي صاحبي جي ٻڌائي وڃي ٿي. جڏهن اجان پرپاسي وارن (ٽنڊي منا خان وارن) جوٽيجن، ڪلهوڙن کي مائي چامان جو سڱ نہ ڏنو هو. اهو پڇڻ تي تہ پلا هتي شروع شروع ۾ اچڻ وارن سيدن جي نالن جي خبر پئجي سگهي ٿي؟ جي جواب ۾ جهونو چوي ٿو تہ ابا چون ٿا تہ شاہ مردان شاهہ، محمد شاهہ ۽ (ٽئين نالي جي خبر نہ اٿس) آيا هئا. انهن هتي اچي ديهہ ساهڙ پير ۽ بقار ۾ زمين ڪٽت ڪئي هئي.

سنڌ وارن سيدن ۾ اصلي سيد ڪهڙا ڪهڙا آهن؟ اهو بحث پنهنجي جاءِ تي، پر جنهن نموني ورهاڱي بعد آيلن پاڻ کي سيد سڏرايو آهي، ان تي هتي جي سيدن کي سوچڻ ضرور گهرجي! خود سانگهڙ ۾ آباد ڪيترن ئي سيدن، شيرازين، ڪاظمين، حبيباڻين، بخارين، هاشمين ۽ شاهن جي ڏاڏن ۽ پڙ ڏاڏن جون پيڙهيون کُولجن تہ ڳالهہ پري وڃي پوندي! هتي مڪيءَ ۽ پرپاسي ۾ اهڙا ملاح بہ مشهور آهن، جيڪي 'هٿ تنگيءَ' وارن وقتن ۾ گهوڙي تي چڙهي، پٽڪو ٻڌي پنهنجو راڄ پاڳ لتاڙي، ٻين پاسن مان سيد سڏائي، ڀَٽ سَٽ ڪري ايندا هئا. اهڙن ملاحن ۾ طيبو ملاح، پير سڏائڻ ۽ پن سبب وڏو مشهور هو. سو هتي بہ شايد ڪجهہ ائين پئي محسوس ٿيو. هتي پاڻ ۾ ميٺ محبت ۾ رهندڙ ملاحن ۽ سيدن وچ ۾ ڪجه اختلاف ان وقت بہ پيدا ٿيا، جڏهن سيدن، ملاحن وارو ڪم شروع ڪيو ۽ ڍنڍين جا ٺيڪا کٽي، ملاحن کي مڇي مارڻ تائين محدود ڪري، پاڻ وڪڻڻ وارو ڪم اختيار ڪيائون. تہ اختلاف پيدا ٿيڻ فطري عمل هو. اهڙا اختلاف رڳو بقار ۾ ئي ناهن، ان جو پڙاڏو ڪينجهر ۽ منڇر جي ملاحن ۾ بہ ٻڌو وڃي ٿو.

هتي ايندڙ سيد تہ بقار جا هئا، پر هتي اول اچڻ وارا ملاح، پاڙهيري پاڙي وارا ملاح هئا. پاڙهيري ملاحن جو اهو پاڙو آهي، جنهن لاءِ شاهہ سائين چيو هو تہ:

"سَر ۾ پکي هيڪڙو، پاڙهيري پنجاهہ".

انهيءَ مان انهن ملاحن جي شڪار جي خفت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. پاڙهيري ملاح اڄ بہ شڪار جي حوالي سان ملڪان ملڪ مشهور آهن. هتي وارا ملاح، اصل ڪٿان جا آهن ۽ هتي ڪڏهن آيا؟ ان لاءِ ڪن جو چوڻ آهي تہ سيد جڏهن ڪاوڙجي هتي آيا هئا تہ ايندي مهل، بہ ٽي گهر ملاحن جا بہ پاڻ سان لڏايو آيا هئا. ڪن جو وري چوڻ آهي تہ هتي وارا ملاح اصل ۾ لڪي شاهہ صدر کان آيل آهن .

اڄ بہ هتي انهن جا مٽ مائٽ رهن ٿا، اهي جيئن تہ شڪار جا شوقين هئا ۽ شڪار سانگي سکر کان ڇور تائين پيا ناري ۾ ايندا ويندا هئا ۽ رهڻ جون جايون بدلائيندا هئا، سو هن علائقي جي ڍنڍن ۾ مڇي ڏسي هتي اچي آباد ٿيا هئا. انهيءَ وقت ۾ هتي رڳو بقار نہ هئي، پر ٻيون بہ ڪيتريون ئي ڍنڍون مڇي لاءِ مشهور هونديون هيون. جن ۾ ڪلاچ، راهوجو ٻاڙي، تاجر سورو رتڙائو اڪن واري، ابڙائو ڏڌر ڏڏري سرن واري، اڇون، نونگهٽو ۽ پنيهل وغيره شامل آهن. ڪلاچ ۾ ان وقت بہ تي سو کن واڳون هوندا هئا. ڪلاچ ڍنڍ سڄي تر ۾ واڳن لاءِ مشهور هوندي هئي. هي اهو وقت هو جڏهن ناري ۾ واڳن سان گڏ سيسر/گهڙيال بہ هوندا هئا. انهن ڍنڍن ۾ نہ صرف مڇي جو شڪار ٿئي، بلڪ ان وقت کان وٺي اڄ ڏينهن تائين هتي، پرڏيهي پکين جو بہ شڪار تمام گهڻو ٿيندو آهي. اڄ بہ جڏهن سيارو اچڻ جا سانباها ڪندو آهي تہ پکي بہ پرڏيهہ مان هتي اچڻ لاءِ پرسوريندا آهن. ٺيڪ ان وقت هتي جا گلولي ۽ ڪوڙڪي جي حيثيت وارين شڪارين کان ويندي، فور وهيل جيپن ۾ چڙهي سرچ لائٽ تي شڪار ڪرڻ وارا، سيئي تياري شروع ڪندا آهن ۽ پکين جو پرين وانگر انتظار ڪندا آهن!

بقار ڍنڍ ڏهاڪو کن ميل ويڪري پنج ڇهہ کن ميل ڊگهي ۽ ڪٿي ڪٿي 80/70 فوٽ تائين اونهي آهي/هئي. هن ۾ رانتو آچو ۽ واڊڪي ڇنڊڻن ذريعي ناري مان ايندڙ پاڻي، وارا بندين جي ڏينهن ۾ وري ناري ۾ واپس ڇڏبو آهي. جنهن سان نہ صرف ماڻهن کي پيئڻ لاءِ ملندو آهي، پر ٻنيون ٻارا بہ آباد ٿيندا آهن. اهو هڪڙو قدرتي رزروائر اڳئي هو هاڻ بہ انهيءَ جا بند مٿي ڪري ان ۾ وڏيڪ پاڻي جي ذخيري ڪرڻ جي گنجائش پيدا ڪري ڊيم جو نالو ڏنو ويو آهي. ان کان اڳ هتي رڳو سم جو پاڻي جمع ٿيندو هو ۽ بقار ننڍو ڳوٺ هو ان وقت هتي موچي ۽ ڪوري بہ رهندا هئا. پر هاڻ اهي بہ لڏي وڃي ٻئي پاسي وينا آهن. ( جن مان ڪي پاڻ کي منگريا ۽ ڪي چنا سڏائين ٿا) اڳي سم جي ڪري ننڍيون ننڍيون ڍنڍون ۽ ڍبا بہ هئا. جڏهن 5 اپريل 1955ع تي مشهور ڪردار رحيم ڀڳل (هنگوري) ڀاران، پنهنجي تحفظ ۽ لِڪ لاءِ پڪسري کان مٿي، ‘آچو ڇنڊڻ’ تي، ‘آچي جي پٽ’ پرسان گهارو هٽي، ڏکڻ ۾ مَکي جي علائقي کي ڀوڙي، پنهنجي بچاءَ جو بهترين رستو ڳولي لڌو تہ اڳيان ڊُٻا، ڍنڍن ۾ بدلجي ويا. جن مان گهڻا وقت هتان پنهنجي بقا ۽ انفراديت جي جنگ وڙهندي نيٺ هارائي، بقار جو حصو ٿي ويا. هاڻ اهي سڀ ڍنڍون ملي هڪ ٿي ويون آهن. صرف اڳوڻا ماڻهو جن جو هي علائقو ڏٺل هو سي ئي بقار پرسان، پٽ تي ويهي نشاندهي ڪري سگهن ٿا ۽ آگر جي اشاري سان ٻڌائي سگهن ٿا تہ او هتان کان وٺي هوستائين، فلاڻي ڍنڍ آهي ۽ هتان کان هوستائين فلاڻي. باقي اسان ڀارن لاءِ سڄو هڪڙو ئي جهان آهي. اڳي جڏهن اجان رحيم هنگوري گهارو نہ هنيو هو تہ هتي ڍنڍ واري علائقي ۾ ماڻهو ٻنيون ڪاهيندا هئا. هتان ڍنڍ وچان بس بہ هلندي هئي ۽ هي سڄيون آباد زمينون هيون. هتي ٺيڪيدار جو ڪانتو لڳل هو جتي مختلف ڍنڍن ۽ پٽڻن کان ملاح گهوڙن تان مڇي آڻي، تور ڪرائيندا هئا ۽ اُتان ئي مڇي گاڏين ۽ گهوڙن ذريعي ٻين شهرن ڏانهن اُماڻبي هئي. هتي اڳي سوين مڻ مڇي اچي گڏ ٿيندي هئي، هاڻ هتي چند مڻ مڇي مرڻ بہ وڏي ڳالهہ

تي وئي آهي. پاڻي جي کوٽ، راڻتي جي بند ٿيڻ، نندي نيٽ جي استعمال، مڇي جي بيدن ڏيڻ/آني واري
مند ۾ جَهل هوندي بہ شڪار ڪرڻ ۽ ٻين ڳالهين جي ڪري مڇي جي اپت تمام گهٽو گهٽ ٿي وئي آهي.
جي اها ئي حلت رهي تہ مجبور ٿي گهڻا ملاح وڃي ٻيا ڳوٺ ۽ شهر وسائي ۽ ٻيا ڌنڌا اختيار ڪندا ۽ ٻي
روزگاري اجا بہ وڌندي.

ٻقار جي چوڌاري ٻيون بہ ڪيتريون وسنديون آهن/هيون. جن ۾ ٻقار ڳوٺ کان چئن ڪلوميٽرن تي
، خانبهادر محمد حيات جوڻيجي ۽ حاجي محب کان جوڻيجي جون نهرايل خوبصورت ماڑيون (پڪيون
جايون)، ايرندي ٻن فرلانگن تي جوڻيجن جو اوائلي قبرستان ۽ ڳوٺ، همير جوڻيجي جو ڳوٺ، لکئي جي
سِم، محمودو راڄڙ، پڌريو گانگري، عرس جوڻيجو صدوري، قليل، واصل جوڻيجو لال خان جوڻيجو ۽ ٻيا
ڪيترائي ڳوٺ ۽ وسنديون آهن. جيڪي سڀ ئي ٻقار ديهہ ۾ آهن. هتي جي ڪجهہ نالي وارن ماڻهن ۾
جمعون ملاح ۽ ڪرڙ ملاح طاقت جي لحاظ کان اڄ بہ ياد ڪيا وڃن ٿا. سندن 'طاقت' نہ صرف ملهہ وڙهڻ
۽ نالو ڪمائڻ تائين هئي، بلڪ 'تعلقات' رکڻ جي طاقت بہ منجهن اڻ کٽ هين. وڏن وڏن ماڻهن سان
ويجها ۽ قرب وارا قدم پريل هين ۽ وڏا سچار مڙس هوندا هئا. مخدوم صاحبن جا مريد هئا. چون ٿا تہ هتي
وارا شاهہ بہ اڳ ۾ مخدوم صاحبن جا مُريد هئا. مڇي مارڻ ۾ محمد وڏي، محمد نندي، ميهر ملاح وڏو نالو
ڪمايو. ڏينهن ۾ بہ ٽي مڻ مڇي ماري ايندا هئا. اڄ جيتري مڇي سڄي ٻقار جا ملاح مس ٿا مارين، اوتري
هي بہ ٽي ڄڻا ماري ايندا هئا. ها! تڏهن مڇي بہ وڏيڪ هئي، اها بہ ڳالهہ آ. چنيسر ۽ مير ملاح ٺيڪيداري
۾ وڏو نالو بہ ڪمايو تہ ناڻو بہ. مير جو پنهنجو پٽڻ بہ هو. مصري ملاح راڄ ڀاڳ جو مڙس بہ هو تہ پٽڻ جو
ڌڻي بہ هو. هاڻوڪن ملاحن ۾ سوڀو ملاح، علي بخش ملاح، علي محمد ملاح، مولا بخش ملاح ۽ بچايو
ملاح نالي وارا ملاح آهن. ملاحن جي چيلهہ اصل ۾ لائسنس سسٽم اچڻ بعد ڀڄي ٿي. اڳي تعلقي سطح
تي ٺيڪيدار هوندا هئا. اهو زمانو 1954 کان 1965 تائين جو هو پوءِ لائسنس جو وارو آيو. تنهن بعد
فشري کاتو ناهيو ويو تہ آفيسرن کي بہ ماکي، مکڻ، ڪڪڙ ٻڪر کان ويندي، بمبئي بيڪري جي ڪيڪ
تائين سوکڙي ۾ ويندڙ لسٽ ۾ ڪرڙي جو بہ اضافو ٿيو ۽ ان ڪرڙي جي ۽ ٻقار جي بہ جتي ڪٿي بلي بلي
ٿي ۽ وڏو نالو ٿيو. شاگردن کان وٺي سُڪون جي متلاشي سياحن جي اچڻ ڪري، ٻقار سنڌ جي وڏين ۽
مشهور ڍنڍن ۾ شمار ٿيڻ لڳي. جتي اچي ماڻهو پنهنجي وقت کي يادگار بڻائيندا هئا. پرديسي پکين سان
گڏ مقامي پکي بہ پنهنجو جياپو ڳوليندا هئا. ڪاش انهن ڍنڍن تي سياحن لاءِ ڪجهہ سهولتون مهيا هجن
تہ ملڪ لاءِ نالي سان گڏ ناڻو بہ ڪمائي سگهجي ٿو!

ائين مختلف علائقن مان هتي ايندڙ ملاح مڇي ماريندا رهيا. ٻاهريان ايندڙ ملاحن مان ڪجهہ هتي
مستقل آباد ٿي ويا تہ ڪجهہ وري هتان کان پنجاب تائين بہ وڃي، اتي جي ڍنڍن تي آباد ٿيا. روايتن موجب
ٻقار واري سيد صاحب جي پونئرن کي بہ ملاح، عزت ۽ احترام مان ڪرڙي ڪڙڙي ڏيندا رهيا، جيڪا هو
ڪائڻ کان وڌيڪ هجڻ سبب مستقل طور وڪڻ لڳو. ڪجهہ پئسو اچڻ بعد هن آهستي آهستي ملاحن کي
پئسا ڏئي پنهنجو ماري مقرر ڪيو. جيڪو سلسلو پوءِ وڌندو ويجهندو رهيو ۽ وقت رڙهندو رهيو.

هتي جي ميٺ محبت واري هوا جو رُخ ان وقت ڦريو جڏهن 79_1978ع ڌاري آجي جي چنڊڻ جا ڪجهہ ملاح پاڻ ۾ ڪن ڳالهين تان وڙهي پيا. ڳالهہ وڃي دودي چنيسر جي رخ اختيار ڪيو. فرق رڳو ٻاگهي جي جاءِ تي مڇي جو هو. ائين ملاحن جي هڪ گروپ، ٻئي کي سيڪٽ ڏيڻ لاءِ وڃي ميرو هنگوري کي مڇي ۾ ڀائيواري جي دعوت ڏني، جيڪا هن ملاحن جي زور ڀرڻ تي قبولي. فيصلو اڏو اڏ تي ٿيو. ائين ڳوٺ مير محمد هنگوري وٽ، چنڊڻ ۾ پرڙ /چار لڳي ويا. ملاحن جي ٻئي گروپ وارا وڃي پر واري ڳوٺ مان بدي نظاماڻي کي وٺي آيا. ميري جي پرڙهينيان، بدي جي پرڙ لڳي وئي. ڳالهہ اتي بہ دنگ نہ ڪيو. ٽئين ڌر وڃي شانو جمالي کي وچ ۾ آندو. ساڳي چنڊڻ تي ٻنهي پرڙن کان هيٺ شانو جي پرڙ لڳي وئي، اها بہ ملاحن سان اڏو اڏ تي دلچسپ ڳالهہ تہ روايتن موجب ڪجهہ عرصي بعد ميري، بدي ۽ شانو پاڻ ۾ ملاقات ڪري سوچيو تہ اصل طاقت تہ اسان وٽ آهي، ملاحن جو ڇا! سو ڇو نہ ملاحن کي ماڳهين هن ڏنڊي مان ئي هٿ ڪڍائجي!! اڏو اڏ وري ڇا جوا! هاڻ جي ڪو ماري ٻڌجي ڪم ڪري ٿو تہ ڪري، نہ تہ ملاح ڪوڙ. ائين هُنن هفتي جا بہ بہ ڏينهن مقرر ڪري پاڻ ۾، ورهائي ڪنيا ۽ ملاحن پنهنجي هٿان پاڻ مڇي وڃائي ڇڏي ۽ مالڪي ڇڏي، ماري ٻڌجي ڪم ڪرڻ لڳا! هوڏانهن شاهہ صاحب وٽ بہ ملاح، ماري ٻڌجي ويا. سائين علي بخش شاهہ سان بين ڳالهين تي ڪو ڪٽي ڪيترو بہ اختلاف ڇو نہ رکي، پر سندس ڪجهہ خاصيتن کي اڄ بہ ملاح ياد ڪن ٿا. سائين جي گاڏي ڪيتري ئي عرصي تائين صبح جو ملاحن کي بقار ۽ قليل واري پاسي کان ڪڻندي هئي ۽ شام جو سانگهڙ مان واپس مفت ۾ ڳوٺ پهچائيندي هئي. ان کان علاوه بقار جي سڄي ڳوٺ جي بجلي جو بل بہ شاهہ صاحب ڪيتري ئي عرصي تائين پنهنجي کيسي مان ڀريندو رهيو ملاحن کان هڪ رپيو بہ نہ ورتائين. (ياد رهي تہ بقار ۾ بجلي محمد خان جوڻيجي جي وزير اعظم جي وقت ۾ آئي هئي). ملاحن اتي بہ بس نہ ڪئي، محترمہ جي ٻئي دور ۾ هو نوابشاهہ مان محترمہ جي ساهوراڻي گهر جا ماڻهو پوڙهي خان زرداري جي قيادت ۾ هتي وٺي آيا، جن سيني کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو ۽ پاڻ مالڪ ٻڌجي ويهي رهيا، ڇو جو هو وڏيڪ طاقتور ۽ حڪمران ڌر جا هئا. محترمہ جي حڪومت وئي تہ وري شاهہ صاحب زور ٿي ويو پر هاڻ شاهہ صاحب جي مٿان، ملاح وري سانگهڙ جي ان دور جي سياسي جماعت جا ٻيا بااثر ماڻهو وٺي آيا. جن شاهہ صاحب جو چار آنا ڪن حصو مقرر ڪري، پاڻ مالڪي ڪرڻ شروع ڪري ڏني. انهن صاحبن کي بہ ملاح ئي رستو ڏيکاري وٺي آيا، جيڪي اڳ ۾ هتي 'شڪار' وغيره تي ايندا هئا. ملاحن هنن جي اچڻ کي پاڻ لاءِ وڏي فخر جي ڳالهہ ۽ بين کي هيٺ ڏيکارڻ برابر سمجهندا هئا، پوءِ پنهنجي روايت کي اڳتي وڌائيندي شاهہ صاحب جي مقابلي ۾ هنن کي مستقل طور وٺي آيا. ائين قصو هلندو رهيو. پوءِ جڏهن ملاحن ڏٺو تہ ڍنڍون بہ ويون تہ مڇي بہ وئي، تہ پوءِ انهن احتجاجن روڊ بلاڪ ڪرڻ، پريس ڪانفرنسن ۽ وفدن کان ٿيندا ڪورٽن تائين وڃي پهتا تہ فشر فوڪ ۽ محمد علي شاهہ انوالو ٿي ويا. ٻئي پاسي تہ محمد علي شاهہ صاحب ڪامياب ٿي ويو ۽ بدين جي ڳوٺ ڪنڊڙي ۾ انهن رينجرز کي ڀڄائي ڪڍيو پر سانگهڙ ۾ سگهہ نہ ساري سگهيا، نہ ئي ڪورٽن مان مليل اسٽي آرڊر تي عمل ئي ڪرائي سگهيا. مٿان جيئن ئي پي پي جي حڪومت آئي تہ نوابشاهي اڳوڻا همراهہ نئين تياري سان وري اچي پهتا. مختلف هنڌن تي 12 ڪئمپون لڳي ويون، پوليس ۽ پراڻا ماڻهو

نون آيلن سان ٻٽ تي ٿيا. ڊي پي او ولي الله دل گهربل مدد جي بجاءِ مخالفت ڪئي تہ ڪين بدلي ڪيو ويو. انهيءَ وچ ۾ 2008ع وارين چونڊن ۾ سانگهڙ 1_NA_234 واري سيٽ سنڌ جي ڪلاسيڪل وڏيري چاچي شاهہ نواز جوڻيجي جي فرزند غلام محمد عرف گل جوڻيجو کي ملي وئي. گل جوڻيجي کي سيٽ تہ الائي ڪٿان لاءِ ملي هئي يا رڳو بيهڻ لاءِ ۽ بلامقابلا ڪنهن کي ڪٿڻ نہ ڏيڻ لاءِ. پر هي همراهہ اليڪشن ۾ صفا سيريس ٿي ويو. سانگهڙ ۾ پي پي جي نڌڪي لڏي جو ڪو طاقتور ۽ سيريس همراهہ اميداور ڏنو تہ اهي اميدوار ڪان بہ ٻہ هٿ اڳتي نڪري ويا ۽ ڳالهہ مان ڳالهوڙو ٿهي ويو. اليڪشن ورڪ دوران گل جوڻيجي، ملاحن وٽ ورڪ لاءِ وڃڻ مهل واعدو ڪيو هو تہ جي پي پي جي حڪومت آئي تہ مڇي تہ سنڌن حق کي تسليم ڪيو ويندو ۽ مڇي مارڻ جو حق ڪين ئي ملندو. هن علائقي ۾ ملاحن جا 6000 هزار ووٽ ٻڌايا وڃن ٿا، جن جي اڪثريت گل جي پنيان لڳي. پي پي تہ ڪٽي آئي. پر گل هارجي ويو! اهو الڳ قصو آهي تہ هو ڪيئن هارجيو! گل هارجيو ضرور، پر مرجهائجو ڪونہ. هن سانگهڙ لاءِ ٿي ڏينهن مقرر ڪري، ڪم شروع ڪيو. حالانڪہ مخدوم لابي ۾ هجڻ ڪري هو اهو ڪجهہ نہ ڪري سگهيو. جيڪو هن سوچيو هو پر پوءِ بہ هو لڳو رهيو. انهيءَ دوران پي پي جا ڪيترائي ڏسٽا وائسٽا ماڻهو مڇي ۾ اڪيون وجهي ويهي رهيا ۽ گل کي بہ حصي پتي وٺڻ تي آماده ڪرڻ لڳا. گل اليڪشن هارجڻ تي ايترو حيرت زده نہ هو جيترو هنن همراهن جي انهن ڳالهين ۽ روين تي حيرت ۾ پئجي ويو. پر هن جهڙو مڇي جي ڪمائي کي پنهنجي لاءِ گار بنائي ڇڏيو هو. هو زرداري هائوس ڪان وزير اعظم زرداري هائوس، وزير اعلي هائوس، وزيرن، مشيرن، ڊي سي او ۽ ڊي پي او کي مسلسل لکندو رهيو تہ ملاحن سان انصاف ٿئي، ڪيل واعدا پاڙيا وڃن ۽ پارٽي جي ساک بحال ڪئي وڃي. انهي دوران نئون آيل همراهن پوليس جي مدد سان پڪٽون قائم ڪري، نہ صرف ملاحن ڪان مڇي ڦرڻ شروع ڪئي، پر ايندڙ ويندڙ جي بہ تلاشي وٺڻ لڳا. ماڻهن پاڻ کي جو ائين بيعزتو ٿيندي ڏنو تہ ڳالهہ ڳري ٿي وئي، ڪنهن بہ وقت رتوڇاڻ ٿيڻ جو خطرو پيدا ٿي ويو. فشرفوڪ وارن جو احتجاج بہ هلندو رهيو. انهِيءَ وچ ۾ ملاحن پنهنجي روايتن کي برقرار رکندي، هڪ دفعو وري مختلف ماڻهن کي وچ ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. جن ۾ تر جي ماڻهن ڪان سواءِ ايم ڪيو ايم تائين سڀ ذريعا استعمال ٿيا. پي پي جي مختلف بااثر ماڻهن کي لالچون ڏنائون، پر اصل حڪمران ڏر اڳيان ڪير سينو ساهي! ملاحن ہي ڪا واٽ نہ ڏسي، مستقل طور گل جو پاسو وڃي ورتو. مڇي ۽ ملاحن جو معاملو گل لاءِ بہ عزت، انا ۽ مستقبل جو مسئلو بڻجي ويو. هن ڏراڙن وارو ڏڪ ڪندي، ملاحن کي انهيءَ ڳالهہ تي بيهاري ڇڏيو تہ هو مهيني تائين هڪ بہ ڪرڙي نہ مارينداا. نہ رهي گا بانس نہ بجي گي بانسري. ائين نو (09) ڏينهن تائين بقار تان هڪ بہ ڪرڙي نہ مئي تہ ’پائو‘ اچي ڦاٿا. ڇئي هي ڇا! مڇي ڦربي تڏهن، جڏهن جهلبي. جهلبي ئي ڪونہ. تہ ڦربي ڪٿان! مٿان وري وانگار تي آيل ماڻهن جا خرچ، قصو دلچسپ صورتحال اختيار ڪري ويو. انهيءَ وچ ۾ سانگهڙ ۾ نئون ڊي پي او صاحب اچي ويو. ملاحن جون ڪيئي ملاقاتون ۽ ميٽنگون ٿيون. نئون صاحب چوي تہ همراهن جو حصو رکو. گل چوي تہ جي ڪو ڪاغذ پٽ، ڪو حساب ڪتاب هجي تہ حاضر، باقي هروڀرو حصو ڪونہ رکبو. ڳالهہ ٻنهہ ڳري تي تہ ضلعي جي اڳوڻي ناظم ۽ ٽنڊي آدم شهدادپور مان ڪٽي آيل ايم اين اي محترم روشن الدين جوڻيجي، اسلام آباد ۾ آصف

صاحب سان ملاقات ڪري ڪيس سڄي صورتحال ٻڌائي. جنهن تي آصف صاحب فوراً ايڪشن ڪٽندي، پنهنجي ماڻهن ذريعي قاسم زرداري کي، جيڪو ان وقت المنصوره ڪالوني سانگهڙ ۾ ڪيريا هائوس کي زرداري هائوس ٺاهيو ستو پيو هو، کي فون آيو ته پنج منٽن جي اندر پنهنجي ماڻهن کي، مڇي ڦرڻ لاءِ قائم ڪيل چيڪ پوسٽن تان هٽاءِ نه ته پوليس ايڪشن ذريعي انهن کي ختم ڪيو ويندو ۽ ائين ئي ٿيو. ملاح آزاد ٿي ويا. مڇي تي ملاحن جو حق مڃجي ويو. پر اتان کان ئي هڪ ٻئي راند جي شروعات ٿي وئي. ڳل جوڙيجو پنهنجي پر ۾ خوش هو ته هُن اليڪشن ۾ ڪيل واعدو پاڙيو. ملاحن کي حق وٺي ڏنو ۽ سانگهڙ ۾ پارٽي پوزيشن مضبوط ڪري آئينده لاءِ رستو آسان ڪيو. پر فشر فوڪ وارن هڪ واقعي کي، پنهنجي هٿان راند وڃڻ برابر محسوس ڪيو. انهيءَ دوران پوليس فشر فوڪ جي ڪن همراهن کي گرفتار ڪري ڇڏيو. مڇي جي فيصلي بعد ڳل بقار پهتو جتي وڏو جشن ٿيو. ڳل چوٽياريون پوليس کي گهرايو ۽ طئه ٿيو ته ملاحن جا گرفتار ماڻهو ٽن ڏينهن ۾ قانوني ڪاروائي مڪمل ڪري، آزاد ڪيا ويندا. سڀ معاملا حل ٿي ويا. ٻئي ڏينهن فشر فوڪ وارن، جشن ملهائڻ جي بهاني پنهنجي وڏي اڳواڻ جي اڳواڻي ۾ ريلي ڪڍي، وڃي چوٽياري ٺاڻي تي ڌرڻو هيو ته ماڻهو آزاد ڪيو. پوليس چيو ته معاملو اڳ ۾ ئي طئه ٿي ويو آهي، سڀاڻي ماڻهو آزاد ٿيندا، پر شاهه صاحب جو زور هو ته، ماڻهو اڄ ئي آزاد ٿين. ماڻهو ته خير ٻئي ڏينهن آزاد ٿيا، پر ڳل ۽ فشرفوڪ جهڙوڪر آمهون سامهون ٿي ويا. انهيءَ وچ ۾ سڄي تر ۾ اهو بحث هلي پيو ته اها جنگ ڪنهن کٽي؟ ڳل يا فشر فوڪ. ماڻهن ۾ ملاحن جي اڪثريت ڳل جي پاسي ٿي بيٺي. ٻي ڏينهن ملاح گاڏيون ڀري، ڳوٺ سنجر جوڻيجي ڳل وٽ معافي لاءِ وڃي پهتا. معافي بعد سانگهڙ/مياڻ مان ٻئي ڏينهن بقار تائين ريلي ڪڍي، ڳل کي وري آندو ويو. ڳل گذاري ويو. ملاحن کي لسنس ملي ويا. فشر فوڪ وارا اڄ به ايڪٽو آهن ۽ وقت جو گاڏو گهيلبو اچي.

زماني جو دستور آهي ته زمين مالڪ متائيندي رهندي آهي، پر اڄ سنڌ جي پنجن پاٽين ۾ مشهور بقار ڍنڍ خود جو وجود چوٽياريون ڊيم ٺهڻ بعد ختم ٿي چڪو آهي. ڇو جو هاڻ بقار ڊيم کان ٻاهر نڪري، سُڪي زمين ۽ ڳوٺ ۾ بدلجي چڪي آهي. هاڻ بقار جي شاندار ماضي جون رڳو ڳالهيون وڃي بچيون آهن. ۽ باقي ڍنڍون چوٽياري ڊيم/ريزروائر جو حصو بڻجي چڪيون آهن.

## ڊيم، ملاح، مڇي ۽ پاڳيا

سانگهڙ ضلعو مڇي جي لحاظ کان سنڌ ۾ پنجين ڇهين نمبر تي اچي ٿو. جتي 50 کان مٿي مڇي جا پرائيويٽ فارم الڳ آهن. جنهن جي سرڪاري انگن اکرن مطابق ساليانه پيداوار 4300 ميٽرڪ ٽن آهي. هتي ملاحن جي آبادي 32000 ٻڌائي وڃي ٿي. هتي ٻيڙين جو تعداد 800 جي لڳ ڀڳ آهي. جنهن جو 2004_05 ۾ ٺيڪو 15000 جو، 2005_06 ۾ ٺيڪو 18300 جو ٿيو ۽ 2006_07 ۾ ناظم جي زباني حڪمن مطابق ٺيڪو ٿي نه سگهيو. هڪ مقامي سماجي تنظيم جي 1979ع جي ڪيل سروي جي انگن اکرن مطابق، چوٽياري ڊيم ۾ 251 گهر ملاحن جا، مالوندن جا گهر 382، هارين جا گهر 250، زميندار 152 ۽ مزدور 20 ڪن متاثر ٿيا هئا. جڏهن ته ڊيم کان ٻاهر مختلف حوالن سان (خاص ڪري سم کان)

متاثر ٿيندڙن جو تعداد تمام گهڻو آهي، جن لاءِ نہ ڪو پئڪيج آهي، نہ ڪا داد فرياد. پر گهٽيون ڍنڍون اهڙيون بہ آهن، جيڪي ڊيم جي اندر ناهن، ڊيم کان ٻاهر آهن. جن ۾ مشهور ڍنڍون بقار، ڪالاچ، راهوجو، هرڻي، واڍڪي، اوڍ، لقمان ملاح وغيره شامل آهن. فشريز کاتي جي هڪ سروي مطابق هينئر هتي ڪل ڍنڍين جو تعداد 125 آهي، جن مان ڪافي ڊيم ۾ شامل ٿي ويون آهن.

جيئن مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون تہ انگريز دور ۾ هي علائقو گهڻي پاڻي آباد هوءِ انگريزن ان جي سار سنڀار هتي جي جوڻيجن جي حوالي ڪئي هئي، جن ۾ اڳوڻي نگران دور جو هڪ وفاقي زراعت جي وزير جا وڏا ۽ هڪ مسلم ليگي اڳواڻي ايم پي اي جا وڏا بہ شامل هئا. هينئر اهي ٻئي خاندان مسلم ليگ فنڪشنل ۾ آهن. پر تاريخ، 'تاريخ' آهي ڇا ڪجي!! انگريز پاران جوڻيجن کي مليل زمينن جي پٿر جا نشان اڄ بہ ڪيترن ئي جاين تي، ڊيم جي پرپاسي رتڙائو ۽ ابڙائو ڍنڍين جي پرسان پٽن تي ۽ ماڙين واري پاسي ڏسي سگهجن ٿا. هتي ڊيم ٺهڻ کان اڳ وڏا پاڳيا رهنداهئا، چوپايو مال جام هوءِ چراگاهہ بہ. غربت نالي ماتر هئي، هرڪو مال ڌاريو ويٺو هو پر ان هوندي بہ آجي جي تڙ تي، تي چار گهر جمالين جا، ٻہ ٽي گهر نظاماڻين جا، هڪ اڌ گهر هنگورن جو مڇي مارينڊڙ هو. ڊيم ٺهڻ بعد چراگاهہ ڊيم اندر اچي ويا يا سم جي بہ ور چڙهي ويا. هزارن جي تعداد ۾ مال، پاڻي ۾ ڦاسي مري ويو. ڪيترو ئي مال، پاڳين کي جُوءِ نہ هجڻ سبب وڪڻڻو بہ پيو. تہ ڪيترو ئي مال بکن ۾ پاهہ ٿي مري ويو. غربت ڪاهي پئي، تنهن ڪري پڪسري ۽ اوڍ جا ابوپوتا، اکن واري جا هنگورا، منڊ جمڙائو جا شر ۽ خاصخيلي، ڊيم جي آخر ۾ بقار واري پاسي جا شاهہ، پڏرئي جا منگريا، رتڙائو پرسان ڳوٺ اڪ پنيري جي پنيرن جا ڪجھ گهر مڇي ماري پيٽ گذر ڪن ٿا. پر مزي جي ڳالهہ تہ ملاحن جي نمائنده تنظيم فشرفوڪ، جنهن جو بنياد 05.05.1987ع تي ڪراچي ۾ پيو. پر ان جو روح روان محمد علي شاهہ صاحب، جيڪو ان کان اڳ بہ ڪن ٻين نالن سان، ملاحن جي فلاح و بهبود لاءِ ڪم ڪندو اچي سا تنظيم ابراهيم حيدري تي جتن، ٻروچن، افغاني پناڻن، ڪيٽي بندر ۽ بدين ۾ پليجن ۽ شيخن وغيره کي تہ ساڻ کنيو هلي، پر سانگهڙ ۾ ملاحن جي گهٽائي هجڻ ڪري، انهن جي اڳيان گوڏا کوڙڻ تي مجبور ٿي، ٻين ذات وارن ماڻهن کي تنظيم ۾ شامل نٿي ڪري ۽ نہ ئي انهن کي مڇي مارڻ جي لائسنس حاصل ڪرڻ جي اهل سمجهي ٿي. جيئن تہ ڊيم بعد هتي غربت تمام گهڻو وڌي آهي، ان ڪري امڪان اهو ئي آهي تہ ملاح ۽ نان ملاح وارو اشو مستقبل قريب ۾ هتي اهم اشو بڻجي ۽ فشرفوڪ کي ان تي نظر ثاني ڪرڻي پوي. پر ان صورت ۾ ملاح، جن کي گل جوڻيجي جي صورت ۾ في الحال وڏي سپورٽ ملي وئي آهي، اهي فشرفوڪ ۽ گل جي دوري سبب گل جي ويجها ٿي ويا آهن، سو شايد مستقبل ۾ فشرفوڪ کي متان ڌڪيا ڏينهن ڏسڻا پون. پر جي گل جي مستقبل جي سيٽ اپ ۾ ڪا جاءِ نٿي جڙي ۽ هو واپس ٿو وڃي تہ پوءِ جي صورتحال ڏسڻ وٽان هوندي ۽ جنهن مان فشرفوڪ جا قدرتي مخالف ڪپري جو ممتاز ملاح، نواب شاهہ جو ڊاڪٽر نواز ملاح، ڪوٽڙي جو عارب ملاح ۽ ٻيا فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا. باقي في الحال تہ هتي سنڌن ڪو بہ مستقبل نظر نٿو اچي. ان کان سواءِ جڏهن هاڻ هتي گذر سفر جا وسيلا ڏينهون ڏينهن محدود ٿيندا وڃن ۽ رڳو مڇي ئي واحد ذريعو رهجي ٿي وڃي تہ ٻين ذاتين وارا ماڻهو توڙي اهلِ نظر، اهي سوال بہ ڪرڻ لڳا آهن تہ مڇي تي

رڳو ملاحن جو حق ڇو؟ سنڌ ۾ ويهارو کن اهڙيون ذاتيون آهن، جيڪي خالصتاً ڏنڌي/ڪِرت جي حوالي سان آهن. اڄوڪي دور ۾ ڪيترائي ٻين ذاتين وارا ماڻهو به اهي ڌنڌا/ڪم ڪري رهيا آهن ۽ انهن ڌنڌن سان لاڳاپيل ماڻهو ٻيا ڪم ڪري رهيا آهن. خود ملاح به ٻيا ڪيترا ئي ڌنڌا/ڪم ڪري رهيا آهن ته پوءِ ملاحن کي ٻين ڌنڌن ڪرڻ جي اجازت ۽ ٻين ماڻهن تي مڇي مارڻ جي بندش!؟ ڳالهه سمجهه کان مٿي آهي، جيڪا ايندڙ ڏينهن ۾ توجهه طلب مسئلو بڻجي سگهي ٿي. ان کا سواءِ جوٽيجا برادري، جيڪا هنئن ته هتي اڪثريت ۾ پير صاحب جي مريد ۽ ويجهي آهي، پر اها پاڻ کي انگريز دور ۾ حرن خلاف مليل حق، ڪنهن به صورت ۾ ڇڏڻ لاءِ تيار ناهي. جوٽيجن جو ڪليم آهي ته جيئن ته هي علائقو اسان جو هو ان ڪري هي ڍنڍون به اسان جون آهن ۽ انهن جي مڇي تي به اسان جوئي حق آهي، ملاح رڳو ماري طور ڪم ڪن. جوٽيجن ڊيم کان ٻاهر آيل مٿين ڍنڍن تي اهڙي قسم جي مالڪي جي باقاعدي شروعات ڪندي وهنيل واري سم، سمگرڪي، راهب واري، ڪائل وارو، اڇڙو ۽ اڇڙي تي مالڪي جون ڳالهيون شروع ڪري ڏنيون آهن. ڳالاهو ۾ ٻج به ڇڏيو اٿن. جڏهن ته نونگهٽو ۽ ڪجهه ٻيون اڳ ۾ ئي ڪجهه ٻين وڏن جوٽيجن وٽ آهن. ڪن ڍنڍن ۾ ٻيجو به ڇڏيو اٿن ۽ ڪجهه راجوٽي فيصلا به ٿيا آهن، مستقبل ۾ اهو به هتي اهم مسئلو هوندو.

## مڇي جي ڪرت:

ناري جي ڇي مشهور اهي هتان جي ڍنڍن واري مختلف قسمن جي عمدي مڇيءَ سان مالا مال آهي. سنڌو مان روهڙي وٽان نڪري ڊوري ناري وٽ فرش تائين وڃيس ٿو. جمڙائو هيڊ کان وٺي پڪسري ۽ جمڙائو ريگيوليٽرن وسيلي ناري کي ساڃي پاسي واهن سان مڪمل طرح ڦهلايو ويو آهي جمڙائو هيڊ ۽ فرش جي وچ ۾ پنج وڏيون ڇنڊٽيون آهن جن مان آبپاشي کان واڌو پاڻي کاٻي پاسي خالي پٽن ڏانهن ڇڏيو ويندو آهي انهي پاڻي جي ڪني ٿيڻ سان اڪيچار ڍنڍون ٺهي پيون آهن. ننڍين وڏين ڍنڍن جو تعداد به سو کن آهي. جيڪي سانگهڙ کان اڳتي ٿرپارڪر ضلعي تائين پکڙيل آهن انهن مان ڪي ته ڏهه ڏهه ميل ڊگهيون ۽ ويڪر ۾ هڪ يا به ميل تائين به ٿينديون. انهن سيني ڍنڍن تي خاص نالا رکيل آهن ۽ گهٽو ڪري منجهن ٻارهوئي پاڻي رهي ٿو. مڇي سان گڏ منجهن پن، ٻيڻ، ڪک، ڪچهر ۽ ڪانهه وغيره به جام ٿئي ٿو. ڪک ڪچهر مڇي کي وڌڻ ۾ ۽ ويجهڻ ۾ رڪاوٽ ٿئي ٿو.

نار جي ڍنڍن مان مڇي هاڻوڪي پيدارار سراطري طرح 20000 مڻ ساليانو کان مٿي آهي. سياري ۾ رڳو بقار ڍنڍ جي ايراضي ۾ ئي سوا سو مڻ کان وٺي ڏيڍ سئو مڻ مڇي روزانو لهي ٿي. اونهاري ۾ مڇي گهٽو ڪري ڇنڊڻ تي مري ٿي. اٽڪل 3000 مهاڻن جو گذر سفر ناري جي هن مڇي واري علائقي تي آهي سرڪار کي هر سال اٽڪل هڪ لک روپيا ساليانی آمدني هتا ن ٿئي ٿي. جيڪڏهن مڇي جي جم کي وڌائڻ ۽ پالڻ لاءِ مناسب اُپاءَ ورتا وڃن ته ناري جي هن علائقي ۾ وڏيڪ آسودگي به ايندي ۽ اپت ۾ به اضافو ٿيندو.

## مڪيءَ جي ڍنڍن ۾ ملندڙ مڇيون:

هن علائقي ۾ سنڌ ۾ ملندڙ مڇي جي ننڍن وڏن 57 کن قسمن مان 47 موجود ڇيا وڃن ٿا. جن ۾ ڪرڙو، ٿيري، موراڪو ڄرڪو ڇتو شاڪر، سلور، مُرو ڇلي، منڊو سريو ڏاهي، درو ديفر، دڏاڙي، پاپليٽ، ڪنگو سيو پوپري، سُٽي، گوج، لوڙهه، وونچ، ٻاٽو درپيتي، گلفام، گراس، لهري، ڦاڳٽو گپ گلو سينگاري، ڪلو ڪگو رڙو ۽ پلڙي/ڇوڇي وغيره شامل آهن. جن ۾ جيڪڏهن ننڍ وڏائي جي حساب سان ڏسبو تہ: ننڍين مڇين ۾ ڳنگو ڳريل، ڊِڦر، درو، گوچ/بام، گانگهٽ، وهيو ديپر، دڏراڙي، ٽڪر، پلي، لُري، ڦاڳٽو گانئر، ڇلي، ملير، سُٽي، گپ گلو گگرو لوسٽي، منڊو ۽ پاپليٽ وغيره شامل آهن. جڏهن تہ وڏين مڇين ۾ ڪرڙو موراڪو ٿيري، ڏاهي، سريو ڇتو شاڪر ، سينگاري، ڄرڪو رڙو مرو، گوچ، لُهڙ ۽ گندڻ وغيره شامل آهن. ٻيون مڇيون تہ هتي اوائلي آهن، پر پاپليٽ ۽ شاڪر پوءِ جا ٻاهريان آندل آهن. پاپليٽ مڇي اصل ۾ ڪاري پاڻي جي آهي. هن جو ٻج شروع ۾ فشريز کاتي پاران مختلف جاين تي سم وارن ڍُنڻ ۾ اڇلايو ويو هو. هن وقت هي مڇي تمام گهڻو وڌي وئي آهي. ٻئي مڇي جنهن کي شاڪر يا فوجي مڇي بہ چئجي سا ڀٽي صاحب جي دور ۾، جڏهن تربيلا ۽ منگلا جا در ڀڳا هئا، تڏهن لڙهي سنڌو ۾ ۽ هتي پهتي هئي، جيڪا هاڻي هتي ججهي تعداد ۾ آهي.

پلڙي/پوپي مڇي ۾، پلي جهڙي خوشبو هوندي آهي، جنهن جو ٻج 1974ع ۾ فشريز کاتي پاران ڪراچي مان آندو ويو هو. جنهن کي ڄرڪو ۽ ڇتو بہ ڪائين ٿا. درو ۽ ديفر مڇيون ڳُنڊيءَ ۾ لڳائي، ٻيون مڇيون ڦاسايون وڃن ٿيون. گراس/پاپليٽ ڍنڍن ۾ گاهہ کي وڏيڪ کائي ڪتائي ٿي. موراڪو زمين جي مٽي چري/چٽي ٿي. ولائتي مڇي جي ڪري، هتي جي اصلي مڇي جي واڌ نٽي ٿئي، ڇو جو گاهہ ولائتي مڇي کائي وڃي ٿي. ذائقي ۾ ڪرڙو ۽ ڏنيرو سڀ کان وڏيڪ آهن. (پلي کي سمنڊ جو ميوو سڏيو وڃي ٿو) مڇي مٺي پاڻي کي وڏيڪ پسند ڪندي آهي. ٻاڙي پاڻي ۾ چون ٿا تہ وڏيڪ وڌي ٿي ۽ ڪاري پاڻي ۾ مري وڃي ٿي. مڇي، مٺي پاڻي ۾ آنا ڏيندي آهي. آنو جيستائين پاڻي ۾ هلندو ڪونہ، اوستائين ڦُٽندو ڪونہ، سانول/ڇتو تَس ناهي، ان ۾ آنا ڪري، مٿان پهرو ڏيندو آهي، ۽ ڪوشش ڪري ٻئي آبي جيوت کي ٻچن/آنن جي ويجهو اچڻ ناهي ڏيندو. اڳي بغير ڪنڊن واري مڇي گهٽ ئي کائبي هئي، پر هاڻ اها وڏيڪ کاڄي ۽ وڏيڪ ڪڄي ٻاهر وڃي ٿي. جنهن ۾ خاص ڪري سينگاري ۽ ڇتو شامل آهن. ڇلر واري ٻي مڇي تہ وهندڙ پاڻي ۾ آنا ڪري، پر ڄرڪو آني ڪندو آهي.

ڪجهہ ماڻهن جي بقول تہ ڇتو ۽ شاڪر مڇي کي بيماري ٿيڻ سبب، مڇي گهٽي آهي. اها بيماري مڇي کي ٻچ کان اڳتي ٿئي ٿي، جنهن سبب مڇي ڏينهون ڏينهن ڳرندي وڃي ٿي. ڊاڪٽرن بيماري جو نالو ڪينسر ٻڌايو هو ۽ اها بيماري هن علائقي ۾ مڇي کي پهريون ڀيرو لڳي آهي. ان کان علاوه مڇي نہ مرڻ/گهٽ لڳڻ جي حوالي سان ملاح اهو بہ چون ٿا تہ مڇي بہ سياٽي ٿي وئي آهي، اها رڇ کي پاسو ڏئي هلي ٿي. جڏهن تہ اصل ۾ مڇي جي ختم ٿيڻ جا ٻيا بہ ڪيترائي سبب آهن.

چتو ٻچن کي سنڀاليندو آهي. ڪن جي بقول ته 45 ڏينهن تائين ۽ ڪن جي بقول ته 10 ڏينهن تائين ٻچن جي حفاظت ڪندو آهي، چوجو خاص ڪري جرڪوانهن کي کائيندو آهي. جرڪو شاڪر ۽ چتو اپريل ڏاري، ٻئي مڇي کان مهيني کن اڳ آنا ڪندا آهن. جڏهن ته ٻيون مڇيون آگسٽ ڏاري آنا ڪنديون آهن. جنهن جي ڪري اهي چڊا ٿي ويندا آهن. ملاح جن کي مڇي جا ڏراڙ به سڏبو آهي، تن جي بقول ته مادي مڇي جي ڳچيءَ وارو پَر لسو ۽ نر جو کُهرو ٿيندو آهي. آبڪلاٽي ۽ گرمي ۾، يعني جون ۽ جولاءِ ۾ مڇي جو ٻيو شڪار ته بند هوندو آهي، پرموراڪو ٿيري ۽ ڪرڙي جو شڪار ٿيندو آهي. مڇي، سياري ۾ وڏي پاٽي ۽ گند گاهه ۾ ويندي آهي ۽ وهڪري تي ڪونه ايندي آهي. جڏهن ته ٻچا/آنا، وهندڙ پاٽي ۾ ڪندي آهي. گندڻ، چتو شاڪر ۽ سانول ننڍي مڇي کي چڪ هڻندا ته پِچ پِچ جهڙو آواز ٿيندو آهي. ، جيڪو 300/200 فُٽن تائين ٻڌبو آهي، جنهن مان مڇيءَ جي موجودگي جي به خبر پوندي آهي. برسات ۾ مڇي مٿاڇري تي ۽ ڪنارن پرسان رهندي آهي. ڪن جي بقول ته مڇي، مينهن جو پاٽي چٽيندي آهي ۽ ڪن جي چوڻ مطابق ته برسات ۾ ساهه بچائيندي آهي.

## مڪي ۾ ملندڙ ڍنڍن جا گاهه:

مڪي واري پاسي ڍنڍن ۾ مختلف قسم جا 22 ڪن گاهه ملن ٿا. جن ۾ سيهوري، پَٽ، ڪارانڊو، پورٽو مائو مٿري، لوٽي ۽ ڪنڊر گاهه شامل آهن. جيڪي نه صرف مڇي جي کاڌ لاءِ استعمال ٿيندا آهن، بلڪ مڇي کي گرمي سردي ۾ لِڪ لاءِ ۽ آنا /بيدا ڪرڻ لاءِ به مدد مهيا ڪندا آهن. انهن گاهن ۾ گب، مڪٽي/مائو پٽ ۽ ڏير وغيره جهڙا گاهه کاڌ سان مڇي وڏيڪ واڌ ڪندي آهي. جڏهن ته مڇي عموماً نڙ، پن، سينهوري ۽ پٽ گاهه وڏيڪ کائيندي آهي. مڇي گهڻو ڪري رات جو 'چرندي' آهي، ڏينهن جو چانورا ڳولي ۽ انهن جو پرپاسو وٺيو ويٺي هوندي آهي، ان ڪري ئي رڇ به عموماً رات جو پائبو/لڳائبو آهي.

## مڇي جو شڪار

مڇيءَ جو شڪار اڪثر ڪري رڇ، وڙهه ۽ ڪُڙهي ذريعي ڪبو آهي. ملاحن جي بقول ته مڇي، ڪلام/ساز/آواز به ٻڌندي آهي. ان ڪري ئي ڀَن جي شڪار ۾ ٿامي جو ٿالهه وغيره وڄائي، آواز/گوڙ ڪري، مڇي کي چرڪ ڏياري، اڳ ۾ ئي لڳل مخصوص رڇ ۽ ڀن ۾ ڦاسائبو آهي. انهيءَ شڪار ۾ رڇ اتي پائبو آهي، جتي مڇي جي گذرگاهه هجي. هڪ رات جتي رڇ هڻبو آهي، اتي ٻئي رات مڇي ڪونه ايندي آهي. ان ڪري جيڪي ملاح هڪ رات اڳ هنيل رڇ واري هنڌ، ٻئي رات وري به رڇ پائيندا آهن، انهن کي مڇي گهٽ ئي لڳندي آهي. مڇي جي پنيان ملاحن کان علاوه لڌڙو به ماري ٿيو پيو هلندو آهي. هو رڇ ۾ ڦاٿل مڇي کي طريقي سان ڪڍي کائي ويندو هو پر هاڻ ته نه ايترو لڌڙو رهيو آهي ۽ نه ئي اوتري مڇي. جتي ٻين جانورن کي سرچ لائيٽ ۽ فور ويل جي شڪار سبب نقصان پهتو آهي، اتي لڌڙي کي وري شڪار جو پرمٽ جاري ڪرڻ سبب گهڻو نقصان ٿيو آهي. چون ٿا ته لڌڙو ڪنهن وقت ملاحن جو ساٿي سمجهبو هو ۽ ملاحن سان گڏ گهرن ۾ پلبو هو. هاڻ ته چار مختلف قسم جي ڏاڳن مان ناهيا وڃن ٿا، پر اڳي چار، اڪ مان ناهيا هئا.

ملاحن وٽ مڇي جي حوالي سان ڪافي دلچسپ ۽ روايتون موجود آهن/هيون. شڪار تي ويل ملاح کي موراڪو مڇي نظر آئي ته معني مڇي وڏيڪ لڳندي. موراڪي کي سردار مڇي به چيو ويندو آهي ۽ اها

اڪيلي بجاءِ ولر ۾ هلندي آهي. ملاحن وٽ سينہ در سينہ هلندڙ روايتن موجب حضرت سليمان کان جڏهن ’ويندو‘ پاڻي ۾ ڪريو هو تہ اهو بہ موراڪي جهٽيو هو. چون ٿا تہ اڄ بہ موراڪي جي پيٽ ۾ ويندي جو نشان موجود آهي. اهل بيت اڄ بہ عموماً موراڪو ناهن کائيندا. ملاحن ۾ عجيب غريب روايتون مشهور آهن جن ۾ اهو بہ مشهور آهي تہ هڪ پيري ملاحن نبي سائين ﷺ جن جي دعوت ڪئي، جنهن ۾ ڏاهي مڇي رڌي وئي، ڇو جو ڏاهي جو خوشبو سني ٿئي ٿي. ڏاهي کي جڏهن ديڳڙي ۾ وڌو ويو تہ اها ٽپ ڏيئي ٻاهر نڪري آئي. حضور پاڪ ﷺ جن جڏهن مڇيءَ کان ان جو سبب پڇيو تہ هن وراڻيو تہ توهان جي ٻڌايل فلاڻي دعا پڙهي ياد ڪئي هئي، ان ڪري ٻاهه مون تي اثر نٿي ڪري. جنهن تي پاڻ سڳورن فرمايو تہ تون ڏاهي مڇي آهين، توکي نہ کائجي تہ بهتر! چون ٿا تہ ان وقت اتي ملاحن جي، سينهاٽي، پاڙي جو ملاح بہ موجود هو ان ڪري چون ٿا تہ سنهاٽي پاڙي جا ملاح، ڏاهي مڇي کونہ کائين!! ملاحن وٽان هڪ روايت اها بہ ملي ٿي تہ هڪ پيري مڇي دانهن ڏني تہ اسان کي گهڻو ڪاڏو وڃي ٿوءِ تنگ ٿو ڪيو وڃي. جنهن تي جمع جي ڏينهن مڇي کائڻ جي منع ڪئي وئي. پوءِ ملاحن ٻن ٽي جمعا تہ رڇ نہ هنيا، پر هڪ ڏينهن جمعي جي رات، يعني خميس ڏينهن تي رڇ هنيا. جنهن تي وري دانهن ٿي تہ سيني مڇين کي گهرايو ويو. ٻيون مڇيون تہ آيون، پر ڏاهي کونہ پهتي. جڏهن ڏاهي کان ان جو سبب پڇيو ويو تہ هُن ڇيو مونکي ان ڪري دير ٿي جو توهان جي حڪم موجب مون سيني مڇين کي گڏ پئي ڪيم. جنهن تي پاڻ ڪريم جن فرمايو تہ تون ڏاهي آهين، توکي نہ کائجي!! چون ٿا تہ اڳي نہ صرف جمعي جي ڏينهن مڇي جو شڪار بند هو بلڪہ حضرت عيسي عليہ السلام پاران آچر جي ڏينهن ، حضرت موسيٰ پاران سومر جي ڏينهن، حضرت داؤد پاران ڇنڇر جي ڏينهن ۽ حضور جن ﷺ پاران جمعي جي ڏينهن مڇي مارڻ جي منع ٿيل هئي. مختلف وقتن تي اهو حڪم نہ مڃيو ويو تہ اهي ماڻهو ٻلهڻ، لڌڙا، رڇ ۽ باندر وغيره ٿي پيا.

ڪن ذاتين ۾ مڇي جي حوالي سان اهو بہ مشهور آهي تہ جڏهن ڪنوار پهريون پيرو گهر ۾ ايندي آهي تہ ان کان پهريون ڪم مڇي وڍرائڻ جو ڪبو آهي/هو جيڪا ڀاڳ جي نشاني سمجهبي آهي. مڇيءَ جي حوالي سان ڪيترائي لوڪ گيت بہ مشهور آهن ان حوالي سان ڪيتري ئي شاعري بہ موجود آهي، جنهن مان مڇي جي معاشري ۾ اهميت ۽ استعمال جو اندازو آساني سان لڳائي سگهجي ٿو. ملاحن ۾ اهو بہ مشهور آهي تہ ملاح ٻيڙي ۾ جوتن سميت ڪڏهن کونہ چڙهندو. ٻيڙي ٻڌڻ وقت ٻيا ماڻهو تہ رڙيون ڪندا، پر ملاح ائين نہ ڪندو!(شايد ترڻ ۾ مهارت سبب).

مڇين ۾ ڪرڙو ڳاڙهن ۽ سنهري چلرن ۽ ننڍي وات سبب ڏسڻ ۾ سهڻو ۽ کائڻ ۾ وڌيڪ لذيذ هوندو آهي. ٽي بي جي مريض کي بہ جرڪو ۽ ڪرڙو کارائبو آهي. اکين جي نظر وڌائڻ لاءِ بہ مڇي کارائبي آهي. ملاح گوشت کائي تہ جلد بيزار ٿي ويندا آهن، پر مڇي روز روز کائڻ باوجود بيزار نہ ٿيندا آهن. مڇيءَ مان جتني ڪيترين ئي دوائون ٺهنديون آهن، اتي ان مان فيڊ بہ ٺهندي آهي. خاص ڪري ننڍين مڇين مان فيڊ ناهڻ کان علاوه انهن جي انبن جي باغ ۾ ڪِڇ بہ ڏبي آهي. ملاح نئين ٻيڙي پاڻي ۾ لاهڻ وقت ان کي سون جي پاڻي جا ڇنڊا هڻندا آهن. ٻيڙي کي گلن جا ۽ ڪپهہ جا هار پارائبا آهن ۽ دعا ڪرائبي آهي. ملاحن جي بقول تہ ٻيڙي جو درياهہ سان نڪاح ٿيل آهي. اڳي گورنمنٽ پاران انگريزي ڪئلينڊر جا اُهي

مهينا جن ۾ R جو اکر نٿو اچي، انهن ۾ مڇي مارڻ جي منع ٿيل هوندي هئي: يعني مئي، جون ، جولاءِ ۽ آگسٽ جي مهينن ۾. اڳي جتان پاڻي ايندو هو ان هنڌ رڇ ڪونہ هٽبو هو. ٻڇي واري مُند ۾ لڳ واري مند ۾ يعني اپريل، مئي، جون ۽ جولاءِ ۾ مڇي اوپاري (جتان پاڻي ايندو هجي) هلندي آهي ۽ 15 آگسٽ کان پوءِ ڊسمبر تائين لهواري هلندي وڏي پاڻي ۾ ويندي آهي. ٻچن/آني ڇاڻڻ بعد مڇي کي بک وڏيڪ لڳندي آهي. مڇي لاءِ اهو بہ چيو ويندو آهي تہ اها 100 ڪلوميٽر في ڪلاڪ جي حساب سان هلندي آهي. عموماً اهي مڇيون سفر ڪن ٿيون، جيڪي وهڪري ۾ آنو ڪنديون آهن. مڇي کي آني لاءِ ٽي چار ڪلوميٽر تائين جو وهڪرو گهربل هوندو آهي، جنهن دوران آنو ميچوئر ٿيندو آهي. جڏهن تہ ڪجھ مڇيون آرو بہ ڪنديون آهن. اڳي سياري ۾ مڇي ماربي هئي ۽ سانوڻي ۾ ڪونہ ماربي هئي ،پر هاڻ تہ سڄو سال پئي مارجي. اڳي اڍائي، ٽي انچ کان ننڍو رڇ ڪونہ پائبو هو جنهن جو فيصلو راڄوڻي طرح تي ٿيل هوندو هو. ننڍي مڇي ڦاسڻ تي، ان کي رڇ مان ڪڍي پاڻي ۾ ڦٽو ڪري ڇڏبو هو. مَکي ۽ بقار واري پاسي ننڍي مڇي وڪڻڻ جي حساب سان ڪونہ ڪٽبي هئي. يارهين مهيني کان پوءِ وڏو رڇ پائبو هو. ڪڏڙي شهر ۾ ابدي آرامي ٿيل درويش حمير فقير تي، ڪرڙي جي باس باسبي آهي. رڇ ۾ وڏيڪ مڇي لڳڻ لاءِ وري شير شاھ وجھ الدين جي خيرات ڪبي آهي. ڇتيءَ جي بيماري مان ڇوٽڪاري لاءِ ڪاري ڏاڳي ۾ ڪرڙي جا ڏند، اِڪي حساب سان ٻڌي، ڏاڳو گلي ۾ ٻڌي، پاڻي ۾ ٽٻي ڏبي آهي ۽ ٽٻي مهل چئبو آهي تہ فلاڻي مڇي (مڇي جو نالو) هيتري عرصي تائين ڪونہ ڪائيندس. لاڙ ۾، مڇي جي چار ۾ جلد ڦاسڻ لاءِ ڪاٺ جو بہ اڍائي سير جو گول ۽ اڌ فوٽ جو هم چورس ٽڪرو پاڻي ۾ اڇلبو آهي. (چوڪڻ مٿان چار اڇلبو تہ مڇي جلد ڦاسندي). بقار/مَکيءَ ۾ پِڃَن هٽبو هو. تامي جي ٿالهي جو جوڙو وڄائيبو هو. ملاح، مڇي کي ‘لڇمي’ بہ چوندا آهن. عام ماڻهو چلر يا مڇي جي منهن ۾ پوڻ کي سنو سئوڻ سمجهندا آهن. جُتي پائي مڇي اورانگهڻ کي بدتميزي ۽ بدسئوڻ سمجهبو هو. اڳي رڇ کي بہ ڪونہ اورانگهبو هو. عام ماڻهو بہ ٻيڙي جي منهن واري پاسي /هنڌ(مونهال) تي جتي سان ڪونہ چڙهندو آهي، جو تہ ان هنڌ تي پاڻي ۾ هلندي نماز جو ٽائم ٿئي تہ نماز پڙهبي آهي. جڏهن تہ ٻيڙي جي پٺئين پاسي کي پاڇيل ۽ تختو سڏبو آهي.

هتي ٽي يا ان کان مٿي انچ جي چار جي اجازت آهي. جون ۽ جولاءِ ۾ ڏاهي، ڪرڙو ٿيلهي ۽ موراکي جي ٻڇي ڪرڻ جي مند هجڻ سبب، مڇي مارڻ تي پابندي هوندي آهي، پر ان تي عمل پورو سارو ٿيندو آهي. جنهن ڪري انهن مڇين جي تعداد تمام گهٽو گهٽجي ويو آهي.

### ڇا ناري ۾ بہ پلوءِ جهينگو هوندا هئا؟

سنڌو درياھ مان، مختلف هنڌن تان ڪيترائي پاڻي جا وهڪرا ۽ ڇاڙون نڪرنديون هيون، جن مان ڪي تہ اڄ سوڌو مختلف واهن ۽ ڪئنالن جي شڪلين ۾ موجود آهن، ڪي تاريخ جي ڪتابن ۾ محفوظ آهن، تہ ڪن جي رڳو ياد، باقي وڃي بچيل ڪجھ ئي جهونن جي سينن ۾ سانديل رهجي وئي آهي. هر جهوني جي جهان ڇڏڻ سان، ڪيترين ئي ڳالهين، علمن ۽ شين متعلق اهم ۽ ناياب روايتون بہ جهان ڇڏي مري رهيون آهن. جهونن جي فوت ٿيڻ سان هن ڌرتيءَ جي لوڪ علم جو هتي جي ماڻهن جي ماضيءَ جو لوڪ ڏاهپ جو، قصن، ڪهاڻين ۽ روايتن جو بہ جڻ تہ موت واقع ٿي رهيو آهي، پر افسوس جو اسان کي ان ڳالھ جو جيترو شدت سان احساس هجڻ گهرجي، اوترو ناهي ۽ اسان انهن جهونن کان انهن شين متعلق

ان رفتار سان پڇي شيون گڏ ڪونہ پيا ڪريون، جيتري تيز رفتاري سان باقي چند بچي ويل جهونا, راهہ رباني وٺي رهيا آهن!

ڳالهہ پئي ڪئي سين، سنڌو مان نڪرندڙ اهڙن وهڪرن ۽ ڇاڙن جي، جيڪي هاڻ نالو ۽ وجود بہ وڃائي چڪا آهن. اهڙن وهڪرن ۽ ڇاڙن مان هڪ وهڪرو/ڇاڙ ‘ڪارو نارو’ نالي سان بہ هو، جيڪو بعد ۾ سائو نارو سڏيو ويو. اج تائين ڪي ماڻهو انهيءَ ناري کي سائو (سبز) نارو، تہ ڪي وري سائو نارو ڪري بہ سڏين. سائُو (سائي رنگ) جي بدليل شڪل آهي يا ان جي ڪپري واري پاسي هڪ هندو ذات وارن ماڻهن کي ‘سائُو’ سڏجڻ سان ڪا نسبت يا ڪو تعلق آهي! ان حوالي سان ڇاڻ جي ڪوٺ آهي، جيڪا تاريخ جي طالبِ علمن کي اج بہ گهربل آهي!

روايتن موجب اهو ڪارو نارو، روهڙي وٽان وهندو، منڍجمڙائو وٽ پهچي، ٻن حصن ۾ ورهائبو هو. چون ٿا تہ اها ان وقت جي ڳالهہ آهي، جڏهن اڃا اروڙ بند ڪونہ ٻڌو ويو هو ۽ درياهہ جي چاڙهہ ڪرڻ تي ٻوڏ جي پاڻي ( يا خود ٻوڏ کي بہ) کي ‘ريڻ’ سڏبو هو. سو اهو ريڻ جو پاڻي، منڍ جمڙائو وٽ پهچي، ٻن حصن ۾ ورهائجي ويندو هو. هڪ ‘ڪارو نارو’ ۽ ٻيو ‘لڙيو نارو’, جيڪو نارا ڪئنال جي نالي سان اج بہ موجود آهي. ڪارو نارو، جمڙائو کان هلندو، ڍنڍين وچان ٿيندو، ناري ۾ آر ڊي 3/2 وٽ وڃي ‘بقار ڍنڍ’(جيڪا پڻ هاڻ مَکي ڊيم/چوٽياري ڊيم ٺهڻ بعد وجود وڃائي چڪي آهي) کان ڏيڍ ڪلوميٽر کن اوپر ڏکڻ جي ڪنڌ تي، ٽَل ۽ بگهاڙي ڍنڍ ڪراس ڪرڻ بعد، ناري ۾ ملي ويندو هو. ڪن جهونن جي بقول تہ ڪارو ناو، گهٽن ورن وڪڙن سان ۽ مختلف ڍنڍين جي وچان هلندو هو جنهن سبب هو گهٽي قدر، پَن جي وچان وهندو هو. ڪاري ناري جو پاڻي، پَن (ڍنڍ ۾ ٿيندڙ گاهہ جو هڪ قسم) ۾ لڳي، ڇٽي صاف ٿي ويندو هو. جنهن کي مٿان کان بيهي ڏسبو هو تہ اهو پاڻي بلڪل صاف، پر ڪارو نظر ايندو هو! جڏهن تہ لڙيو نارو نسبتاً سڌو وهڻ سبب ان تي پن ايتري ڪونہ هوندي هئي، جنهن سبب، هن جو پاڻي لڙيو هوندو هو. وڌيڪ خبر تہ خدا کي ۽ ڄاڻو ماڻهن کي، پر اها ڳالهہ ضرور ڇئي سگهجي ٿي تہ، لوڪ ڏاهپ ۾ پاڻي صاف ڪرڻ جو هڪ مَکيہ ۽ اهم طريقو پَن وارو بہ آهي، جنهن ۾ جيڪڏهن لڙئي پاڻي ۾، پَن جي پاڙ کي وجهي ڪجهہ دير هلائبو تہ پاڻي آنرجي، صاف ٿي ويندو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪاري ناري ۽ ٻئي ناري جي پاڻي ۾ اصل فرق بہ اهو ئي هجي. پر پوءِ سوال اهو ٿو سامهون اچي تہ جڏهن ڪاري ناري جو پاڻي، صاف شفاف بہ هوندو هو تہ پوءِ ان کي ڪارو نارو ڇو سڏبو هو؟

ٻوڏ/ريڻ وارن ڏينهن ۾ منڍ جمڙائو کان هيٺ ۽ پرپاسي وارو علائقو پاڻي سان پرجي/ٻُڏي ويندو هو ۽ سوڪ وارن ڏينهن ۾ يا درياهہ ۾ پاڻي لهڻ بعد، ڪاري ناري جو پاڻي ڪيترن ئي ڍنڍين کي پري ۽ آباد ڪري، واپس ناري ۾ هليو ويندو هو. ائين ڍنڍين تي وري هڪ نئين دنيا آباد ٿي ويندي هئي. روايتن موجب پيير صاحب پاڳاري شاهہ مردان شاهہ ورهاڱي بعد، هتي دعوتن تي اچڻ مهل ، ڪاري ناري جو اهو نالو نامناسب سمجهندي، ان کي سائي ناري جو نالو ڏنو. جيڪو بعد ۾ سائو نارو سڏيو ويو. ناري جي اوج جي زماني جون ڳالهيون ڪندي جهونا اهو بہ چون ٿا تہ ڪنهن وقت نارو دريا جو ئي حصو هئڻ سبب پراڻ کي بہ آباد ڪندو هو!

درياهہ بادشاهہ پاران اچڙي تر ۾ منڍ جمڙائو وارو پاسو ڇڻ تہ ناري جي نالي ٿيل هوندو هو. پوءِ جڏهن ڪلهوڙن جي دور ۾ پراڻ واري پاسي جي حڪمران جڏهن ڪلهوڙن جا ڏن پرائو نہ ٿيا ۽ ڪلهوڙن, سکر روهڙي وٽان, هِن پاسي جو پاڻي بند ڪيو تہ ناري جوبہ زور ٽٽي پيو ۽ نارو, ساڳيو نارو نہ رهيو. هتي جهونن وٽان هڪ ٻئي روايت بہ ملي ٿي تہ اڳي رڻ وارو علائقو ايترو تہ آباد هوندو هو جو 'باغات' سڏبو هو ۽ ان ۾ ٽيندڙ ميوو بمبئي تائين ويندو هو!! ساڳي وقت ناري جي اوج ۽ نالي سبب, پير صاحب پاڳاري جي جماعت جي ٻارنهن چوڪين مان, هڪ جو نالو, نارو چوڪي بہ رکيو ويو هو. ناري جي اوج جي ڪهاڻي ان وقت ڇڻ تہ هٽي وڃي هندڏ ٿي ڪري, جڏهن جهونا ٻڌائين ٿا, تہ نارو سمنڊ ۾ وڃي ڇوڙ ڪندو هو ۽ ناري ۾ بہ 'پَلا' ايندا هئا, پر اهي شايد پاڻي جي موافق نہ هجڻ يا ڪنهن ٻئي سبب, ناري ۾ وڏا ٿي نہ سگهندا هئا! اهي ڳالهيون ٻڌي 'ناري جي مڇي جهينگو' بہ ياد اچيو وڃي. تہ ڇا ناري ۾ جهينگو هوندو هو؟ يا انهي لوڪ گيت جو مطلب ڪجهہ ٻيو آهي! انهن روايتن جي اصل حقيقت ڇا آهي؟ انهن جا اصل سبب ڪهڙا آهن؟ ان تي ماهرن جي توجهہ ڏيڻ جي بهرحال ضرورت موجود آهي.ڏسون اصل ڳالهہ ۽ اصل حقيقت ڪهڙي ڪُنڊ مان ٿي ظاهر ٿئي ۽ سامهون اچي!

**فشريز ڪاتو ۽ مکي:** فشريز ڪاتي جي شروعات 1962ع ڌاري ٿي ۽ ان ئي سال هتي جي (مکيءَ جي )ڍنڍن جو پهريون پيرو سروي بہ ٿيو. شروع ۾ ڍنڍن جي ڪٽت لاءِ ٽينڊر سسٽم هوندو هو. جيڪو 1970ع تائين جاري رهيو. پوءِ 1971ع ۾ ڀٽي صاحب جي دور ۾ لائسنس سسٽم ٿيو. هتي جي ڍنڍن جو پهريون آڪشن 1974ع ۾ ٿيو. ضياءَ دور ۾ وري ٺيڪيداري سسٽم ٿيو. 1996 ۾ مول سسٽم نافذ ٿيو جنهن ۾ نوي سيڪڙو ملاحن جو حصو هو. 9 سيڪڙو ملاحن جي فلاح بهود ۽ هڪ سيڪڙو حڪومت لاءِ مخصوص هو. 1996 ۾ محترمہ شهيد بينظير ڀٽو صاحبہ جي دور ۾ ٺيڪيداري سسٽم آيو. پر محترمہ جي حڪومت وڃڻ بعد وري لائسنس سسٽم نافذ ٿيو. پر اهو سانگهڙ ۾ معاملو ڪورٽ ۾ وڃڻ ڪري هتي نافذ ٿي نہ سگهيو.

# باب ستون: مکي ۾ پيلوءَ چراگاهه

## ماضيءَ ۾ مکيءَ ۾ ماکي ۽ چوپائي مال جي صورتحال

مکي جي ماڻهن جي گذر سفر جو سڀ کان اهم وسيلو چوپايو مال ۽ ان جو گيهه مکڻ هو. کير وڪڻڻ جو ان وقت اڃا رواج ڪونه پيو هو بلڪ کير وڪڻڻ کي عيب سمجهبو هو. چوٽي مشهور هئي ته کير، پُٽ ۽ پير وڪڻبا ناهن. مخصوص راتيون مقرر هيون جن تي کير ٻارن يا غريبن ۾ ورهائي ڇڏبو هو يا پوءِ کيرٽي رڌي رات کبي هئي.

ويجهي ماضي ۾ هتي به ٻين هنڌن وانگر مال جو اگهه ياڳيا هن ريت ٻڌائين ٿا. هتي جي ڳُنڍي مينهن 20 هزار کن ۾، ڳئون 7 کان 10 هزار کن ۾، ٻڪري 1500 کان 2000 کن ۾، گڏهه 500 کن روپيه، گهوڙو 50 هزار کن روپيه ۽ توڏو 8/7 هزار ۾ ملي ويندو هو.

جڏهن ته هتي هر ياڳيو سال ۾ تقريبن 3/2 مينهون وڪڻي ٿو ۽ تقريبن هتي هر ماڻهو ياڳيو آهي، جن جو تعداد 300/200 کن ٿيندو. جڏهن ته هو ڏڳيون ۽ وهڙا سال ۾ 13/12 وڪڻي ٿو. هتي پاڻي وڌيڪ هجڻ ڪري ٻڪريون گهٽ آهن. رڍون به آهن، پر گهٽ. رڍ لاءِ به هتي سِمر جو پاڻي صحيح ڪونهي. جڏهن ته ٻارڻ جون ڪاٺيون مفت آهين. پوءِ جڏهن هتي آهستي آهستي کير وڪڻ جو رواج پيو ته هتان کان هنگورن، ڳوٺ مولابخش ٻهڻ ۽ جمالين جي ڳوٺن مان روزانو 5 روپيا سير في جي حساب سان، ماڻهو 20 مڻ کن کير کڻي پرپاسي جي هوٽلن توڙي سانگهڙ شهر ۾ کپائڻ شروع ڪيو.

## مکي ۾ علاج جا ذريعا:

هتي جا ماڻهو بيمار تمام گهٽ ٿيندا آهن، ان ڪري دوائون به گهٽ استعمال ٿينديون آهن. اڳي فصلن ۾ دوائون استعمال ڪونه ٿينديون هيون، پر هاڻ نوان ٻج آيا آهن ته بيماريون به وڌيون آهن. ان ڪري مال جو پاڻ وغيره اثر ڪونه ٿو ڪري، سو زمين تي ڪلر استعمال ڪرڻو پوي ٿو. هتي تمام گهٽ اهڙا ماڻهو به آهن، جيڪي فصلن ۾ دوائون استعمال ئي ڪونه ڪن. هتي عام طور تي علاج، مقامي طور پيدا ٿيندڙ گاهن، ٻوٽن ۽ وڻن جي مختلف شين مان ڪيو ويندو هو ته گڏوگڏ سئوڻ ساٽ ۽ ڏاڳي ڦيٽي ذريعي به علاج ڪبو هو ته ٻاسون به ٻاسبيون هيون. هتي تعليم به پوري ساري رهي آهي.

## مکيءَ جي ماکي:

مکي چڻ ته ماکي جو گهر هو. هتي ماکي تمام گهٽي هئي ۽ ملڪان ملڪ مشهور به هئي. ڪجهه وقت اڳ ۾ هتي ماکي جو شيشو 200 کان 300 روپيين ۾ ملندو هو. جڏهن ته سال ۾ 200 کن شيشا هتان آرام سان نڪرندا هئا. انهيءَ ڪم ۾ آجو چنڊڻ ۽ سرمست جا ماڻهو به مصروف هوندا هئا.

## مکي ۾ تعليم جي صورتحال:

مکي ۾ اصلي رهاڪن جي ڳوٺن ۾ تعليم جي صورتحال تسلي بخش اڄ به ناهي. جڏهن ته ان جي مقابلي ۾ چڪن ۾ تعليمي صورتحال کي سانگهڙ جي پسمنظر ۾ مثالي چئي سگهجي ٿو. مقامي اصلي

آبادي جي نياڻين ۾ تعليم جي شرح بہ تمام گهٽي گهٽ آهي ۽ ان جي باري ۾ ڳوناڻن وٽ اڄ بہ گهٽي ياڳي پراڻيون ڳالهيون مشهور آهن. جڏهن تہ ڇڪن جون نياڻيون نہ صرف اهو تہ يونيورسٽي سطح تي تعليم پرائي رهيون آهن بلڪ اهي تعليم کاتي ۾ بہ وڏي تعداد ۾ ملازمت بہ ڪري رهيون آهن. هتي مقامي آبادي ۾ تعليم جي حوالي سان خدا بخش ٻهڻ جو چوڻ هو تہ منهنجي ڳوٺ ۾ مسجد اسڪول آهي، جيڪو 4/3 مهينن کان بند آهي، بہ استاد بدلي ڪرائي ويا، 40/30 ٻار آهن. مڊل جي برانچ آهي، هيڊ جمڙائو جي آفيسرن کي چيو ويو، پر ڪجهہ ڪونہ ٿيو. ديهہ ڪڏواري ۾، 6/5 ميلن تي ڪو بہ اسڪول ڪونهي، ٻارن جو مستقبل تباهہ ٿي رهيو آهي.

## مَڪيءَ جي جهنگلي جيوت

**مکي جي جهنگلي جيوت:** مکيءَ جو علائقو نہ صرف انسانن جو پرجهلو رهندو آيو آهي، پر هي هڪ ئي وقت ڍنڍن ۽ ٻيلي تي مشتمل هجڻ ڪري جهنگلي ۽ آبي جيوت جي بہ مثالي حد تائين بهترين پناهہ گاهہ رهيو آهي. مکي ۾ ڪيترن ئي قسمن جا جهنگلي جانور، پکي پکڻ ۽ ان جي ڍنڍن ۾ مختلف قسمن جون مڇيون، ڪميون، ڏيڏر ۽ ٻي آبي جيوت رهندڙ هئي. هتي جون ڍنڍون واڳن جو بہ مَسڪن رهيون آهن، جيڪي اڄ بہ نوابشاهہ ضلعي جي حدن ۾ 'ديهہ اڪري' جي واڳن جي گيم سينچري ۾ موجود آهن. اها گيم سينچري 'رامسر سائيٽ' قرار ڏني آهي جيڪا دنيا سطح تي پاڪستان جي سڃاڻپ آهي. واڳن کان سواءِ هتي هڪ ٻئي واڳن جهڙي آبي جيوت سيسر/گهڙيال بہ ناري ۾ رهندڙ هئي، جيڪا افسوس جو 50/40 کن سال ٿيا تہ مڪمل طور تي پنهنجو وجود وڃائي چڪي آهي. مَڪي جي باقي بچي ويل جهنگلي جيوت ۾ WWF پاران ڪيل سروي مطابق کير پياريندڙن جو تعداد 21 رڪارڊ ڪيو ويو. انهن ۾ 14 وڏا ۽ باقي ننڍا جانور شامل آهن. جن جي نالن ۾ سور، گدڙ لوڪڙ ۽ چراخ شامل هئا. شامل آهن. جڏهن تہ هن علائقي ۾ ريڙهيون پائيندڙن جو تعداد تقريباً 30 کن ٻڌايو وڃي ٿو جڏهن تہ هن وقت بہ بچيل پکين ۾ جانورن ۾ فش ايگل (ڪُڙل) تتر، ماربل ٽين وغيره شامل آهن. مَڪي ۾ اڇڙي ٽر جي سنگم تي واقعي مهراڻي ۾ ڪارو ۽ عام هرڻ تمام گهڻو هوندو هو. مَڪي ۾ ٻنهي قسمن جا ڦاڙها ٻانئير ۽ چمڙيل بہ وڏي تعداد ۾ هئا. مَڪي جون ڍنڍون ۽ ناري جا ڪنارا لڌڙي جو بہ مسڪن هئا. مَڪي ۾ اڳي ايترا تہ بگهڙ هوندا هئا، جو اتي جا ماڻهو جُتي چيلهہ سان ٻڌي چڙيندا هئا تہ جيئن بگهڙ چڪ نہ هڻي سگهن. واضح رهي تہ بگهڙ اڪثر ڪري ڪُڪ ۾ چڪ هڻندا آهن. ان کان علاوه سها بہ هتي گهڻا هوندا هئا. جڏهن تہ 50/40 کن سال اڳ هتي سيسر/گهڙيال بہ ناري ۾ هوندو هو پر هاڻ گهڻن کي هن جي نالي جي بہ خبر ناهي. هن وقت مکي ۾ جتي ڪيترائي جانور ۽ پکي ختم ٿي چڪا آهن، اُتي چنڪارا، سيڙهہ، واڳون، ڪرڪل (ٻليءَ جا مختلف قسم) لُڌڙو ۽ واڳون سخت خطري ۾ آهن.

مَڪيءَ جو علائقو/خطو قدرتي طرح جهنگلي ۽ آبي جيوت سان گڏ مختلق قسمن جي گاهن، ٻوٽن ۽ وڻن کان ويندي چوپائي مال جي ڪجهہ مخصوص نسلن جي پرورش جو هڪ بهترين مرڪز بہ رهيو آهي. ان لحاظ کان ڏسجي تہ هي علائقو پاڻي ۽ پٽن جي وچ ۾ واقع هجڻ جي ڪري، دنيا ۾ هڪ منفرد علائقو

آهي. جنهن ۾ ساڳي وقت خشڪي به آهي ته پاڻي به. جتي خشڪيءَ جي جهنگلي جيوت ۽ گاهه ہوتا به آهن ته آبي جيوت ۽ آبي گاهه ہوتا به آهن. جتي مقامي پکي به پلجن ٿا ته، اتي جون ڏنڍون پرڏيهي پکين جون ساليانو لڳندڙ پناهه گاهن جهڙو ڏيک به ڏيندڙيون آهن.

جيڪڏهن ڳالهه ڪجي هتي جي آبي جيوت جي ته، هتي جي آبي جيوت جو انحصار ناري جي پاڻي تي رهيو آهي. جنهن ۾ سڀ کان اڳ هتان سيسر ختم ٿيو. ان بعد وارو آيو مانگر مڇ/واڳن جو. جيڪو هاڻ به ناري مان ختم ٿي، رڳو 'اڪرو' وارين ڍنڍن تائين محدود ٿي ويو آهي. (جتان ڪان نڪري هو ڪڏهن ڪڏهن ناري ۾ توڙي پرپاسي جي ٻين ڍنڍن ۾ به اچي ويندو آهي) اهڙي طرح ناري جي اپرندي يعني ڏاڪٽي پاسي ٿاهيل چوٽياري ڊيم، جيڪو پڻ مَکي جي ئي سرزمين تي ٺاهيو ويو آهي، ان ۾ ڪيل سروري مطابق انهيءَ علائقي ۾ هيٺ ڄاڻايل جهنگلي ۽ آبي مخلوق اڄ به موجود آهن. جنهن مان مَکيءَ جي شاندار ماضيءَ جو پتو پوي ٿو. جڏهن ته ماضي ۾ اهي شيون هتي اجان به وڌيڪ تعداد ۾ موجود هيون.

## مکي، جيڪا وجود وڃائيندڙ جانور لُڏڙي جو به مسڪن هئي.

مکيءَ ٻين ڪيترن ئي اهم جاندارن جي مَسڪن هجڻ سان گڏ لُڏڙي جو به مَسڪن هئي. دنيا ۾ روزانو ڪيترائي جانور انتهائي بي دردي سان شڪار ڪيا ۽ ماريا وڃن ٿا. ڪن کي سندن خوبصورتي تي مارائي ته ڪن کي ٻولي. ڪن کي کل تي مارائي ته ڪن کي چربي. ڪن کي سنگ ٿا مارائين ته ڪن کي ڪي ٻيون شيون. ساڳئي طرح ڪيترائي ذهين ترين جانور، دنيا جي مختلف جهنگلن ۾ پلجن ۽ رهن ٿا. انهن جو شڪار به ٿئي ٿو. جيڪو ڏاڍو بي دردي سان به ٿيندو آهي. جيڪڏهن سنڌ سطح تي اهڙو جانور ڳولجي جنهن جي کل به ڪارائتي هجي، ته چربي به ڪم ايندي هجي، جيڪو ماريو به انتهائي سفاڪي سان وڃي. جنهن جي مارجي وڃڻ جو قصو ٻڌي لڱ ڪاندارجن، جنهن جي نسل به ختم ٿيڻ تي هجي. جنهن جي شڪار تي پابندي جي باوجود، شڪار ٿيندو هجي ته اهڙو بدنصيب جانور يقينن لُڏڙو ئي ٿي سگهي ٿو. خاڪي رنگ، جنهن کي خفتي گدڙ رنگو به چون وارو ڏسڻ ۾ سهڻو. هن جانور لاءِ مشهور آهي ته اڳين وقتن تي هي به انسان هو پر ڪن حڪمن جي نافرماني ڪري قدرت مٿي ڏمر جي پئي ۽ کين موجوده شڪل ۾ قيامت تائين زنده رکي نافرمانن لاءِ مثال بڻايو آهي. اها ڳالهه مذهبي حوالي سان ڪيتري قدر وزن دار آهي، ان کي ڇڏي ڪري ڏسجي ته ان ۾ ڪو به شڪ ناهي ته ٿولين ۾ هلندڙ لڏڙو انتهائي ذهين جانور آهي. جيڪڏهن شڪاري ڪنهن لڏڙ کي ڏک هڻي زخمي ڪيو يا ماري ڇڏيو ۽ فوري طور تي وڃي ان کي نه ڪنيو ته ٻيا لُڏڙا ساٿي کي کڻي وڃڻ جي ڪندا، ان جي لاءِ هو وڏي ڪوشش ڪندا ۽ جي وڙهڻو پيو ته وڙهندا به سهي. مئل ساٿي کي هو بلڪل ائين 6/5 فوٽ کڏ کوٽي پوريندا آهن جيئن انسان. لڏڙا ڪتي کي بلڪل ائين ڏک ۽ چماٽون هڻندا آهن جيئن انسان. انڪري اڪيلو ڪتو هرو ڀرو لڏڙي جي ويجهو ڪونه ويندو، ها خفتين جو چوڻ آهي ته هن جي رهڻي ڪهڻي مان لڳي ٿو

تہ بنيادي طور تي ھي منن ڍنڍن جو جانور آھي پر دريائن پرسان بہ عام ملي ٿو. ھي سنڌ جي
ٻين دريائي علائقن سان گڏ ناري جي پرپاسي ۾ ۽ ضلعي سانگھڙ جي منفرد ۽ تاريخي
علائقي 'مکيءَ' ۾ بہ ملي ٿو. جتي ھو مکي جي ڍنڍن ۾ مڇي ماري گذارو ڪرڻ سان گڏ،
مکي جي منين ڍنڍن جي وچ ۾ سُڪل دڙين تي رھندو آھي. شام صبح جو ڍنڍن ۽ واھن جي
ڪناري، اڄڪلھ سانگھڙ ۾ چوٽياري ڊيم جي بندن تي ليٽندو آھي واري تي ليٽڻ ۽ ڪنڻ ھن
جو خاص شغلو آھي. جتي رھندو آھي اُتي 6/5 فوٽ ڏر ڪوٽي ٻچا ڪندو آھي. باقي ھنئن ڍنڍ
۾ ئي رھندو آھي. لڳ جي موسم گھٽو ڪري ڪابہ ڪانہ اٿس پر بھار ۾ وڌيڪ لڳ ڪندو
آھي. روايت آھي تہ ڪنھن نبي سڳوري جي وقت ۾ ملاحن کي حڪم ٿيو تہ پھرين جمع جي
نماز/عبادت ڪري ونو پوءِ مڇي مارجو. ھينئر ڪم تي نہ وجو. پر ملاح نہ مُڙيا. جيڪي
جيڪي روڪڻ تي رڪجي ويا سي بچي ويا ۽ جيڪي نافرماني ۽ لالچ ڪري مڇي تي ويا
سي پولا، باندر ۽ لڌڙا تي ويا. ماڻھن وانگر ھتن سان ڪائيندڙ لُڌڙي جا پيرانسانن جھڙا ٿين
رنگ ناسي/رھ/اڇو، پري کان ڪن جانورن وانگر ھن جي نر ۽ مادي جي خبر نہ پئجي سگھندي
آھي. ٻئي بظاھر ھڪجھڙا نظر ايندا آھن. جيڪڏھن ڪو پيار سان پالي تي ھي ماڻھن سان گڏ
ھري بہ وجي ٿو ۽ وفادار بہ واھہ جو آھي. مکي جي مشھور ڍنڍ 'بقار' واري پاسي ھنن جي
10 سالن تائين پالڻ ۽ شڪار ۾ مدد ونڻ جا ڪيترائي مثال موجود آھن. صبح جو پاڻي ۾
ھوندو، مڇي پڪڙي، ٻاھر نڙن ۽ دڙن تي اچي ڪائيندو. ماڻھن کي ڏسي پاڻي ۾ ٽپو ڏئي گم
ٿي ويندو جي موجود بہ ھوندو تہ ڪيڪڙاٽ ڪري، ماڻھن کي ڊيڄارڻ ۽ پڃائڻ جي ڪندو. پاڻي
۾ ھن جي وڏي اسپيڊ ھوندي آھي، مڇي ڪان بہ وڌيڪ. پاڻي ۾ ساھي يا دم بہ وڏو ھوندو
آھي. 20/15 منٽ پاڻي اندر رھي سگھي ٿو. ائين شڪارين کي گوئي ڏئي ويندو آھي. ھڪ
وقت تي 5 کان 8 ٻچا ڏيندڙ لُڌڙو ڇھين مھيني لڳ ڪندو آھي ۽ سال ۾ ھڪ ڀيري مادي ٻچا
ڏيندي آھي. ٻچا ڏيڻ بعد مادي مٿن باقاعده پھرو ڏيندي آھي. واڳون ۽ ڪتن مان ھن کي خطرو
ھوندو آھي. انسان تہ ھنئن ئي آھي ئي خطرو، نقصان ئي نقصان. ڪتي کي پھچي ويندو آھي
پر واڳون ۽ انسان ھن کي پھچي ويندا آھن. مادي ٻچن کي 10 کان 15 ڏينھن کير پياريندي
آھي. پوءِ آھستي آھستي مڇي تي ھيرائيندي آھي. اڪثر جوڙي ۾ رھندڙ لُڌڙا ٻچن تي باقاعده
پھرو ڏيندا آھن. 10 ڏينھن بعد ٻچا اکيون کوليندا آھن. پوءِ انھن کي ڪڏ مان ڪڍي، ڍنڍن جي
ڪناري، ننڍي پاڻي تائين آڻي، ترڻ ۽ مڇي ڪائڻ سکاربو آھي. ھي مڇي جو بي حد شوقين
ٿئي. گذارو ئي مڇي تي ھوندو اٿس. مڇي ۾ وري مُڪر، ڪرڙو، موراکو. پاپليٽ، ۽ سھٽي
وڌيڪ شوق سان ڪائي. پاڻي جا ٻيا جيت جڻا، ڪمي، ڏيڏر ۽ ڪوئا ڪائڻ ڪان مڙئي پاسي
ڪري. پر ڪائي بہ جو؟ جڏھن رھي ئي ڍنڍن ۾، مڇي بہ مليس جام! تہ پوءِ پائي ڊرپ چو

چري؟! مڇي ڪائڻ لاءِ هي پنهنجي جان جي بازي لڳائي ڇڏيندو آهي. ڍنڍن، ڍورن، تلائن ۾ چار ۽ ڪنڊي ۾ قاتل مڇي کي هنن مان هڪڙو پاڪر ۾ جهلي مٿي ڪڍندو ۽ ٻيو چار ڪنڊي ڇڏائيندو. ائين قاتل مڇي به ڪايو وڃي. ان ڪان علاوه مڇي جي شڪار لاءِ هي مختلف هربا هلائيندو آهي. هي پاڻ پاڻي ۾ اڪيون ڪولي هلندو آهي. پاڻي ۾ هٽ هٽي، گپ ڪري، مڇي کي انڌو ڪري، جهلي، ماري پوءِ گڏجي ڪائيندا آهن. ان ڪان علاوه مڇي کي ورائي، سوڙهو ڪري به شڪار ڪندا آهن. ان مان هنن جي ذهانت ۽ مڇي ڪائڻ جي شوق جي خبر پوي ٿي. لُڌڙا پچون پچون جهڙي آواز واري ٻولي ڪري هڪ ٻئي کي سڏيندا، حال احوال وٺندا، ڏيندا ۽ شڪارين جا سور سليندا آهن. ٻولي تي پاڻ ۾ اڇي گڏبا به آهن. اها ٻولي پري پري تائين ٻڌڻ ۾ ايندي آهي. جنهن مان شڪارين کي به سولائي ٿيندي آهي ته لُڌرا ڪٿي ڪٿي موجود آهن. ائين ڳالهائڻ جي جر ۾ به مارجي ويندو آهي. واڳون ۽ سيسر وانگر هن جي عمر به 50 سالن تائين ٿئي. سنڌ ۾ ڪينجهر، خيرپور ڪان سکر تائين وارين ناري لڳ ڍنڍن، بدين ۽ ٺٽي وارين ڍورن، سانگهڙ ۾ جادوپور، پڪسري، منڌجمڙائو، تجل ۽ ڪينهواري واري پاسي اڳي ٻنهه جام هو پر هاڻي ڇڊو ٿي ويو آهي. جيئن جيئن انساني آبادي وڌي رهي آهي، تيئن لڌڙو انسانن لاءِ جاءِ خالي ڪري، پاڻي ڏٽي ڏانهن وڃي رهيو آهي. شايد انسانن اوڏانهن ورڻ وساري ڇڏيو آهي. هن جي گهٽڻ جي سببن مان شڪار، انساني آبادي جو وڌڻ ڪان علاوه ڪن ڍنڍن واري پاسي پاڻي/جر گهٽجڻ ۽ مڇي جو تمام گهڻو شڪار به آهي. ان ڪان علاوه گرگل ۽ شڪاري قبيلا به هن جا جاني دشمن هئا/آهن. الله پلو ڪري انهن جو جن شڪارين کي مسلمان ڪري، لڌڙي کي شڪار ٿيڻ ڪان بچائي ڇڏيو آهي. پر جي ڪو نه گرگلن کي مسلمان ڪري ته اسلام کي ڪيترو فائدو ٿيندو! باقي لُڌڙي تي مڙئي ڪجهه مثبت ٿي سگهي ٿو. خير شڪارين ۽ گرگلن کي ته مسلمان ڪٿي ڪجي پر جيڪي اڳئي مسلمان، حاجي ۽ سيد هن جي پويان آهن انهن جو ڇا ڪبو!؟

هن جي ذهانت جي ڪري هن کي شڪار ڪرڻ لاءِ ڪافي ڪشالا ڪڍڻا پون ٿا. تحقيقي تنظيم ايڪسپلورر جي پليٽ فارم تان ۽ لُڌڙي جي نفسيات ڪان واقف سماجي ڪارڪن مولا بخش ملاح جي بقول ته:

گهڻو وقت هي ڍنڍن، ڪڏ/ٻر ۾ ئي رهڻ پسند ڪندو آهي. ٻچا به اُتي ڪندو آهي. ٻک لڳڻ تي بغير وقت موقعو مهل ڏسڻ جي ڪڏ مان نڪري ايندو آهي. پر سياري ۾ اُس جو مزو وٺڻ لاءِ به ٻاهر نڪرندو آهي ۽ شڪارين جي به ور چڙهي ويندو آهي.

عام شڪاري هن جي ڪارائتي کل، آنڊن ۽ چربي لاءِ هن جو شڪار ڪندا آهن. انسان جيتري ذهانت رکندڙ هن جانور کي شڪار ڪرڻ لاءِ ڪافي ڏکيو هوندو آهي. ان ڪري شڪاري هن

کي ڪوڙڪي يا بندوق ذريعي شڪار ڪندا آهن. ڪوڙڪي هن جي گڏ جي منهن تي لڳائبي آهي يا پوءِ وري هڪ ڏنڊ مان ٻي ڏنڊ، جتي هي ايندو ويندو هجي، ان جي پڪ ڪري، پير ڪٽي پوءِ گس تي لڳائبي آهي. قوتِ باهہ پڙڪائيندڙ شوقين حڪيم هن جي آنڊن ۽ چربي مان گهربل خوراڪ تيار ڪندا آهن. هن جي ڪل جيڪا تمام گهٽي نرم، پشم جهڙي ٿئي ان مان بريزر ۽ پرس وغيره نهندا آهن. مغز جي نزلي جي مريضن لاءِ ٽوپي ناهبي آهي. ۽ پيرن جي نزلي جي متاثرين لاءِ بوٽن ۾ رکڻ لاءِ ترا ناهبا آهن. ان ڪان علاوه بواسير جا شڪار ٽيل آفيسر هن جي ڪل کي ڪرسي تي رکي ويهندا آهن. ڪل انهي استعمالن جي ڪري پئسي جي پوڄارين يا ائين ڪٽي چئجي تہ بک جي ماريل جي روزگارن هن جي نسل کي ختم ڪرڻ جي ويجهو اچي پهچايو آهي. جيتوڻيڪ جو حڪومت پاران هن جو شڪار وڏو ڏوهہ آهي، پر جيئن ٻيا ڏوهہ بہ قانون هجڻ جي باوجود ٿي رهيا آهن. ائين لُڌڙي جو شڪار بہ قانون جي اکين ڪان بچي جاري آهي.

شڪارين ڪان سواءِ ڪجهہ ٻيا ماڻهو بہ هن جا جاني دشمن آهن اُهي آهن مڇي جي تلائن جا مالڪ ۽ مڇي ماريندڙ ملاح. تمام گهڻو ذهين ۽ مڇي جو بي حد شوقين هي جانور ملاحن جي رچ ۾ قاتل مڇيون بہ وڏي چالاڪي سان ڪڍي کائي ويندو آهي. ساڳي نموني مڇي جي تلائن ۾ بہ هي مڇي ماري ويندو آهي. ان ڪري تلائن جي چوڌاري جار بہ لڳائي ويندي آهي تہ چوڪيدار رات جو هن جي لاءِ ٻتي ۽ بندوق هر وقت تيار رکندا آهن، جنهن ڪري بہ هن جو نسل ختم جي ويجهو اچي پهتو آهي. جيئن جيئن ماڻهن ۾ مڇي پالڻ جو رواج وڌي پيو، نئوان نئوان تلاءُ نهن پيا سي جڻ لُڌڙي لاءِ موت گهر تعمير ٿي رهيا آهن. لُڌڙو پنهنجي مڇي کائڻ واري شوق هٿان بي وس آهي تہ تلائن جا مالڪ ۽ ملاح پنهنجي روزگار جي حفاظت لاءِ مجبور آهن، ائين لڪ چپ جي اها راند ڪڏهن لُڌڙو ٿو کٽي تہ ڪڏهن ملاح ۽ تلائن جا مالڪ. تلائن جا مالڪ چون ٿا تہ جتي چار لُڌڙا پهتا اهو مالڪ منافعي جو منهن مڙئي پورو سارو ڏسي سگهندو. خفتي شڪارين جو چوڻ آهي تہ جڏهن هن کي بندوق سان ماربو آهي، ان وقت جي هن سان گڏ ٻيا بہ لُڌڙا هجن تہ اهي زوري مئل لُڌڙي کي کڻي ويندا آهن. ائين هي پنهنجو لاش بہ هرويرو ٻئي کي ڏيڻ پسند ڪونہ ڪن. جيڪو لُڌڙو بندوق سان ماريو ويندو آهي، اهو خوشنصيب سمجهيو ويندو آهي. بدنصيب اهو جيڪو ڪوڙڪي ۾ ڦاسي مرندو آهي. جيڪڏهن ڪو لُڌرو شڪار جي ٽائيم بندوق جي سامهون اچي وڃي. اکيون چار ٿي وڃن ڀڄڻ جي ڪابہ جاءِ نہ هجي، موت سامهون نظر ايندي هجي تہ پوءِ لُڌڙو ڪنهن معصوم ٻار، مجبوري جي وسن وانگر باقاعده هٿ ٻڌي جيڪي جان بچائڻ لاءِ منٿون ڪندو آهي اهو منظر ڪو پٿر دل ئي ڏسي ۽ فائر ڪري سگهي ٿو. حساس ماڻهو تہ رهيو هڪڙي پاسي عام

نارمل ماڻهو ٻه ان وقت فائر نٽو ڪري سگهي پر شڪاري شايد ڪنهن ٻي مٽي جا ٺهيل هوندا آهن. انهن جي سيني ۾ دل نه پر ڪا ٻي شي هوندي آهي. شايد اُهي ٻارن ٻچن وارا نه هوندا آهن ۽ نه ڪو سندن هوندو آهي. اهي نه ته ماڻهو ۽ نه ئي انسان هوندا آهن اهي ڪجهه ٻه نه هوندا آهن اهي بس، بس رڳو شڪاري هوندا آهن!! انڪري هڪ مجبور ۽ بي وس جانور جي منٿن جو مٿن ڪوبه اثر نه ٿيندو آهي ۽ فائر جي نڪاءُ تي، منٿون ڪندڙ لُڏڙو نيٺ موت جو منهن وجي ڏسندو آهي. پر هو پوءِ خوشنصيب هوندو آهي جو ڪجهه گهڙين جي منٿن بعد ۽ ڪجهه لمحا موت جو انتظار بعد ان کي هڪ ئي ڌڪ ۾ موت ملي ويندي آهي.

جيڪا حالت ڪوڙڪي ۾ قاتل لُڏڙي جي هوندي آهي، اها خدا ڪنهن وڏي کان وڏي دشمن ۽ ظالم کان ٻه وڌيڪ ظالم جي نه ڪري، اهو منظر ڏسڻ ٻه تمام وڏي ۽ انسانيت کان مٿاهين ڳالهه آهي. ان تي عمل ڪرڻ واري لاءِ شايد اجا لفظ ئي نه ٺهيا آهن. ڪوڙڪي ۾ قاتل لُڏرو جيئن ته ڪنهن کي ويجهو نه اچڻ ڏيندو آهي، وڙهندو ۽ پاڻ ڇڏائڻ جي ڪندو آهي. پري بيٺلن کي باقاعده هٿ ٻڌي منٿون ۽ نڪ تي هٿ رکي توبهون ڪندو آهي، رڙيون ڪري، ڪنهن ڪياس ڪندڙ کان مدد لاءِ ٻاڏائيندو آهي. جان بچائڻ لاءِ وڏا وس ڪندو آهي. پر جيئن ته شڪارين جي لاءِ لُڏڙي جي موت پئي ڪمائڻ جو باعث ۽ عيد جو ڏينهن هوندي آهي. ان ڪري مٿن منٿن ۽ ايلازن جو ڪوبه اثر نه ٿيندو آهي. شڪار ڏنڊا ڪٽي، ڪوڙڪي ۾ قاتل لُڏڙي کي اچي وٺندا آهن. جيئن جيئن لُڏڙي جي رڙين ۽ ڦٿڪڻ ۾ اضافو ٿيندو ويندو آهي، تيئن لنن جو وسڪارو ٻه شدت اختيار ڪندو ويندو آهي. آخر بي زبان جانور سائو ٿي ڪري پوندو آهي. پوئين پساهن ۾ ٻه شڪارين کي اکين ئي اکين ۾ بخشش لاءِ التجائون ڪندو آهي ۽ پوءِ شڪارين جي آڏو آڻ مڃي، جسم شڪارين جي ۽ روح ڌڻي جي حوالي ڪري ڇڏيندو آهي. ڪنهن کي ڪهڙي خبر ته لُڏڙي جي کل مان نهيل، ڪنهن لاڪيٽي لوڌ واري ٻانهن جي هٿ ۾ جهوليندڙ پرس ۽ ساهه مُٺ ۾ ڪري ڇڏيندڙ سيني تي چڙهيل بريزر، ڪهڙن مرحلن مان گذري هٿ پهتو آهي. شايد جي استعمال ڪندڙ کي جي اها خبر هجي ته هو اهڙين شين کي استعمال ئي نه ڪن. ٻيو نه ته پنهنجي سونهن جي صدقي ۾ ئي لُڏڙي جي کل مان نهيل شين جو بائيڪاٽ ڪري ڇڏين. پر ڪين ڪو ٻڌائي ته سهي!! پر شايد سونهن راڻين جي هٿن ۽ سينن تائين پهچڻ لاءِ انهن کي ڇهڻ لاءِ کل کي ايڏي قرباني ڏيڻ ضروري هوندي آهي. اهي ڏکيا مرحلا پار ڪري ئي پرين جي پنهنجائپ نصيب ٿيندي آهي. لُڏڙي جي کل بي حد نرم، پشم جهڙي، گوشت نوس ۽ چربي جام هوندي آهي. ايتري چربي جي ڪري ئي هن کي پاڻي ۾ سيءُ نه لڳندو آهي. هر وقت پاڻي ۾ هوندي آهي. ڏسڻ ۾ ايترو ڳرو نظر نه ايندو آهي پر وزن اڌ مڻ جيترو هوندو اٿس. لُڏڙي لاءِ ملاحن وٽ ڪيترائي دلچسپ پهاڪا چوڻيون موجود

آهن. جيئن: "لُڌڙي وانگر پيو لپٽي" "لُڌڙي وانگر سُجي پيو آهي" يا "لُڌڙي وانگر پاڻي ۾ پيو ٻُڏي" وغيره ان کان علاوه ڀٽائي جي شاعري ۾ به لُڌڙي جو ذڪر ملي ٿو. هڪ بيت آهي،

**لُڌڙي جيئن لطيف چئي، پاڻي نہ پيئن پاڻ،**

**تن ملاحن جو مان، سَمي سرڪيو پنهنجي**

ڪجھ دور انديش ۽ جانور دوست ملاح هن کي پالي ان مان ڪافي فائدا به وٺندا آهن. ڌاريل لُڌڙو ملاحن جي مڇي جي شڪار تي وڃڻ محل اڳواٽ ٽپ ڏئي ٻيڙي تي چڙهي ويندو آهي. لڌڙو شڪار واري ڍنڍ ۾ لهي پاڻي گدلو ڪري مڇي کي ٻاهر نڪرڻ تي مجبور ڪندو آهي. هن جي ڍنڍ ۾ لهڻ سان مڇي ۾ ڦڙڦوٽ پئجي ويندي آهي ۽ مڇي ڪنارن ڏانهن ڊورندي آهي. مڇي پنهنجي رهڻ جا اصل ڪنڊون پاسا ڇڏي ڏيندي آهي. ائين لُڌڙو ملاحن جي شڪار ۾ ڪافي مددگار ثابت ٿيندو آهي. هنن کي پالڻ لاءِ ننڍي اڪيون بند ٻچي کي ڪٽي، ڪجھ ڏينهن کير پياري، پوءِ مڇي تي هيرائبو آهي. ائين هي انسانن سان هري مري ويندو آهي. جيڪي ماڻهو هن جو کل ۽ چربي وغيره لاءِ شڪار ڪن ٿا. انهن کي اها ڳالھ الائي ڇو سمجھ ۾ نٿي اچي تہ گهر ۾ جي روزگارن جي موجود لوڏ کي نہ ڪجھ لُڌڙا پالڻ لاءِ ڏجن ۽ ٿوري محنت ڪجي تہ انهن کي پالي ڌڻ ڪري سگهجي ٿو. جنهن مان وقت ضرورت وڪڻي پئسا بہ ڪمائي سگهجن ٿا ۽ لُڌڙي جي نسل بہ بچاءِ سگهجي ٿي. باقي هينئر ايڪڙ ٻيڪڙ موجود لُڌڙن جو جنهن نموني شڪار ٿي رهيو آهي، اهو ائين ئي جاري رهيو ۽ ڪنهن هن طرف ڌيان نہ ڏنو تہ لُڌڙي جو فوٽو وڃي بچندو سو بہ شڪار ڪاتي جي پوسٽرن تي. لُڌڙي جون رڳون ڳالهيون وڃي بچنديون. ايندڙ نسل کي خبر ئي نہ پوندي تہ ڪو هن ڌرتي تي اهڙو ذهين جانور بہ رهندو هو جيڪو انساني لوڀ ۽ لالچ جي نظر ٿي ويو آهي.

1978 ۾ ڊاڪٽر پلري پنهنجي ڪتاب ""سيڪرٽ آف انڊس ڊولفن" ۾ لکيو آهي تہ لڌڙي جو نسل سنڌو درياءَ مان ختم ٿي ويو آهي.

دنيا ۾ لڌڙي جا 13 قسم ملن ٿا. جن ۾ اسان وٽ بہ قسم موجود آهن. هڪ جابلو ۽ ٻيو ميداني. جبل وارو لڌڙو اسڪردو کان وٺي پنجاب جي مٿئين علائقن تائين ۽ پختون خواھ جي ڪجھ علائقن ملي ٿو. جڏهن تہ ميداني لڌڙو پنجاب جي هيٺين علائقن کان وٺي سنڌو جي پرپاسي وارين ڍنڍن،سنڌو جي ڪنارن ۽ سنڌو جي وچ ۾ پاڻي سڪڻ يا گهٽڻ دوران ٺهندڙ ڊُٻن ۽ ڍنڍن کان ٿيندو هاليجي، ڪينجھر ۽ ساموندي يا ڪوسٽل تائين وارن علائقن ۾ ملي ٿو.

هن جو گهٽو گذران مڇي تي هوندو آهي. هي مڇي سان گڏ ڏيڏر ۽ ڪيڪڙا وغيره بہ کائيندو آهي. هي مڇي جو شڪار وهندڙ پاڻي بجاءِ بيٺل ۾، آساني سان ڪري سگهڻ سبب هي بيٺل پاڻي ۾ ۽ فش فارمن پرسان وڌيڪ ملندو آهي. هي مئل ۽ ڪمزور مڇيون ۽ ٻيون اهڙيون شيون بہ کائيندو آهي. جنهن سان پاڻي جي صفائي بہ ٿيندي رهندي آهي.

هن جي ڪل مان ٿهندڙ نزلي وارن لاءِ ٽوپيون، موڪن وارن لاءِ سيٽ ڪور، وڏن ماڻهن جي پينٽن جي پٽن توڙي پرسن ۽ ٿيلهن جي شوق بہ هن جي نسل ڪتائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. هن جي ڪل مان ٺهيل شين تي عالمي مارڪيٽ ۾ سختي سبب، کپت گھٽجڻ بہ آهي. مزي جي ڳالھہ تہ سنڌ جو هڪ نالي وارو ڪمشنر، پنهنجي دؤر ۾ لڌڙي جي ڪلن جي واپار جي حوالي سان ڏاڍو مشهور هو. ڪيس ڪرائي جي گاڏي ۾ سندن حيدرآباد واري بنگلي تي ڪلون پهچائيندڙ گرگليون ۽ ڊرائيور اڄ بہ اهي قصا ڏاڍا مزا وٺي ٻڌائين ٿا ۽ ملندڙ چيڪ ۽ پئسا ساري تڏا ساھہ پرين ٿا. واضح رهي تہ شڪاري ۽ گرگلا لڌڙي جو گوشت وڏي شوق سان ڪائيندا آهن. بقول انهن جي تہ لڌڙي جي گوشت کائڻ سان 'جواني' اچيو وڃي. نہ صرف ايترو بلڪہ لڌڙي جا کسيا بہ جواني وڌائڻ واري دوائن ۾ جزو اعظم طور شامل ڪيا وڃن ٿا ۽ هن جي ڪل ڪي سڪائي، دماغي مريضن ڪي سنگھائي ويندي آهي. ائين گرگلا ۽ شڪاري لڌڙي جي ڪل لاهي، پنهنجي ڪل سائي ڪندا هئا۽ ڪمشنر صاحب ڪل ٻاهر اماڻي يا سنگت ساٿ ڪي تحفي ۾ ڏئي پنهنجي ڪل سائي ڪندو هو. ان لحاظ سان ڏٺو وڃي تہ پاڻي جو جانور ضرور آهي پر هي درياءَ جي وهندڙ پاڻي بجاءِ ڍنڍن جي پاڻي جو جانور آهي.

خانداني شڪل ۾ رهندڙ لڌڙو عموما ٽي چار ٻچا ڏيندو آهي. ان جا وڏ ۾ وڏ ٻچا ڏيڻ جو امڪان ۽ ريڪارڊ ڇهن تائين ئي ٻڌايو وڃي ٿو. چوٽياري ڊيم واري علائقي ۾ ماحول جي بهتري لاءِ ڪم ڪندڙ سماجي تنظيم، ڊبليو ڊبليو ايف جي دوستن نويد سومرو ۽ سعد اسلام جي تعاون سان مولا بخش ملاح، 2007 چوٽياري ڊيم پرسان پمپنگ اسٽيشن لڳ هڪ لڌڙو فيملي جو فوٽو ڪڍيو هو. جنهن ۾ ڇهہ ٻچا شامل آهن. اهو ناياب فوٽو انڊس فار آل جي ويب سائٽ تي موجود آهي.

هن وقت لڌڙو شڪار کان بچاءَ واري لسٽ ۾ تہ شامل آهي پر ان جي شڪار تي 15000 جرمانو بہ آهي تہ اعزازي گيم وارڊن کي پاور بہ آهي تہ هو 15000 کان علاوه شڪاري تي جيترو مناسب سمجهي ڏنڊ وجهي سگھي ٿو. پر لڌڙي جو نالو تحفظ واري شيڊول ۾، نالي سان شامل ناهي. ان کي تحفظ ڏنل شيڊول واري لسٽ ۾ شامل ڪرڻ سان، هن کي اڃان بہ وڌيڪ اهميت ملندي ۽ ان جي نسل بچائڻ ۾ مدد ملندي.

## مڪيءَ ۾ مرندڙ واڳون

مڪيءَ جي علائقي مان جتي ڦاڙها، سها، تتر ۽ ٻيا ڪيترائي جانور ۽ پکي هميشہ لاءِ حياتيءَ کان هٿ ڌوئي ويٺا آهن يا حياتي بچائڻ جي جستجو ۾ لڳل آهن، انهن ۾ واڳون بہ شامل آهن. واڳن کان بہ وس وارن ڪري گذاري، ملڪ ۾ سيسر کان پوءِ تيزي سان وجود وڃائيندڙ واڳون تہ ٻوڏ هجي يا سوڪ، ٻنهي حالتن ۾، ٻٽي عذاب ۾ آهي. سوڪ ۾ خوراڪ جي ڪمي ۽ مناسب رهائشي ماحول نہ هجڻ سبب مريو يا مارجيو وڃي ۽ ٻوڏ ۾ جڏهن پاڻي هجڻ ڪري، هي پاڻي ۾ هلندو پنهنجي ٿوري گھڻي بچيل جُو مان ٻاهر نڪري، سنئون سڌو انساني نشاني تي اچيو وڃي. (جيئن 2011 واري تاريخي ماھہ ٻوڏ ۾ ڏٺو ويو) ملڪ ۾ واڳن جي مسڪن جي حوالي سان ڏيهہ پرڏيهہ ۾ مشهور ۽ دنيا جي سطح تي واڳن جي تحفظ لاءِ رامسر سائيٽ قرار ڏنل، مڪيءَ جي علائقي سان لڳو لڳ ۽ ڪن جي نظر ۾ مڪي جي ئي علائقي ۾ شامل نوابشاھہ ضلعي جي "ديهہ اڪرو" واريون ڍنڍون مشهور رهيون آهن. جتي پاڻي جي کوٽ يا مختلف ٻين سببن جي ڪري واڳون اتان ٻاهر نڪري دربدر ٿيڻ بعد، بيدردي سان مارجي ۽ مري رهيا آهن.

اڄڪلهہ ديهہ اڪري ۾ محدود ٿي ويل واڳون مکيءَ جي اوڄ وارن ڏينهن ۾ چوٽياري ڊيم جي اُپرندي پاسي لڳو لڳ 'ڪالاچ' ڍنڍ ۾ بہ تمام گھڻي تعداد ۾ هجڻ سان گڏ ناري ۽ مکي جي ڍنڍن ۾ عام جام پيا گھمندا ڦرندا هئا. مکي جي آباد ٿيڻ ۽ ناري کي بند ٻڌڻ ۽ ان مان پيا واهہ کوٽڻ بعد هي جوُ جڻ تہ واڳن جي هٿان نکري وئي ۽ هاڻ ڪڏهن ڪڏهن هن علائقي ۾ جيڪي واڳون نظر اچن ٿا سي گھٽو ڪري اڪري ڍنڍ مان ئي هتي مڇي جي تلاش ۾ اچن ٿا.

**مکي جا پکي:** مکي ۾ اڄ بہ جتي ننڍيا وڏا 60/50 مقامي پکي پلجن ٿا، اُتي سياري ۾ هتي ايندڙ پرديسي پکين جو تعداد بہ 120 کن تائين پهچيو وڃي. مقامي پکين ۾ ڪٽاٽي، ڇاڙهو ڪُهنگ / ڪونگ، پيهوڙي، ٽيٽو ڇيهہ، ڪائنرو وڏو، ڪائنرو ننڍو، توهڙ/توبو ٻنگو ڇاهو چورٻائي، ٽيٽي، جهنگ ڪُڪڙ، گاجروڦراهو رتياڪ، سانئو ڪوڪڙاٽ، پارهاڙو ۽ ٻگهہ پکي شامل آهن. جڏهن تہ پرديسي يا ٻاهرين ايندڙ پکين ۾ رتنبو نيرڳي، چيڪلو ٽوراندو ٻُرٽو ڪُرڙو ڊگھوش، سونهارو/روحارو پيئڻ، ڪونج، وهيو آڙي وغيره شامل آهن.

## ضلعي ۾ ناري تي ٿيندڙ ٻيلا

**ٻيلا:**

ٻيلا قدرتي نظام جو اهم حصو آهن. جتي هڪ پاسي انهن کي ڪاٺ ۽ ڪوئلي لاءِ وڍٽو پوي ٿو، اتي ٻئي پاسي انهن کي زمين جي قدرتي حالت کي قائم رکڻ لاءِ بچائڻ بيحد ضروري آهي. ٻيلن مان عمارتي ڪاٺ، ٻارڻ جون ڪانيون، جنڊي جي ڪم لاءِ ڪاني، ڪوئلو، پلڙا، ڊينگهرن، ڪونئر، لاک، ماکي، گاهہ ۽ ٻيون ڪيتريون ئي جنسون ٻيلن مان ملن ٿيون، تن جي وڪري مان نہ صرف لکين روپين جي آمدني ٿئي ٿي، بلڪہ اهي ڪيترن ئي ماڻهن کي مختلف قسم جو روزگار مهيا ڪرڻ سان گڏ، جهنگلي جيوت جي واڌ ويجهہ ۽ پناهہ جو بہ وڏا مرڪز هجن ٿا. ٻيلا زمين جي اجائي آلائش کي ڇُهي ان جي اندروني پاڻي جي سنوت کي مٽي نٽا چڙهڻ ڏين. ان ريت سم ۽ ڪلر کي روڪين ٿا. ٻيلا ٻوڏن کان بچائين ٿا، هوا کي معتدل بنائين ٿا ۽ ريگستان کي بہ اڳتي وڌڻ کان روڪين ٿا.

ضلعي سانگھڙ جي ٻيلن ۾ عمارتي ڪاٺ، ٻارڻ، گاهہ، ماکي، ۽ لاک پيدا ٿئي ٿي. اهي شيون گھٽو ڪري مقامي سطح تي استعمال ٿينديون آهن. 1998-97 ۾ ضلعي ۾ رڳو ڪپري ٻيلي هيٺ ٽوٽل ايراضي 228041 ايڪڙ هئي، جنهن ۾ 273735 عمارتي ۽ ٻارڻ وارو ڪاٺ موجود آهي. جنهن گورنمنٽ جي روينيو ۾ 4419907 روپين جو اضافو ڪيو ٿي. ضلعي ۾ ٻيلن هيٺ ايراضي، سڄي ضلعي جي ايراضي جو 0.86 سيڪڙو آهي.

ضلعو سانگھڙ ٻين ڳالهين ڪان علاوه ٻيلن، ذاتي رکن، جهنگلي جيوت ۽ شڪار جي حوالي سان بہ پنهنجي هڪ الڳ سڃاڻپ رکي ٿو. جنهن جي ڪري هتي ڏيهي توڙي پرڏيهي شڪاري بہ ڇڪجو پهچن ٿا. ضلعي ۾ جهنگلي جيوت جو مَسڪن نہ صرف روايتي ٻيلا رهيا آهن، بلڪہ اڇڙي ٿر، مکي ۽ ميداني علائقا توڙي مختلف ڪئنالن جي پرپاسي وارا علائقا بہ مختلف قسم جي پکين ۽ جانورن جي جوُ رهيا آهن.

سانگھڙ ضلعي ۾ ٻيلا گھڻي قدر پراڻي مکي وارن علائقن ۾ ئي واقع آهن. اهي علائقي جيڪي منڊ جمڙائو کان شروع ٿي، مکي کان هلندا چوٽياري پرسان 'ميوا ٻيلي ۽ چراگاهہ' کان ٿيندا اڳوڻي 'ڪوڙي ٻيلي' ۽ هاٽوڪي ڪپري ٻيلي تائين پکڙيل آهن/هئا. جن مان کن جي ايراضي تعلقي ڪپري ۾ بہ اچي ٿي.

ناري ڪئنال جي ڀنهي پاسي ٻيلن جي محفوظ ايراضي هزارين ايڪڙن تي پکڙيل آهي. اها ايراضي قدرتي پيداوار سان گڏ ماڻهن جي روزگار جو به وڏو وسيلو آهي هن وقت پراڻي بلصي (1973 کان اڳ پوکيل ٻيلي کي پراڻو ڪوٺين ٿا) 340 ايڪڙن تي ٻير، ڪنڊي ۽ ٽالهي پوکيل آهي 1973 ۾ بيد مشڪ جي اسڪيم ناهي عمل ۾ آندي ويئي چاڪاڻ ته ٻير جيڪو سنڌ جي ٻيلن ۾ تمام گهڻو هو ۽ ان سونو وڻ پڻ ڪوٺيو ويندو هو اهو واڌ ۾ ايترو تڪڙو ڪونه هو جيئن بيد مشڪ اهي ان ڪري حڪومت ٻير جي بجاءِ بيد مشڪ جي اسڪيم تيار ڪرائي هن بصيلي ۾ 1973 کان 1982 تائين پهرين مرحلي ۾ 5577000 وڻ 3100 ايڪڙن تي بيد مشڪ پوليو ويو جنهن تي مجمگوعي طرح 697800 روپيا خرچ ٿيو. مڪمل واڌ کان پوءِ حڪومت کي ان ما به ڪروڙ ستاويله لک روپيا آمدني ٿيندي. ٻئي مرحلي ۾ 1983 کان 1989 تائين مزيد 5200 ايڪڙن تي بيد مشڪ پوکيو ويندو، جنهن جي مجموعي خرچ 17783000 ايندو ان مان اندازو آهي به ڪروڙ سٺ لک ڪيوبڪ فوٽ ڪاٺ حاصل ٿيندو ۽ آمدني 24300000 ٿيندي بيد مشڪ پنهنجي ملڪ ۾ نرم ڪاٺ جي ضرورت پور ڪندو جيڪو هن کان اڳ ۾ ٻاهريان گهرايو ويندو هو ان تي ڪافي خرچ ايندو هو. بيد مشڪ ڪاغذ جي ڪارخانن جي پورائي ڪندو ۽ هن سان چپ بورڊ سنا نهي سگهندا. هن جو تيل جيڪو پنن مان ڪڍيو وڃي ٿو ان مان ڪافي دوائون نهن ٿيون. بام نهي ٿو. بيد مشڪ جي پنن مان جيڪا خوشبو نڪري ٿي ان تي ڪافي مڇر پاڻ مرادو مري وڃن ٿا ۽ اڄڪلهه بيد مشڪ جي ڪاٺ مان فرنيچر به سنو پيو نهي.

## مکي ٻيلو بحيثيت چراگاهه ۽ ان جو خاتمو

1891ع کان 1906ع جي وچ ۾ اي ايڇ ائٽڪن هٿان مڪمل ٿيندڙ ۽ 1907ع ۾ ڇپجندڙ گزيٽيئر مطابق: "ان وقت سنڌ جا ٻيلا 60 لک ايڪڙ ايراضي تي پکڙيل هئا." جن ۾ هڪ ٻيلو يقيناً مکي به هو. جنهن جي خاتمي جي شروعات ته ائين ڪٽي چئجي 1898ع ۾ منڊ جمڙائو جي نهڻ/شروع ٿيڻ کان ۽ ٻوڏ يا ريڻ جي پاڻي جي چڙواڳي کي روڪڻ ۽ انگريزن پاران مَکي جون زمينون هندوستان ۽ پنجاب مان آندل عام ماڻهن، آبادگارن توڙي رٽائرڊ فوجين کي الاٽ ڪرڻ بعد ختم ٿيڻ شروع ٿيو. مَکيءَ ٻيلي جي وڻن جي ٻيلي مان ڦري، 'ماڻهن جي ٻيلي' ۾ بدلجڻ جي شروعات ٿي ويئي ۽ اصلوڪو ٻيلو ڪٽجڻ جي ابتدا ٿي وئي. پر مَکي ٻيلي کي هڪ پيرو ٻيهر اوج ان وقت مليو جڏهن 5 اپريل 1955ع تي مشهور ڪردار رحيم پڳل (هنگوري) پاران، پنهنجي تحفظ ۽ لِڪ لاءِ پکسري کان مٿي، 'آجو چنڊڻ' تي، 'سيري پٽ' پرسان مَکي جي علائقي کي ٻوڙيو. ان کان اڳ سيري جو علائقو اوڊ جو علائقو بقار جو مٿيون پاسو راهجو ڏنڊ وارو سڄو علائقو خان بهادر محمد حيات جوڻيجو مير محمد علي جوڻيجو محب خان جوڻيجو بانڪو خان جوڻيجو جي وڏين زميندارين کان علاوه هتي ٻهڻ، هنگورن ۽ ٻين ذات وارن جون به ننڍيون وڏيون زمينداريون هيون. اچانڪ وڏيڪ پاڻي اچڻ جي ڪري، سڄو علائقو ٻڏي ويو. مستقل بنيادن تي گهٽي پاڻي بيهڻ جي ڪري ڪنڊا، ٻير، لئي، آسري لئوءِ باهڻ وغيره جا تمام گهاٽا ۽ گهٽا وڻ سڙي ويا. بقار ۾ چوٽياري ڊيم ٺهڻ بعد ڊيم پرجڻ کان رهجي ويو ۽ ڊيم کان ٻاهريون علائقو سڪي ويو ته پراڻا رستا، ڳوٺن جا نشان، وڻن جا ٽڙ هزارن جي تعداد ۾ ظاهر ٿي ويا، جن کي ٻي روزگار ماڻهن ائن، گڏهه گاڏن توڙي مٿي تي ٻارڻ، گهرن ٺاهڻ ۽ فرنيچر لاءِ وڪيو ۽ ورتو.

مکي ٻيلو نه صرف هڪ ٻيلو هو بلڪ هو هڪ تمام وڏي چراگاهه به هو جنهن ۾ ٿيندڙ مختلف قسمن جا تمام گهٽا ۽ گهاٽا گاهه ٻوٽا ۽ وڻ چوپائي مال جي بهترين چاري جو ڪم ڏيندا هئا. هي علائقو هوئي

ڀاڳين جو علائقو هو. هر ڀاڳي وٽ سون جي تعداد ۾ مينهون، ٻڪريون، رڍون ۽ اُٺ هوندا هئا. هتي ڍڳين سبب ڍڳين جو تعداد نسبتاً گهٽ هوندو هو. جڏهن ته ڪافي تعداد ۾ گهوڙا ۽ گڏهه به ماڻهن وٽ هوندا هئا. ڦُرمارشلا بعد ڀيو چوپايو مال ته وڃي هٽيڪو ٿيو پر گهوڙن ۽ گڏهن تي ڪنهن ڀاران به هٿ نه رکڻ سبب، اهي نڌڙڪا جانور بعد ۾ جهنگلي طور سڃاڻجڻ لڳا. جن مان گڏهه اڄ سودو اڇڙي ٽر جي ڀٽن ۾ ولرن جي صورت ۾ گهمندا وتن ٿا. مڪي جو اهو چوپايو مال هتي جي ماڻهن جي گذر سفر جو وڏو وسيلو هو. زندگي سادي هئي، امن امان هو. سڀ ماڻهو هڪ ٻئي کي چڱي طرح سڃاڻندا هئا ۽ هڪٻئي جا پرجهلا هوندا هئا. ان ڪري چوپايو مال ڇڙواڳ ڀيو گهمندو ۽ چرندو هو. ڪنهن به قسم جي چوري چڪاري جو ڪوبه ڊپ ڊاءُ نه هو. البته مال گم ٿيڻ جي صورت ۾ يا ڪنهن ٻئي ڀاڳئي جي مال سان ملي وڃڻ جي صورت ۾، چوپائي مال مٿان هر ذات پات جو الڳ نشان هوندو هو. جيڪو ڏنپ جي صورت ۾ جانور جي جسم جي مختلف حصن تي ڏبو هو. ان ڪان علاوه مختلف ذاتين جي جانورن جي ڪنن وغيره تي به، مختلف نمونن جا ڪٽ ڏئي، انهن جي سڃاڻپ واضح ڪبي هئي. مڪي جو اهو چوپايو مال نه صرف مڪيءَ جي ماڻهن جي پورت ڪندو هو بلڪه اهو ڀين پاسن کي گوشت، کير، مکڻ ۽ گيهه به مهيا ڪندو هو. مڪي جا ماڻهو جيئن ته پاڻ مختلف قسمن جا ڪاريگر به هوندا هئا، ان ڪري اهي مختلف قسمن جي چوپائي مال جي کلن مان مختلف شيون به ٺاهيندا هئا. پر افسوس جو مڪي جي ٻيلي ۽ چراگاهه واري حيثيت کي هٿ وٺي تباهه ڪري، ان کي انساني آبادي جي جهنگل ۾ بدلائي، مُلڪي معيشت جي اهم جُز کي ختم ڪيو ويو.

## تاريخي ڪوڙي/ ڪپرو ٻيلو

ڪپري وارو ٻيلو جيڪو اڳ ۾ ڪوڙي ٻيلو به سڏبو هو سو ناري جي ڪناري واقعي هجڻ ڪري جهڙوڪر، ناري جو ڪچو آهي.هن ٻيلي جو اوائلي ۽ آڳاٽو سلسلو سانگهڙ ۾ منڍ جمڙائو ڪان وٺي، عمر ڪوٽ ۾ مڪي فرش تائين پکڙيل آهي. جنهن جي منڍ ۾، جمڙائو ڪان هيٺ ۽ ڪپري ڪان مٿي، وقت جي مشهور مڪي ڍنڍ به هئي ته بقار ڍنڍ جي پرپاسي ڪان وٺي، ميوا تائين پکڙيل ٻيلو به هو. ناري جي پڇڙي واري هنڌ مڪي فرش تائين هن ٻيلي جي هجڻ جي ثبوت ڪپري پٽ پائيتي روڊ تي، ناري جي ڪاٻي پاسي مشهور تاريخي پڙي رتي ڪوٽ ۾ واقع، ٻيلو بنگلو جو هجڻ به آهي. ان ڪان علاوه ڪي ماڻهو، ڪجهه سال اڳ ڏنل هڪ اهڙي نقشي جو به ذڪر ڪن ٿا، جنهن ۾ مڪي ڪان پٽ پائيتي تائين، نارا ڪئنال جي ٻنهي پاسن ڪان سائو رنگ ڏئي ٻيلو ظاهر ڪيو ويو هو. افسوس جو ڳولڻ باوجود اهڙو نقشو هٿ نه اچي سگهيو. منڍ ڪان مڪي فرش تائين هن ٻيلي جي هجڻ جو هڪ ٻيو ثبوت ناري جي ٻنهي پاسن ڪان پراڻن بچاءُ بندن جا نشان به آهن.جيڪي اڄ به ناري جي ڪاٻي پاسي بقار ڪان اپرندي ڪرڙي مڇي جي حوالي سان سڄي سنڌ ۾ شهرت رکندڙ نونگهٽي ڍنڍ ڪان اوپر ۾ هلندا، چوٽياري ڪان اتر منهي فقير اولياء وٽان ٽيندا، پنيهل وٽان گذرندا، منو فقير ڳاهي واري ڳوٺ جي پڪي رستي واري هنڌ اڄ به ڏسي سگهجن ٿا. منو ڳاهي جي ڳوٺ پرسان جاتي اولياء لڳ، ناري جي چنڊڻ به هئي. جنهن جي پڪي سرن ۽ دروازن وغيره جا نشان ته ڪجهه وقت اڳ، ٻنيون ڪيڙجڻ تائين موجود هئا. جڏهن ته بند جا ساڄي پاسي وارا نشان ڏوگرين ڪان ڏڪڻان ڪلر وٽان ٽيندا، اڪبر شاهه ڳوٺ ڪان اتران هلندا، مهر پٽ وٽان ناريجن جي اوطاق ۽ ڪنير پاڙي وٽان ٽيندا، عبدالحڪيم ڪيرئي ڪان ڏڪڻان، ڪکري واٽر ڪان اتريان، سرن

واري وٽان اهي نشان ڪٿي ڪٿي اڄ بہ موجود آهن. جيڪڏهن ڳولبا تہ اهڙا نشان، ناري جي ٻنهي پاسي مختلف هنڌن تي اڄ بہ ملي پوندا.انهن بچاءُ بندن وچ ۾ نارو، موسم مطابق چرون ڪري وهندو هو. جنهن جي ٻنهي پاسن کان ٻيلي جو هجڻ فطري ۽ لازمي لڳي ٿو. مکي ڊنڊ جي تباهي جي شروعات تہ رٽائرڊ ۽ حاضر سروس فوجين کي الاٽ ڪري ڪئي وئي، جيڪا اڄ سوڏو هلندڙ آهي. جڏهن تہ ڪپري ٻيلي جي ڳچي ۾ پنهنجن جا ئي هٿ پيل آهن. **ٻيلي جو درجو ملڻ ۽ ايراضي:** آرٽيفيشل سمجهيو ويندڙ ڪپري ٻيلي لاءِ ٻڌجي ٿو تہ سڀ کان پهرين هن علائقي کي 1920ع ۾ ٻيلو ڊيڪليئر ڪيو ويو. جنهن بعد هتي جي 24000 هزار ايڪڙن کي 1946ع ۾ پروٽيڪٽيڊ فاريسٽ ڊيڪليئر ڪيو ويو. جنهن لاءِ اهو بہ ٻڌجي ٿو تہ 24000 هزار ايڪڙ مخصوص ٽيل هئا. آخر ۾ 11-12-1947 تي ڪپري ٻيلي کي مقامي ماڻهن جي روزگار ۽ مقامي وڻن جي واڌ ويجهہ لاءِ، ريزرو فاريسٽ طور نوٽيفاء ڪيو ويو. جيڪو 22804.7 ايڪڙن، 601 چوڪڙين، 11 بلاڪن ۽ ڪپرو رينج ۽ ٽنڊومناخان رينج ۾ هيٺين ريت ورهايل آهي.

**ڪپرو رينج**

| سيريل نمبر | بلاڪ جو نالو | ايراضي (ايڪڙن ۾) |
|---|---|---|
| 01 | پوپي/ تراڇو | 4213-00 |
| 02 | ڪيٽي | 2005-00 |
| 03 | مورهڏي | 937-06 |
| 04 | وڏهل | 442-4 |
| 05 | واريانهن | 2003-0 |

**ٽنڊومناخان رينج**

| سيريل نمبر | بلاڪ جو نالو | ايراضي (ايڪڙن ۾) |
|---|---|---|
| 01 | ڪوڙي | 3260-0 |
| 02 | نياڻ | 3260-0 |
| 03 | سرن واري 1 | 2627-7 |
| 04 | سرن واري 2 | 1181-2 |
| 05 | ڪڪرو | 1275-6 |
| 06 | ٽنڊومناخان | 2006-3 |

جڏهن تہ هن ٻيلي ۾ ٽري ڪور 7600 ايڪڙن تي، پٽون ۽ ڪڏون ڪامان 3000 ايڪڙن تي آهن. پنج سالن واري ايگرو فاريسٽ ليز اسڪيم تحت 1336 ايڪڙ ۽ يڪ سالہ ليز اسڪيم تحت 1688 ايڪڙ مختلف ماڻهن کي ڏنل آهي. جڏهن تہ غير قانوني انڪروچمينٽ هيٺ سرڪاري طرح سان ڏيکاريل 5849 ايڪڙ آهن. پر اصل ۾ هن ٻيلي تي سرڪاري طرح سان ڏيکاريل قبضي کان، تمام

گهٽو وڏيڪ قبضــو ٿيل آهي. پنج ســالہ اســڪيم جو مدو 31-10-2011 تي ۽ يڪ ســالہ ليز جو مدو 31-12-2011 تي پورو ٿيڻو آهي.

**ٻيلي ۾ ناري جي ڪاٻي ۽ ساڄي پاسي وارا بلاڪ:** نارو هن ٻيلي جي وچ ۾ وهندي، ٻيلي کي ڪاٻي ۽ ساڄي پاسن ۾ ورهائي ٿو. ٻيلي جي ڪاٻي پاسي وارن بلاڪن ۾ سرن واري II، نياڻ، مرهڏي، ڪيٽي ۽ پوپي بلاڪ شــامل آهن. جڏهن تہ ســاڄي پاســي وارن بلاڪن ۾ ٽنڊومناخان، ڪڪرو، سرن واري I ، ڪوڙي II، واريانهن ۽ وڏهل شامل آهن.

**ٻيلي جي تاريخي اهميت:** ڪپري ٻيلي جي نہ صرف ماحولياتي حوالي سان اهميت آهي پر هتي پٿائي صاحب پاران سرن واري ۾، ميان تاج محمد جن جو مهمان ٿيڻ، اتي بيت چوڻ، پير صاحب پاڳاري جن جي بزرگ روضــي ڌڻي رحمت الله عليہ جن جي ظهور جي اڳڪٿي ڪرڻ، ميان تاج محمد ۽ ٻين بزرگن جون آخري آرام گاهون هجڻ واريون ڳالهيون هن ٻيلي جي تاريخي اهميت کي گهڻو وڌائين ٿيون. ان کان علاوه ڪلهوڙا حڪمران ميان عبدالنبي ۽ ميان غلام نبي جن جي والده، ٽنڊومناخان (ســانگهڙ) جائي، مائي ڄامان جوٽيجي پاران ٻين هنڌن وانگر پوپي ٻيلي ۾ جوڙايل مســجد ۽ ناري ڪناري ٻڌرايل کوهہ جا ڏس، بہ هن ٻيلي جي تاريخي اهميت کي اجاگر ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن. ٽنڊومناخان جو نالو، مائي ڄامان جي پاءُ منا خان جي نالي پنيان پيل ٻڌجي ٿو. (مائي ڄامان ۽ پٿائي سرڪار جي هتي اچڻ بابت تفصيلي ذڪر اڳ ۾ لکيل مضمونن ۾ ڪيو اٿم).

**ٻيلي جا خاص وڻ:** هونئن تہ هتي مختلف قسمن جا وڻ هئا پر خاص ڪري ٻبر،ٽالهي، ڪنڊي، لوا ۽ باهڻ خاص طور تي قابل ذڪر آهن. اڄ ڪلهہ هتي يوڪلپٽس ۽ ڪونو ڪارپٽس جو بہ تعداد وڏيڪ آهي. هتي يوڪلپٽس جي شــروعات 1985ع ڌاري فيزا I ۽ II تحت ڪئي وئي. ان بعد هتي ڪونو ڪارپٽس خاص ڪري ســرن واري II ۽ شــاخن جي ڪناري ســان لڳايو ويو. ٻيلي جي ڪوڙي، واريانهن، مورهڏي ۽ ڪيٽي وغيره وارن بلاڪن ۾ بيٺل ٽالهي جا وڻ هاڻ ماضــي جو قصو ٿي چڪا آهن. ٻيلي جي نياڻ بلاڪ ۾ ٻبرن جون بچيل آخري سسيون بہ وڃي چڪيون آهن. ســرن واري ۾ ڇڊا پــانــا بــاهــڻ جــا وڻ بـــہ هـــئـــا پـــر هـــاڻ شـــايـــد هـــڪ اڌ جو نموني طور نشان ئي ملي سگهي.

**ٻيلي جا پکي:** ماضـــي ۾ ڪوڙي، ڪيٽي ۽ مورهڏي ۾ مور تمام گهڻا هوندا هئا پر هاڻ اهي بہ آخري پســاهن ۾ آهن. اڇڙو ۽ ڪارڙو تتر بہ واريانهن، ڪوڙي، مرهڏي ۽ ڪيٽي ۾ جام هوندو هو. ڪوڙي I ، ڪوڙي II ، واريانهن ۽ وڏهل ۾ بيٺل ٻين وڻن ســان گڏ وڏن ڪنڊن ۽ لون جا پراڻا ٽڙ، طوطن جا من پسند مسـڪن هوندا هئا. ان کا علاوه ٻيا ننڍا وڏا مقامي پکي بہ هتي وڏي تعداد ۾ هوندا هئا. جن ۾ ڳيرا، طوطا ۽ سياري ۾ ايندڙ پرديسي پکي قابل ذڪر آهن.

**ٻيلي ۾ موجود جانور:** ڪپري واري اچڙي ٽر سان لڳندڙ انڊيا واري باردر مان ٽپي آيل بدنصيب روجهہ بہ هن ٻيلي جي ڪيٽي بلاڪ ۾ پناهہ وٺڻ جي غلطي ســبب لوڙي چڪي آهي تہ ڪوڙي ۽ ڪيٽي بلاڪن ســان گڏ ٻين بلاڪن ۾ پلجندڙ ڦاڙهو بہ ڪڏهو ڪو شــڪارين جي ور چڙهي ويو آهي. اڳي هتي سهو هونئن تہ سڄي ٻيلي ۾ هو پر ڪوڙي، سرن واري ۽ واريانهن بلاڪن ۾ بنهہ گهڻو هوندو هو. اهڙي طرح ســيڙهہ ۽ گدڙ وغيره جهڙا ڪيترائي جانور هوندا هئا پر هاڻي تہ هتان ســوئر بہ ڪنن تي هٿ رکيو، پڄي ويا آهن. ســوئر هتي ڪوڙي، ڪکري ۽ ڪيٽي ۾ تمام گهڻو هوندو هو. جيڪو هينئر ٻيلي کان ٻاهر لڳنان واري پاســي پوپي کان اتر، ســم وارين ڊنين ۾

ڪافي تعداد ۾ آهي. ٻيلي کان ٻاهر، ٽنڊي کان وٺي ٻيلي جي پڇاڙي تائين 20-25 ڏنيون ٻڌايون وڃن ٿيون.

**ٻيلي ۾ ناري جون واٽون :** ڪپري ٻيلي ۾ نارو، سرن واري بلاڪ II مان داخل ٿي، سرن واري I ، ڪوڙي، واريانهن، ڪيٽي ۽ پوپي بلاڪن کان ٿيندو، تقريبن 35-40 ڪلو ميٽر مفاصلو طئي ڪري، ٻيلي جا ٻئي پاسا سيراب ڪندو، چوڪڙي نمبر 600 ۽ 601، ڪپري پتڻ وٽان ٻيلي مان ٻاهر نڪري عمر ڪوٽ ڏانهن مڪي فرش جي واٽ وٺي ٿو.

**ٻيلي جي بلاڪن کي پاڻي پهچڻ جا ذريعا:** ناري ڪناري قائم پنهنجي نويت جي هن واحد ۽ منفرد ٻيلي جي مختلف حصن/بلاڪن کي پاڻي پهچائڻ جو ذريعو، ناري مان نڪرندڙ مائينر آهن. جن ۾ ڪڪرو مائينر، سرن واري مائينر، ڪوڙي، رينيڻ، واريانهن،مورهڏي ۽ پوپي مائينر شامل آهن. جيڪي ناري ۾ پاڻي هجڻ جي صورت ۾ چويهہ ئي ڪلاڪ وهنديون رهن ٿيون. جنهن ڪري ٻيلي لاءِ پاڻي ڪو مثلو ناهي رهيو. پاڻي وڏيڪ هجڻ واري خاصيت ، هن ٻيلي ڏانهن اٿندڙ لالچي اکين جو وڏو سبب رهي آهي. هن ٻيلي کي خدا ڏاڍو فياضي سان نوازيو پر افسوس جو هن تي انگريزن کان پوءِ، ڪڏهن بہ ڪو شفقت وارو هٿ رکڻ وارو نہ سياستدان آيو، نہ اوڙي پاڙي جو ماڻهو اڳتي وڌيو، نہ ئي ٻيلي کي ڪو اهڙو آفيسر ئي مليو. سڀ اک رکڻ ۽ کائڻ وارا ئي مليا. هي ٻيلو ايريگيشن کاتي کي پاڻي جا پئسا ڏيندو آهي. پر اڪثر ڊيفالٽ ۾ بہ هوندو آهي. 7-8 سال اڳي ٻيلي کاتي پاران ايريگيشن کي پاڻي جا پئسا نہ ڏيڻ سبب هن جو پاڻي روڪيو ويو. جيڪو 70-75 هزار ڏيڻ بعد کوليو ويو. جيڪڏهن ٻيلي تي ٿيل قبضي ۽ پاڻي جي استعمال جي انڪوائري ڪرائي وڃي تہ بہ گهڻو ڪجهہ سامهون اچي سگهي ٿو.

**ٻيلي جا پتڻ:** هن ٻيلي ۾ نارو ٽنڊي مناخان بلاڪ مان شروع ٿي پوپي/ تراڇو بلاڪ مان ٻاهر نڪري ٿو. اڳي ناري تي اچ وڃ لاءِ مورين ۽ پلين جي جاءِ تي پتڻ هينين هنڌن تي هوندا هئا. ناري تي موجوده ٽنڊومناخان واري موري جي جاءِ تي. اڳي سيدن جو پتڻ هوندو هو. ان کان اڳتي ڪڪري جي سامهون منو ڳاهي جو پتڻ، اتان اڳتي سرن واري وارو پتڻ جيڪو اڄ بہ موجود آهي. پوءِ ايندو هو ڪمال جي ڪنب نالي وارو پتڻ. جتان اڳتي ايندو هو نياڻ ۽ سرن واري جي وچ تي پتڻ. اتان پوءِ قاضي فيض محمد صاحب جي نالي سان ڪوڙي ۽ نياڻ جي وچ تي پتڻ. پوءِ خليفي حيات جوٽيجي جو ڪوڙي ۽ نياڻ جي وچ تي ڪندو پتڻ. پوءِ ڪوڙي جي سامهون سيدن جو ليارِي پتڻ. اتان اڳتي ڪوڙي ۽ واريانهن جي وچ تي جاني جوٽيجي جو پتڻ. جتان اڳتي درسن جي ٻيڙي هلائيندڙ مٺيون ملاح جو پتڻ. ان کان اڳتي ڪيٽي ۽ وڏهل جي سامهون واٽين جي قتل شهر جوهلي وارو پتڻ. جيڪو اڄ ڪلهہ پريل راڄڙ جو پتڻ سڏجي ٿو. پوءِ وري وڏهل ۽ پوپي پرسان سيدن جو پتڻ. اتان ڪپري واري موري کان هيٺ پوپي جي سامهون ڪپرو پتڻ جيڪو اڄ بہ موجود آهي. هاڻي ڪافي جاين تي، پتڻن جي جاءِ، مورين ۽ پلين والاري چڙي آهي. ٽنڊومناخان، ڪمال جي ڪنب، چوٽياريون ۽ ڪپري موري وارن پتڻن وارن هنڌن تي رينجرس ۽ پوليس جون چوڪيون هونديون هيون جيڪي اڄ بہ قائم آهن. ڪمال جي ڪنب پل تي هيڊڪوارٽر هوندو هو. اهي چوڪيون چوڪيون، هتان کان اڳتي انڊيا واري باڊر ڏانهن اسمگلنگ روڪڻ لاءِ قائم ڪيو ويون. جن جو هڪ خاص ڪم، انڊيا واري پاسي ڪٽڪ جي اسمگلنگ روڪڻ بہ هو. ڪٽڪ سانگهڙ ۽ ڄام نواز علي وارن پاسن کان هتان اڳتي ويندي هئي. ناري جي پرين پر هڪ تہ پٽن ۾ ڪٽڪ گهٽ ٿيندي هئي ۽ ٻيو وري اتي جا ماڻهو، چوڪين جي ڪري ڪٽڪ اوڏانهن گهٽ ئي ڪٽي

وجي سـگهندا هئا. انڪري ڪجهه سـال اڳ تائين، ناري جي پرين پر وارن لاءِ ڪٽڪ وڏي اهم ، عيد باراد يا خاص موقعن تي ڏينهن تي ڪم ايندڙ شيءِ هوندي هئي.

**ٻيلي ۾ موجود ڍنڍيون :** ڪپري ٻيلي مان وهندڙ نارو ، ٻيلي ۾ موجود مختلف بلاڪن واريون ڍنڍن ڪي ٻه پريندو وجي ٿو. جيڪي گهڻو ڪري ناري جي پراڻن وهڪرن تي واقع آهي. جن مان چار پنج ڍنڍيون، جيڪي ڪڪري بلاڪ، ڪوڙي بلاڪ (ڪوڙي ۾ ٻه ٿي ڍنڍيون آهن) سـرن واري I وغيره ۾ آهن سي ته ٻيلي ڪاتي پاران آڪشن ٻه ٿينديون آهن. انهن ڪان علاوه پوپي ۽ واريانهن ۾ ٻه ڍنڍيون آهن. اهي ڍنڍيون مڇي ڪان علاوه ٻيلي جي جهنگلي ۽ آبي جيوت جي پاڻي پيئڻ جو ٻه ذريعو آهن ته ٻيلي جي خوبصورتي ڪي ٻه وڌائين ٿيون.

**ٻيلي ۾ پٽون ۽ دڙا :** ٻيلي جي ٿندومناخان بلاڪ، سـرن واري I، ڪوڙي، ڪيٽي ۽ واريانهن بلاڪن ۾ دڙا ۽ پٽون ٻه آهن، جيڪي نه صرف هن جي انفراديت ۽ سونهن ڪي وڌائين ٿيون بلڪه ڪيٽي ۾ گهوٽ ڪنوار نالي واري پٽ، ڪوڙي ۾ مائي ڏائي (پاڳياٽي) واري پٽ اجان ٻه وڌيڪ ڪهاڻيون ٻڌائين ٿيون.

**ٻيلي ۾ نالي وارين شخصيتن جو شڪار ڪرڻ:** هن ٻيلي جي شـڪار جي هاڪ، هتي ڪيترن ئي نالي وارن ماڻهن ڪي ڇڪي آندو. جن ۾ وقت جي آمر ضـياالحق ڪان وٺي وزيراعظم محمد خان جوڻيجو، جسـٽس سرمد عثماني، امدادالله انڙ، عمران خان، عبدالله شـاهه، غوث علي شـاهه، ظفر شاهه ۽ ٻيا ڪيترائي نالا شامل آهن. 1986/87 ۾ پاڪستان جو آمر صدر ضياالحق، وزيراعظم پاڪسـتان محمد خان جوڻيجي، ڪيترن ئي وزيرن ۽ سـفيرن سـان تترن جي شـڪار تي، هيلي ڪاپٽر ذريعي صبح جو واريانهن ۾ لهي. واريانهن ۽ ڪوڙي ۾ شـڪار ڪيو. انهن ماني ڪوڙي ۾ کاڌي، جيڪا PC اسـلام آباد مان آيل ٻڌائي وجي ٿي. ڇو جو سـندس ميزبان ٻه حڪومت ئي هئي! ضـياالحق هتي 22 ڪن تتر شـڪار ڪيا. پر ٻيلي ڪاتي جي ملازمن، ضـياء جي هر ڏڪ تي، اڳوات پڪڙي رکيل تترن مان هڪ آڏي تي سندس اڳيان رکيو. اهڙي طرح ضياالحق جو اسڪور 22 مان وڌائي ، 80-70 ڪري ڪيس خوش ڪيو ويو. ان ڏينهن هن ٻيلي ۾ 1000 ڪن تترن جي شامت آئي. صدر ضياء جي هتي اچڻ تي تر جي ماڻهن ڪي، ترقياتي اسڪيمن جي اعلانن جي وڏي توقع هئي پر مرحيات رڳو تتر ماري، مور ڦاهي، ڪائي پي هتان هليو ويو. اهڙي طرح عمران خان ٻه هڪ انگريزياڻي سان گڏ، واريانهن ٻيلي ۾ رسول بخش راڄڙ جي ڳوٺ رات رهي، صبح جو واريانهن ۽ ڪوڙي ۾ تترن جو شـڪار ڪيو. انهن ماڻهن جي هتي شـڪار تي اچڻ مان، هن ٻيلي جي شـڪارگاهه واري حيثيت واضح ٿئي ٿي. پر افسوس جو هاڻ ان شـڪارگاهه جون ٻه رڳو ڳالهيون اچي بچيون آهن.

**ٻيلي ۾ ماکي:** ڪوڙي، واريانهن مورهڏي ۽ ڪيٽي بلاڪ جهڙوڪر هن ٻيلي جي دل آهن. هتي وڻ ٻيلو ۽ جهنگ وڌيڪ گهاٽو آهي. جنهن سبب هتي شڪار ٻه وڌيڪ ٿئي ته ماکي ٻه وڌيڪ ملي ٿي. جيئن مختلف علائقن جون مختلف شـيون سـڃاڻپ هجن ٿيون، ائين ماکي هن علائقي جي سـڃاڻپ هوندي هئي. اڳي جڏهن ٻيلي جو اوج هو ته ماکي لاهي پيٽ گذر ڪندڙ ماڻهو صـبح جو ٻيلي ۾ لهندا هئا ته شام جو مڻ ڪن ماکي لاهي موٽندا هئا. پر هاڻ صبح ڪان شام تائين شيشو ٻه نٿو پرجي! هڪ ٻن سـالن ڪان هتي ٻاهريان آيل، وڏن مکن واري ماکي، اچي ديرو ڄمايو آهي. جنهن ڪي هڪ ته لاهڻ ڏکيو آهي ۽ ٻيو ته ان جا مکا ماڻهن ڪي ماکي جي رس ڏيڻ بجاءِ، خود

ماڻهن جو رت پيئڻ لاءِ انهن جي پنيان تا پون. تنهن ڪري هروبرو ڪير انهن ڏانهن لڙي بہ ڪونہ. شايد هتي هر ڪو پادرن سان ئي سڌو آهي. چڪر ڪي پڇي لتر.
اسان سپريم ڪورٽ کي گذارش ٿا ڪريون تہ مهرباني ڪري، ڪچي جي ٻيلن وانگر هن ٻيلي جي بہ سار لهي، هن تي ٿيل قبضي کي خالي ڪرائي. تہ جيئن آبهوا ۽ ماحول ۾ بهتري اچڻ سان گڏ مقامي ماڻهن جي روزگار ۽ چوپائي مال جي چاري جو بندوبست ٿي سگهي. ماڪي، پکين ۽ ٻي جهنگلي جيوت کي بہ رهڻ ۽ نسل وڌائڻ جو موقعو مهيا ٿي سگهي. ۽ اسان بہ ٻيلن کي تحفظ ڏئي، ٻيلن واري ايراضي کي وڌائي، عالمي سطح تي ڪيل معاهدن جي پوئيو واري ڪري، دنيا جي مهذب ملڪن ۾ شامل ٿي سگهون.

## ڪپري ٻيلي تي قبضي جي ڪهاڻي

سڄي دنيا بدليل آبهوا جي ڪري ماحولياتي تبديلين جي ور چڙهيل آهي. جتي ڪٿي ماحول بابت هاءِ گهوڙا لڳي پيئي آهي پر اسان وٽ سسٽم ئي ابتو آهي. دنيا سڄي ٻيلن کي بچائڻ ۽ وڌائڻ ۾ رڌل آهي پر اسان ٻيلن جو، ٻيڙو ٻوڙڻ، انهن تي قبضا ڪري ۽ ڪيٽيون ناهڻ ۾ پورا آهيون. سڄي سنڌ ۾ جتي هر طرح جي لٽ مار جو بازار گرم آهي، اتي ٻيلا بہ ان کان آجا ناهن رهيا. سرڪاري ۽ پرايو مال ڦبائڻ تي هريل اکين ۾ ٻيلا، ڪندو ٻڄجي پيا آهن.اهڙن ٻيلن ۾ سانگهڙ ضلعي جوڪپرو وارو قديم، تاريخي، مشهور ۽ منفرد ٻيلو بہ شامل آهي. جيڪو هن وقت يوڪلپٽس جي حوالي سان ملڪ جو سڀ کان وڏو نہ، تہ بہ وڏن ٻيلن منجهان هڪ ضرور آهي/هو.
هن ٻيلي تي قبضن جي ڪهاڻي بہ انساني لالچ ۽ هبچ جي تاريخ وانگر ڪافي پراڻي ۽ ڏکوئيندڙ آهي. ماحولياتي تحفظ هيٺ اندس ڊولپمنٽ آرگنائيزيشن پاران ٻيلي کاتي خلاف داخل ڪيل پٽيشن تحت سنڌ هاءِ ڪورٽ ٻيلن جون سڀئي ليزون پنهنجي حڪم تحت 2010/D-1666، تاريخ 10-02-2011 تي رد ڪري چڪي آهي. ٻيلي کاتي جي سيڪريٽري پاران بہ اهڙو ليٽر جاري ٿي چڪو آهي. پر بااثر قبضي خور، ٻيلي کاتي جي ننڍن وڏن عملدارن جي آشيرواد، ملي ڀڳت ۽ حصي پتي سبب قبضو ڇڏڻ ۽ حڪم مڃڻ لاءِ شايد ڪنهن بہ صورت ۾ تيار ناهن. مذڪوره فيصلي تحت ڪپري ٻيلي جي 2375 ايڪڙ ليز رد ٿي آهي پر قبضو اجان بہ ٻيلي کاتي کي نہ ملڻ جا اطلاع آهن. ليز جو بہ هڪ مقرر ۽ طئہ شده طريقي ڪار آهي. جنهن مطابق ٻيلي جي بغير وڻن واري ڦٽل، غير آباد، ڪلراٺي، کڏن کامن، پٽن ۽ ڊڙن واري خراب زمين، ڪنهن آبادگار کي، ربيع کان خريف تائين، هڪ سال لاءِ، زمين ناهڻ ۽ آباد ڪرڻ جي لائق بنائڻ لاءِ ڏبي آهي. تہ جيئن سال کان پوءِ ٻيلو کاتو ان زمين تي وڻ لڳائي سگهي. اهڙي ڦٽل زمين ليز تي ڏيڻ کان اڳ DFO پاران RFO کي رپورٽ ڏبي آهي. پوءِ ليز وٺندڙ آبادگار پاران مقرر فيس جو چالان ڀياربو آهي. ان بعد ان زمين جو سيڪشن آرڊر نڪرندو آهي. يڪ سالہ ليز جيڪا عورتن لاءِ آهي ان ۾ اهڙين عورتن کي اها زمين ليز تي ملڻي آهي جيڪي غريب،بيواهہ ليز واري ديهہ جون رهائشي هجن ۽ ليز واري زمين سندن مهاڳي ۾ هجي. پر ٿيو ڇا آهي؟ اهو هرڪو ڏسي ۽ سمجهي ٿو. هن ٻيلي جي ڪجهہ چوڪڙين جو ئي شايد سيڪشن آرڊر نڪتل هجي. باقين جو تہ چالان ڀيارڻ جي بہ زحمت ٿيل ناهي. سنئين سڌي انڪروچمينٽ ۽ قبضو آهي. هتي هڪ سال تہ ڇڏيو پر هاڻ هڪ سالہ ليز کي پنجن ۽ پندرهن سالن تائين وڌائڻ لاءِ هلندڙ مڪ مڪاءُ جو ڳالهيون ڪامياب پڄاڻي تي پهچڻ واريون آهن. اتي اهڙيون چوڪڙيون بہ ليز تي ڏنيون ويون آهن جيڪي نہ صرف آباد هيون پر

انهن تي ســالن جا ٿلها ٿلها، ڪيترا ئي وڻ بيٺل هئا. جن کي قبضـــي خورن مشــينن، ڪرينن ۽ بلڊوزرن ســان وڍي ۽ پاڙان ڪڍي، ٽريڪٽرن ٽرالين ۾ ٽرڪن ۾ ڀري وڪڻي، ننڍ وڏائي موجب، حصـــا پتي ڪيا. هن ٻيلي ۾ ٽريڪٽر ٽرالي ڀرڻ جو غير قانوني ريٽ 30000 هزار روپيه کن ٻڌايو وڃي ٿو. هڪ ٽرالي ۾ 300 کن مڻ ڪاٺ اچي ٿو. مارڪيٽ ۾ مڪس ڪاٺ جو اگهه 250 روپيه کان 300 روپيه في مڻ آهي. ان حســاب ڏســجي ته هن ٻيلي مان ڪروڙن جو ڪاٺ، غير قانوني طرح، حصـــا پتي ڪري روزانه ڪڍيو پيو وڃي. (ٻيلي ڪاتي جي هڪ چوڪڙي ۾ عام طور 40 ايڪڙ هوندا آهن پر ڪٿي چوڪڙي 40 کان 50 ايڪڙن تائين به هجي ٿي) ٻيلي ڪاتي قانون موجب، ٻيلي جي زمين مان غير قانوني طرح وڻ وڍڻ جو جرمانو في فوٽ جي حســاب ســان ورتو ويندو آهي. مثال طور جيڪڏهن ڪاٺ جي ٿولهه هڪ فوٽ آهي ته ان تي 1000 هزار روپيه ڪاٺ جي قيمت جا ۽ 1000 هزار روپيه جرماني جا ورتا ويندا آهن پر هتان ته انهي قانون کي به لڌي ۽ منهن ڪري وئي کي وقــت ٿيو آهي. ٻيلن جون چوڪڙين جون چوڪڙيون الاٽ ۽ ليز تي، وڍجي وڪامجي چڪي ويون، ڪو داد ٿيو نه فرياد! ٻيلي جي چوڌاري توڙي هر بلاڪ ۾ وڍيل وڻ وڻن جا ٿال ۽ ڪاٺا موجود آهن. جتي ســڄو ڏينهن غير قانوني طرح وڍيل ڪاٺ ڪاٽڻ تي تري ۽ وڪامي ٿو. جيڪو هر اينڊڙ ويندڙ کي نظر اچي ٿو پر الائي ڇو ٻيلي ڪاتي جي وزير کان وٺي ننڍن وڏن آفيســرن کي نظر نه ٿو اچي!!! نه صــرف ايترو پر قانون موجب ليز تي ڏنل زمين تي، آبادگار گهر ناهي رهي نه ٿو ســگهي پر هتي ليز واري زمين تي پڪا گهر به نهي چڪا آهن ته ڪوٺ به اڏجي چڪا آهن. ان مان قبضـــي خورن جي نيت ۽ ارادن جو اندازو آســاني ســان لڳائي ســگهجي ٿو. بااثر ماڻهن روينيو ڪاتي جي عملدارن ســان ملي ڀڳت ڪري، ليز وارين ســرڪاري زمينن جا ڪاغذ ۽ ڪاتا به پنهنجي نالي نهرائي ۽ ڪرائي ڇڏيا آهن. هن ٻيلي ۾ اهڙيون زمينون به ليز تي چڪيون آهن جن تي اڳ ۾ ئي ڪيس هلندڙ هئا. جن ۾ سرن واري 1 ۽ 2، مورهڏي،ڪوڙي ۽ پوپي وغيره واريون زمينون شامل آهن.

انهي سڄي انڌير نگري ۽ لا قانونيت کان به مٿي چڙهي ويل ڪم جو ذميوار، هتي جا ماڻهو، ٽنڊي قيصــر ســان تعلق رکندڙ ڪنزرويٽر کي ســمجهن ٿا. جنهن کي هن ٻيلي جي ڀرپاســي ۾ رهندڙ ۽ قبضو ڪندڙن جي سرعام حمايت ۽ شفقت جون ڳالهيون ڪنهن کان به ڳجهيون ناهن. مال، مڇين ۽ ٻڪرن جي شــوقين پر احســاس ڪمتري ۾ مبتلا هن صــاحب لاءِ اها ڳالهه مشــهور آهي ته ڪيس پنهنجي ماتحتي ۾ ڪوبه گزيٽيڊ ۽ ڪولفائيڊ آفيســـر نه کپي. ڪيس گارڊ ۽ ڪلارڪي وغيره مان پروموٽ ٿيل ماڻهو ئي کپن. هن صاحب جي ماتحتي ۾ ڪو گزيٽيڊ آفيسر شايد ئي هجي. حالانڪ گزيٽيڊ ۽ ڪوليفائيڊ ماڻهن به ٻيلن ســـان گهٽ ناهي ڪئي پر هن صـــاحب جي ٻين ڪيترن ئي خاصيتن ۽ ڳڻن منجهان اها به هڪ الڳ ۽ وڏيڪ خاصيت آهي. شايد انهي طريقي سان هن صاحب کي اڻ پڙهيا ۽ جي حضــوري ڪرڻ وارا وڏيڪ ســولائي سان مليو وڃن. جيڪي حصــو پتي تي به وڏيڪ ريڙهه پيڙهه نٿا ڪن ۽ اکيون به گهٽيون مٿي نٿا ڪڻن! هن صـــاحب جي چارج ۾ فاريســـٽ ڊيوزن ڪپرو کان سواءِ، فاريسٽ ڊويزن نوابشاهه، حيدرآباد، ٽنڊومحمدخان ۽ رينج مئنيجمنٽ ٽر به شامل آهن. جنهن مان هن صاحب جي بااثر هجڻ ۽ سندس ماتحتي ۾ آيل ٻيلن جي حالت ۽ قسمت جو اندازو آساني سان ڪري سگهجي ٿو.

ڪپري ٻيلي تي قبضـــي ٿيڻ، گاهه ٻوٽا ۽ وڻ وڍجڻ بعد جتي، آبهوا ۽ ماحول تي اثر پيو آهي، اتي ناري جي ڀرپاســي جو جر جيڪو اڳ ۾ 8/10 فٽن تي هو ســو هاڻي لپي تي اچي بيٺو آهي ۽ سم

ڪلر ۽ وڏيو آهي. ٻيلو ڪيترن ئي ماڻهن جي روزگار ۽ چوپائي مال جي چاري جو ذريعو هو پر هاڻ اهو سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو آهي. وسيلا مخصوص ماڻهن جي هٿ ۾ اچڻ ڪري، غربت ۽ غريبن جي تعداد ۾ الاهي اضافو ٿيو آهي. هتي ٿيل ريڪارڊ ڪرپشن جي ڪيترن ئي ڪهاڻين منجهان هڪ ڪهاڻي اها به ٻڌائي وڃي ٿي ته 2 سال کن اڳ ۾ آيل ميگا پروجيڪٽ واري اسڪيم تحت هن ٻيلي جي حصي ۾ ڪروڙين روپيه آيا. جن ۾ نم پوکڻ واري اسڪيم به هئي ته ٽر ۾ وڻ لڳائڻ ۽ ٻير پوکڻ واري اسڪيم به. سرن واري، ڪوڙي، ڪکرو ۽ نياڻ بلاڪن ۾ انهن اسڪيمن تحت وڻ لڳايا ويا، جيڪي ڪافي وڏا به ٿي ويا پر هن سال اهي زمينون به ناجائز طريقي سان ليز جي نالي تي، قبضا خورن کي ڏنيون ويون. جتي هيئنر پوکي ٿيل آهي. پر مزي جي ڳالهه ته باخبر ذريعا چون ٿا ته ٻيلي کاتي جو مذڪوره آفيسر، هن سال جون مهيني ۾، انهن بلاڪن کي به پاڻي ڏيڻ، صفائي ڪرائڻ، ٻنن ۽ کالن وغيره جي نالي 2000000 ويهه لک روپيه کڻرائي ويو آهي.

هتي جا ماڻهو چون ٿا ته اسان هن ٻيلي ۾ ٿيندڙ اچي ڪاري بابت مختلف آفيسرن ڏانهن، ڪيترين ئي درخواستون لکي چڪا آهيون. فيڪس، فون ۽ ٽيلي گرام به ڪري چڪا آهيون پر خبر ناهي ڇو ڪو به ڪڙتيل نٿو نڪري! هاڻ جڏهن سپريم ڪورٽ به درياء جا ڪچا خالي ڪرائڻ ۽ ٻيلا بحال ڪرائڻ جو حڪم ڏئي چڪي آهي. سنڌ هائي ڪورٽ به ٻيلن جون ڏنل ليزون ختم ڪرڻ جو آرڊر ڪري چڪي آهي ته توقع ڪري سگهجي ٿي ته هاڻ هتان به سياسي مفاهمت سان گڏ آفيسرن، ماتحتن ۽ قبضاخورن جي پاڻ ۾ ٿيل مفاهمت جو به خاتمو ايندو ۽ هن ٻيلي جي ماضي جا موجن ۽ اوجهه وارا ڏينهن موٽي ايندا!

## مشهور چراگاهه ۽ ٻيلو ميوا!

هونئن ته گهڻي عرصي کان سنڌ جي ٻين علائقن وانگر ضلعي سانگهڙ جي مختلف هنڌن تي ٻينل وڻن ۽ ٻيلن ۾ ڪات ڪهاڙا پيل آهن، وڻ ۽ ٻيلا نڌڪي ۽ بغير اڳواڻ جي فوج وانگر ڪنڌ ڪپائي، جتي ڪٿي ڪريا پيا آهن، پر جهڙو حشر چوٽيارين پرسان مشهور چراگاهه ۽ ٻيلي ميووا جو ٿيو آهي، اهڙو ويجهي ماضيءَ ۾ شايد ئي ڪنهن ٻئي هنڌ جو ٿيو هجي. ماضيءَ جي مشهور درسگاهه، اڳڪتين جي حوالي سان شهرت رکندڙ شهيد عبدالرحيم گرهوڙي جي استاد ميان مبين جي آخري آرمگاهه جي حوالي سان سجاتو ويندڙ چوٽياري شهر، کان اتر الهندي ۽ چوٽياري ڊيم کان ڏکڻ ۽ ناري جي اپرندي پاسي، ڪنهن حد تائين دريائي ٻيلن وانگر ناري تي آباد ٿيندڙ ۽ آڳاٽي مکي واري علائقي ۾ ايندڙ ”ميوا ٻيلو“ ۽ چراگاهه، ڪاٺ ڪٽڻ واري مافيائن جي ور چڙهڻ سان گڏ تترن، سهن ۽ ٻين ننڍن جانورن ۽ پکين جي حوالي سان شڪارگاهه پڻ آهي/هئي. سا مختلف ماڻهن جي نظرن ۾ اچڻ بعد لڳي ٿو ته هاڻ ميوا واري چراگاهه ۽ ٻيلو به هاڻ ڪو ماضيءَ جو قصو ٿيڻ وارو آهي.

سانگهڙ- چوٽياري روڊ تي، ناري جي ڪابي ڪناري، چوٽيارين کان چار پنج ڪلوميٽر اتر الهندي ڪنڊ تي، آر ڊي نمبر 109 کان 224 تائين چار پنج سئو ايڪڙن واري هن مشهور چراگاهه ۾ نه صرف چوٽياري پر ان جي پرپاسي جو هزارن جي تعداد ۾ چوپايو مال چري ٿو، پر برسات جي ڏينهن ۾ مچرن ۽ گپ چڪ جو ماريل مال به پري پري کان هتي چرڻ لاءِ ايندو آهي. انهيءَ سڄي مال کي هي چراگاهه ڊوء ڪرايو ٻيني هوندي هئي، مال جي ڇيڻي واري پاڻ ملڻ ڪري هتي مختلف قسمن جي گاهه ڪانسواءِ ٻير، ٽالهي، ڪبڙ، ڪرڙ، لئو، ڪنڊي ۽

گيدوڙي جي وٽن جو ٻه هي مشهور ٻيلو هو/آهي. ٻبر جي جهجهائيءَ سبب هي چراگاهه/ٻيلو پلڙي ۽ ٿاري جي ڪري سياري ۾ ٻاڪري مال جي بچاءُ جو وڏو ذريعو هو. جنهن سان نه صرف ڌنارن کي روزگار ملندو هو، پر ڪيترائي پاڳيا به هن چراگاهه جي آسري مال ڌاريو وينا هئا. اهي پاڳيا، جن جي گذر سفر جو وڏو وسيلو رڳو چوپايو مال هو. ان ڪان علاوه هي ٻيلو ٻارڻ توڙي گهر جي ڪاٺ، ڪونئر، لاڪ ۽ ماکي وغيره جون به ضرورتون پوريون ڪندو آهي. ڪيترائي ماڻهو مٿي ذڪر ڪيل شيون لاهيو، وڪڻيو گذر ڪندا هئا/آهن. هن ٻيلي ۽ چراگاهه کي پيلڻ جو ڪم ڪو پهريون پيرو ڪو نه ٿي رهيو آهي، اهو ڪم اڳ ۾ به ٿيندو هو پر ڪنهن حد حساب ۾، هاٺوڪي ڪار اڳي نه ڪنهن ڪئي، نه ڪنهن ٻڌي. هتي جا "خاص" ملازم اڳ ۾ به چالان ٿيندا رهيا آهن ۽ ايف آءِ آرز به ڪٽبيون رهيون آهن پر هن پيري ڪم گهڻو آهي. اڳي ٻبرن جي چانگ جي خرچي ٿيندي هئي، مال جي چارائي ونبي هئي، سنگت سات کي ٽرالي ڪاٺين جي مدد ۾ ڏبي هئي، وڻ چانگبا به هئا ته وڍبا به هئا، پر هاڻ وٽن کي پاڙ سميت وڍيو وجي ٿو ۽ وٽن جا لاهه به ڪڍيا پيا وجن. جنهن سبب انهن وڍيل وٽن جو وري ٿيڻ مشڪل ٿو لڳي. وٽن جي واڍيءَ خلاف ڪجهه مٿي ڦريل ماڻهن پاران هاءِ گهوڙا ڪرڻ سبب ۽ ڪڏهن ڪنهن غريب غربي ۽ خدا ترس آفيسر جي انڪوائري ڪرڻ سبب هاڻ ان جو حل اهو ڪڍيو ويو آهي، جو پهرين ٻيلي جي گهربل حصي کي باهه ڏئي ساڙيو وجي ٿو. باهه جي انڪوائريءَ ۾ ڪنهن راهگير، هاري يا ڌنار پاران ٻيڙي، سگريٽ چڪڻ کي سبب جاٺائي معاملو لئي مٿي ڪيو وجي ٿو ۽ پوءِ ساڙيل جهنگ وڍيو وجي ٿو. هتي جي ڪاٺ جي بيدردي ۽ ملي ڀڳت سان واڍي جو اندازو ان مان ڪري سگهجي ٿو ته چوٽياري جي بظاهر ننڍڙي شهر ۾ سرعام ڪاٺ جا اڌ ڊزن ڪان مٿي ڪاٽتا لڳل آهن، ۽ اهي ڪاٽتا هلائيندڙن ڪان ڪو به اهو پڇڻ وارو ڪونهي ته اهو ڪهڙو ڪاٺ آهي ۽ ڪٿان آيو؟ ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن شڪايت تي ٻاهران آيل پوليس ڪي، ان ڪاٺ بابت ديوين جو ڪاٺ چئي، مُٺ گرم ڪري، واپس ڪيو وجي ٿو.
هن چراگاهه ۾ مال چارڻ، ٻبر چانگڻ، گڏهه گاڏو پرڻ ۽ ٽريڪٽر ٽرالي پرڻ جا الڳ الڳ ريٽ مقرر ٿيل آهن. شايد ان جو حصو پٽي مٿي ٿائين وجي ٿو! نه ته اهو ڪيئن ممڪن آهي ته هن ٻيلي اندر ڪيترائي ڏينهن، ٽريڪٽر هلائي، غير قانوني نموني وڍيل ڪاٺ ٽرڪن ۽ ٽريڪٽر ٽرالين تي ڪٽڻ لاءِ روڊ ناهيو ويو (جيڪو اڄ به موجود آهي) پر ڪو به پڇا ڪرڻ وارو ناهي. هن ڪاٺ جي منتلي ۽ وڪري جي رقم نه رڳو ٻين ڪاتن جي "ننڍي وڏي" ڏانهن حصي پٽيءَ موجب وجي ٿي، بلڪ ان مان پوليس به پنهنجو حصو وٺي ٿي. ڪجهه ڏينهن اڳ ۾، عوامي شڪايتن تي پوليس انتظاميا پاران چوٽيارون ٿاڻي جو منتليون وٺڻ جي حوالي سان شهرت رکندڙ پوليس اهلڪار هٽائڻ بعد ان جي جاءِ، ان جو پٽي پائي وٺي چڪو آهي ۽ ڪم به "صاحبن" جي سختيءَ سبب ڪجهه وڌيڪ ريٽ تي جاري آهي. ساڳيو حساب ڪتاب ڪاٺ جي ڪاٽتي وارا ڏيو، مزي سان وينا آهن. روزانو صبح سوير، چوٽياريون-سانگهڙ روڊ تي سوين گڏهه گاڏا ۽ ٽريڪٽر ٽراليون، ڪاٺ سان ستيل گذرن ٿا، پر هرڪو حصو پٽي وٺيو، ماٺ ڪريو وينو آهي. جيڪڏهن ڪو ڪٽي پڇي به وٺي ٿو ته حصي پٽيءَ ۾

سـنڌي اڻ سـنڌي طرح ملوث بااثر ماڻهو پچندڙ کي ماڻهن جي بک، بيروزگاريءَ جو جواز ڄاڻائي ماٺ ڪرايو ڇڏين. اهو ڪو به نٿو ڏسي ته وڻن جي واڍيءَ سان جيڪڏهن ڪجھ سئو ماڻهن کي روزگار ملي رهيو آهي ته چراگاهه ۽ ٻيلي مان ته انهن ماڻهن جي مقابلي ۾ تمام گهٽي تعداد ۾ وڏيڪ ماڻهو، مال ۽ پکي پکڻ فائدو حاصـــل ڪري رهيا آهن! ڏنار ميووي پيل پاران هتي مال چارڻ، شـــڪارڻ ميوان پاران هتي کوهه ۾ خودڪشـــي ڪرڻ ۽ ڪن روايتن مطابق، پنهنجي اپاهج چاهيندڙ کي مارڻ سـبب هن چراگاهه/ٻيلي تي ميووا نالي پوڻ واريون روايتون ته عام آهن ئي آهن، پر هن علائقي کي اريگيشـن وارا ”ڪامل بئنڪ“ جي نالي سان سڃاڻندا آهن.

سانگهڙ ۽ پرپاسي جي شهرين ۽ هوٽلن کي ڪاٺ مهيا ڪندڙ هن مشهور ٻيلي ۽ چراگاهه ڏانهن جي ترت توجهه نه ڏني وئي ته ڪجھ عرصي ۾ اڻ سڌي ۽ غير محسوس طريقي سان بک ۽ بيروزگاريءَ ۾ اضافي سان گڏ چوپائي مال، پکي پکڻ، جهنگلي جيوت ۽ ماحول کي تمام وڏو نقصان رسندو، جنهن جو تدارڪ ڪرڻ شايد ڪنهن لاءِ اهڙو سولو ممڪن نه هجي. سيني واسطيدار سرڪاري ادارن، ملوث ماڻهن ۽ پوليس اهلڪارن کي گذارش ٿي ڪجي ته خدا جي واسطي، ڪجھ نه ڪجھ ته خيال ڪريو! ڪجھ ته رحم ڪريو! ڪجھ ته ٻين جو به ســـوچيو! ذاتي لالچ ۽ حرص ۾ ايترين ته اکيون بند نه ڪريو! نه ته ياد رکو ميووا کي چوٽياري ڊيم نهڻ ڪانپوءِ، خاص ڪري ان ڪري آفيســـر بچايو پئي هليا ته ڊيم جي ٽٽڻ تي گهٽ ۾ گهٽ ڊيم ٻڌڻ لاءِ ڪاٺ ته اتان ملندو، ۽ ڊيم ٽٽڻ جو خطرو ته اڄ به موجود آهي، پر ڪاٺ نه رهيو آهي.

(روزانه ڪاوش اربع 23 فيبروري 2011ع)

# مکيءَ جي جهنگلي جيوت ۽ ذاتي رکون

سنڌ ۾ جتي اڳي ئي انسانن سان گڏ جهنگلي ۽ آبي جيوت جو ساهه مُٺ ۾ آهي ۽ جتي سنڌن لاءِ ڌرتي ڏينهون ڏينهن سوڙهي ٿيندي پئي وڃي. اتي پير صاحب پاڳاري، هالا جي مخدوم صاحبن توڙي راڻي پور جي پير صاحبن ۽ ڪجھ ٻين ماڻهن جون، سنڌ جي ٻين علائقن وانگر مکيءَ ۾ قائم رکون، ڏيهي توڙي پرڏيهي پکين ۽ جهنگلي جانورن لاءِ به جياپي جو وڏو وسيلو آهن. جتي ڪين ٻين ٻيلن، ڪيٽين ۽ ذاتي رکن وانگر تحفظ ۽ افزائشِ نسل جو بهترين ۽ مثالي موقعو مليل آهي. اهي ذاتي شڪار گاهون جن کي مهاڙيون ۽ رکون سڏبو آهي. انهن ۾ نه صرف ڦاڙها ۽ تتر بچي سگهيا آهن. بلڪ اتي ٻين به ڪيترن ئي جانورن ۽ پکين کي به تحفظ حاصل ڪيو آهي. سنڌ جي ٻين پيرن، زميندارن ۽ ”وڏن ماڻهن“ وانگر پير صاحب پاڳاري جون به ڪيتريون ئي مهاڙيون آهن. جن ۾ سعيد آباد، چونڊڪو، ڪپرو، ڪيٽي پير پاڳارو، جوڳين واري پٽ (اڳوڻي ايم پي اي حاجي پير بخش جوڻيجي جي رک)، ڪنيرو، اسماعيل راڄڙ، ڪينهواري وغيره شامل آهن. ان کان علاوه خليفي علي غلام نظاماڻي جي زير سنڀال رهندڙ مکيءَ واري علائقي پکسري کان مٿي واري ڪٽ، جيڪا پوءِ درويش صفت خليفي محترم سومر فقير مهر ۽ سائين محمد اسماعيل فقير مهر جي سنڀال هيٺ رهي، اها رک ڦاڙهي جي جُوجي حوالي سان مثالي هئي پر چوٽياري ڊيم جهنگلي جيوت جي ٻين ڪيترن ئي نڪاڻن کي تباهه ڪرڻ سان گڏ ان ڪٽ ۽ آجي جي دڙي واري رک کي به ٻوڙي تباهه ڪري ڇڏيو آهي.

پير صاحب جي مهاڙين ۾ ٻين جي ڀيٽ ۾ فرق هي آهي تہ ٻي پاسي جانورن ۽ پکين کي ايترو تحفظ نٿو ملي نہ ئي ۽ انهن جو اوترو خيال رکيو ويجي ٿو. ٻين جي مهاڙين ۾ جهنڊيا، ڏنڊي جي زور تي تہ ڪٿي ياري دوستي ۾ جهنگلي جيوت تي هٿ صاف ڪري ويندا آهن. پير صاحب جي مهاڙين ۾ جي اهو ڪم ٿيندو بہ هوندو تہ تمام گهٽ ۽ گهڻي رازداري ۽ لڪ چوري ۾. ڪنهن کي جرئت ناهي تہ ڪو ديناڊستي اتي وڃي بندوق سڌي ڪري. پير صاحب جي رکن ۾ ڪنهن ٻئي کي شڪار جي اجازت ناهي هوندي ۽ پير صاحب کي تائم نہ ملڻ سبب، اهي رکون سالن کان بندوقن جي ٺڪائن کان محفوظ رهنديون آهن. جانور ۽ پکي ڪائي پي، مثالي حد تائين سگها ٿي ويندا آهن. جيئن اوڊ واري علائقي ۾ خليفي وريام فقير خاصخيلي ۽ فقير نورحسن ورياماڻي جي محنتن سان تترن واري رک ( سنپالينڊڙ الله بخش جوڻيجو) ۾ تتر ڪائي پي هلڻ کان بہ هلاڪ ٿي ويا آهن. شايد ڪو هن ڳالهہ کي وڏاءُ سمجهي پر هي حقيقت آهي اوڊ ۾ تتر ايترا تہ وڌي ويا آهن /هئا ۽ ماڻهن سان هري مري ويا آهن جو هو گهرن ۾ ڪڪڙن وانگر پيا گهمندا آهن. تترن واريون هي رکون ناري تي ڪرنل موري کان اوڊ موري ۽ اتان چوٽياري ڊئم کان زيرو پوائنٽ تائين پکڙيل آهن. البتہ سال 2011ع وارين برساتي ٻوڏن انهن تترن کي بہ ڪافي نقصان پهچايو آهي. ساڳيو حال ڦاڙهن جو بہ آهي. ڦاڙهن کي بہ جي ڪٿي وڌ کان وڌ تحفظ آهي تہ اهو بہ خليفي وريام فقير خاصخيلي جي ناري کان اپرندي، اوڊ موريءَ کان مٿي واري رک ۾ مليل آهي.(سنپالينڊڙ نواب ڀهڻ ۽ ڪنڊو ڳاهو) ڦاڙهن واري رک مخدوم آف هالا جن جي بہ آهي. جيڪا ناري کان اپرندي اوڊ موري کان اوپر ڏکڻ ڊيم سان لڳو لڳ آهي.(سنپالينڊڙ رکيو انڙ) ڦاڙهن جي نسل جي واڌ ويجهہ انهن کي مليل تحفظ سبب ئي ٿي رهي آهي. اها ٻئي ڳالهہ آ تہ ان پناهہ گاهہ کان ٻاهر نڪرڻ تي ڪي ڦاڙها "پنهنجن" ۽ "پراون" شڪارين جي ور چڙهي وڃن ٿا، جن مان ڪي ظاهر ٿيو پون تہ ڪن جي ٻڙڪ بہ ٻاهر ناهي نڪرندي. پير صاحب جي مريدن جا ڪي اهڙا ڳوٺ بہ آهن جتي پکي پيراڻا ڪرڻ سبب، سک جو ساهہ کڻي رهيا آهن. جيئن تعلقي سنجهوري ۾ پروفيسر مبين وساڻ جي ڳوٺ ڪانڊيرو وساڻ ۾ مور پيراڻا ٿيڻ ڪري آزادي سان گهمندا وتندا آهن. پر مار پوي پيسٽيسائڊ تي جنهن ڪري هو ٻنين ۾ چڳڻ بعد ڪڏهن ڪڏهن موت جي منهن ۾ هليا ويندا آهن. پير صاحب جي شڪار جي حوالي سان جيڪڏهن ڪنهن ٻرهوڻ جي پاٽوجي عالم لوڏائي، ڪانڊيري وساڻ جي سوائي وساڻ،تڙ واري شڪار جي خفتين پرچي ڏنو شڪاري، مصري ماڇي، پناڻ ماڇي کان، احوال ۽ خبرون ٻڌيون هونديون تہ ان کي شڪار جي مووي بہ مزو نہ ڏيندي. اهڙن مثالن جهڙا ٻيا بہ ڪيترائي آهن.

هينئر جڏهن هر ڪنهن جي هٿ ۾ بندوق آهي ۽ ڪو بہ جهلڻ پلڻ وارو ناهي شڪار ڪاتي جا ملازم هٿين خالي ۽ پيادل هجڻ سبب سجن چور شڪارين توڙي گاڏين ۽ بندوقن وارن با اثر شڪارين کي کجهہ بہ نتا ڪري سگهن وٽن جي واڌي عروج تي پهچڻ ۽ ختم ٿيندڙ ٻيلن ڪري بي زبان پکي ۽ جانور بي گهر ۽ در بدر ٿي نسل ۽ وجود وڃائي رهيا آهن. ان وقت پرائيوٽ ۽ ذاتي رکون ئي انهن بي زبانن جي آخري اميد ۽ سهارو آهن. باقي گورنمنٽ ۽ اين جي اوز جي آسري رهيا سين تہ پينگ ٿي وينديء. ٻين وڏن ماڻهن کي بہ گهرجي تہ اهي پير پاڳاري، ملڪ اسد سڪندر صاحب، خيرپور جي هز هائينس مير صاحب توڙي گهوٽڪي جي مهر سردارن وانگر رکون رکن تہ قدرت جي ڏنل هن سونهن ۽ انساني بقا لاءِ بنيادي حيثيت رکندڙ جهنگلي جيوت کي بچائي،وڌائي ۽ ڪمائي بہ سگهجي ٿو.

ان مان صاف ظاهر آهي تہ پکين ۽ جانورن کي ذاتي رکن ۾ ئي پناهہ ۽ تحفظ ملي سگهي ٿو. حڪومت ماڻهن وانگر پکين ۽ جانورن جي تحفظ ۾ بہ مڪمل طرح ناڪام رهي آهي. حڪومت کي گهرجي تہ مختلف علائقا مختلف ماڻهن کي ڏئي اتي پرائيويٽ رکون رکڻ لاءِ ڪي اپاءُ وٺي تہ جيئن عام ماڻهو جيڪي ڪوڙڪي، بندوق، ائير گن، چار ۽ پکين کي ٻولائي ۽ لڪ چوري ۾ جهنگلي جيوت جو جيڪو ٻيڙو ٻوڙي رهيا آهن انهن کي سيڪت ڏيئي، بي زبانن کي بچائي سگهجي. انهي ڪم لاءِ قائم ڪيل حڪومتي ادارا فوري طور ختم ڪري، ٽيڪس ذريعي جمع ڪيل ناڻي کي اجايو زيان ٿيڻ کان بچايو وڃي.

ڪي سياح، مختلف سبجيڪٽس جا شاگرد، ليکڪ ۽ محقق، علائقي ۾ جتي ٻين هٿ جي هُنرن وسيلي ٺهندڙ شين لاءِ تجسس رکندا آهن، اُتي اُهي ڪنهن بہ علائقي ۾ مقامي وڻن، گاهن ۽ ٻوٽن مان ٺهندڙ شين ۾ بہ دلچسپي رکندا آهن. جن جي دلچسپي لاءِ اهڙي ڪجهہ ڄاڻ هِت ڏجي ٿي.

**هن علائقي جا مقامي وڻ:** هتي ٿيندڙ وڻن ۾ ٻٻر، جاگري ٻير، ڪبڙ، ڪنڊي، ڪرڙ، لئي، ٽالهي ۽ ٻَهڻ شامل آهن. جن مان ڪافي وڻ تہ تمام گهٽو گهٽجي يا ماڳهين ختم ٿيڻ تي آهن.

**گاهہ ٻوٽا:** هن علائقي ۾ 150 ڪان مٿي مختلف قسم جا گاهہ ۽ ٻوٽا بہ ريڪارڊ ڪيا ويا، جن ڪي جتي وڏيل پاٽي ۽ سِم سبب وڏو نقصان پهتو آهي، اُتي وڻن جي غير قانوني واڍي بہ ڪيترائي قسم جڻ تہ ختم ڪري ڇڏيا آهن.

شروع ۾ جڏهن زندگي جي هٿان سادگي پاڻ نہ ڇڏايو هو، ان وقت انسان ڪيترن ئي حوالن سان ٻين جي ڪاڻ ڪيڻ ڪان آجو هوندو هو. ڪيتريون ئي ضرورت جون شيون هو آس پاس ملندڙ مقامي وڻن، ٻوٽن ۽ گاهن مان ناهي، سُکي ۽ سڪون واري زندگيءَ گذاريندو هو. ٻي دنيا وانگر هن علائقي جا ماڻهو بہ پنهنجي زندگي ائين ئي گذاريندا هئا. آڳاٽي مَڪيءَ ۾ ڏوگريون، نئون ڪوٽ، بقار ۽ چوٽياريون وغيره ڪان وٺي، منڊ جمڙائو تائين، مختلف وڻ ۽ ٻوٽا هوندا هئا، جن ۾ آسري لئو، ڪنڊي، ڪرڙ، ٻبر، نم، ٽالهي، باهڻ/ٻهڻ، ڪبڙ، ٻاؤر، ڦوڳ، سَر، پَن، سچي پَن، ڪوڙي پن، توت ۽ اڪ وغيره جا تمام گهڻا ون هوندا هئا. جن مان ڪجهہ وڻ ۽ ٻوٽا هتي جي ماڻهن لاءِ تہ زندگي گذارڻ توڙي چوپائي مال لاءِ بي حد ڪارائتا هئا. جن مان مختلف شيون ناهڻ ڪان علاوه، علاج جو ڪم بہ ورتو ويندو هو. انهن مان ڪن جو ذڪر هت ڪجي ٿو:

**نِم:** نم مان جتي ماڻهو گهرن جون در، دريون، چوڳاٺ، ڇت جون پَٽيون ناهيندا هئا، اتي نم جا پن ۽ نموريون مختلف وقتن تي، مختلف بيمارين جي علاج طور بہ ڪم آڻيندا هئا تہ ٻڪرين جي چاري طور بہ اهي شيون ڪم اينديون هيون. نم جي پنن ۽ نمورين مان عورتون مٿو ڌوئڻ لاءِ مقامي گهريلو 'شيمپو' بہ ناهينديون هيون.

**ٻبر:** ٻبر مان ڪٽون، دروازا، ڪوئلو، ڏوٽيون، گهرن لاءِ آڏون ناهبيون هيون. ٽاري، پلڙو ۽ پَن وغيره ٻڪرين جي ڪم ايندا هئا. جڏهن تہ ٻبرن جي ٻُوري، مينهن لاءِ بہ ڪم ايندي هئي، لاک ۽ ڪونئر وڪڻڻ توڙي ذاتي استعمال لاءِ ڪم ايندا هئا.ائين ٻبر هن علائقي جي ماڻهن لاءِ تمام اهم ۽ ڪارائتو وڻ هو.

**ٽالهي:** ٽالهي فرنيچر لاءِ سٺي هجڻ ڪري وڪرو ٿيندي هئي. جنهن مان ڪرسيون، الماريون ۽ صوفا وغيره ٺهندا هئا. جڏهن تہ مَڪي جا ماڻهو ٽالهي جي ڇانو ڪي بهترين وقت گذارڻ لاءِ بہ استعمال ڪندا هئا.

**باھڻ**: باھڻ/بھڻ جي ڪاني گھٽ وزن ھجڻ ڪري، گھر جي ڇتين ۽ ڇپر ۾ خاص طور استعمال ٿيندي ھئي، ڇو جو ھي ڪاني جتي مضبوط ھجي ٿي، اتي ھن کي اڏوھي بہ نٿي لڳي ۽ ھي ڪاني ٽوٽي طور بہ استعمال ٿئي ٿي. ڇوندا آھن تہ ھيٺ باھڻ، مٿي پاڻ معنيٰ پٽر.

**ڪنڊي**: ڪنڊي جي ڪاني مضبوط ھجڻ ڪري، گھرن ۾ مختلف ڪمن ۾ استعمال ٿيڻ کان علاوه ڪوئلي ناھڻ ۽ ٽوٽين طور بہ استعمال ٿيندي ھئي. ھن جا سڱر ۽ ڪوڪا ماڻھن توڙي مال ۽ پکي پکڻ لاءِ، پاڇي کان علاوه سائي ۽ سُڪل ميوي جو بہ ڪم ڏيندا ھئا. ڪنڊي جي ٿُڙ جي وچ واري ڪاري ڪاني، جنھن کي ڪِرسي سڏبو آھي، ان کي چوپائي مال جي ڇڙن/ڇڙين ۾ لار طور استعمال ڪبو ھو. ڪنڊي جا پَن ٻڪرين جي جياپي جو بھترين ذريعو ھئا/آھن. ڪنڊي جي ٽاري مان گھر ٻاھريان، حفاظت لاءِ ڏنل لوڙھي جي وچ ۾، اچ وڃ لاءِ رکيل گھٽ کي بند ڪبو آھي، جنھن کي 'ڪڙھ' چئبو آھي. ڇو جو ان ۾ وڏا ۽ سنھا ڪنڊا ناھن ھوندا. ان کان علاوه ھن مان ڪٽڪ ڳاھڻ لاءِ فرشو بہ ناھبو ھو.

**ٻائر**: بظاھر ٻير جھڙو، پر ٻوڙي جي شڪل ۾ ۽ سنھين ڪانين جھڙي ٻائر، گھر جي ڇپر، ڏڱڻ جو پائٽو (ھڪلڻ لاءِ لڪڻ) ۽ ٻارڻ وغيره جي ڪم ايندو آھي. ھن جي ڪاني ٿلھي ناھي ٿيندي ۽ ٽاڪڙ بجاءِ، ڏاڍي ۽ مضبوط ھوندي بہ جيڏانھن ورائبي آھي، اوڏانھن ورندي آھي. ٻائر جي ڪاني موھارن جي ڪانين، ننڍن ٻارن جي پينگھن، ڪير ولوڻ جي مانڌاٽين ۽ جھيرٽا ناھڻ لاءِ بہ ڪم ايندي آھي. جڏھن ڪنڊي سڱر جھلي، پيرون پچن تہ ان وقت ٻائر ڪونئر جھليندو آھي، جنھن جو چيلھہ جي سور ۽ مرداني قوت جي علاج لاءِ ڍُڪ ڏبو آھي. ٻائر ٻڪري، رڍ، ھرڻ، سھو ۽ ڦاڙھو بہ ڪائيندا آھن. ٻائر ۾ ٻير وانگر پلڙا بہ ٿين ٿا. ٻائر جو پلڙو تيار ٿيڻ جو مطلب آرھڙ شروع ٿيڻ ھوندو آھي. ٻارن جا پاسا لڳڻ تي ٻائر جا ڪنڊا ھجڻ ڪري، پيڻ جي ڏوڏي سان گڏي، پاٽي ۾ ڪاڙھي، علاج طور پياربا آھن. ٻائر ۾ ڪنڊا ھجڻ ڪري ڳيرو ۽ ھيڙھو، ھن ۾ آکيرا بہ ناھيندا آھن. سھا ڦاسائڻ لاءِ ھن جي ڪاني مان 'ڦڙتي' ٺھندي آھي، جنھن سان جتي اُن ۾ سَھو ڦاسي پوي ٿو، اتي ڦاٿل سھي کي ڪنڊن جي ڪري، گدڙ وغيره کائي بہ نٿو سگھي. ٻائر مَکيءَ جي ماڻھن لاءِ تمام گھڻو ڪارائتو ۽ اھم وڻ ھو، جنھن کي جتي وڏندڙ آبادي جي ڪري نقصان پھتو ۽ اھو گھڻو گھٽيو ، اتي ديم جي وڏيل سم سبب بہ ھن کي وڏو نقصان پھتو آھي.

**ڪبڙ**: ڪبڙ مان گھر ناھڻ لاءِ ڪانيون، جنھن کي ٽوٽيون چئبو آھي، ڏنڊڻ، قبر مٿان ڏيڻ لاءِ ڪانيون جنھن کي 'ڏڪ' چئبو آھي، سي بہ ناھبيون آھن/ھيون تہ ھن مان ڪولھي ذات جا ماڻھو، شڪار ڪرڻ لاءِ گز ڪمان، جي شڪل جو ھڪ اوزار 'ڪاتر' بہ ناھيندا ھئا.

**ڪجي**: ڪجي مان گھر ٻھارڻ لاءِ ٻھاري، ماني رکڻ لاءِ دٻڪيون يا ڇبيون، نماز لاءِ مصلا، ٽوپيون، ڪتون واٽڻ لاءِ واڻ، ھوا ھٽڻ لاءِ ونجڻا، پيرن لاءِ جُتي، گھر جي ڇت، سامان رکڻ لاءِ ڪارا، مھارين جون ڪانيون وغيره بہ ناھبيون آھن. ڪجي جي ڪڪڙي مان تسبيون ۽ ڪڪڙين مان ڏند صاف ڪرڻ لاءِ پائوڊر بہ ناھبو آھي. ان ڪري ھن علائقي ۾ ڪجي جي بہ تمام گھڻي اھميت رھي آھي.

**لئي:** هتي لئي ٻين وٽن کان وڌيڪ هئي، جيڪا ٽن قسمن جي ٺيندي هئي/آهي، هڪ آسري لئو، ٻي عام چاٽرو هٽندڙ کاري جي لئي ۽ ٽئين مٺي جي لاکڙ يا مور. لاکڙ لئي ٺوري وڏي گندين ۽ گهرن جي ڇتر لاءِ استعمال ڪبي آهي، منها بہ انهن سان ناهبا هئا. لئي مان کارا، گهرن جون پَٽيون، مهارن جون ڪائيون، هٿ جي لٺ، ڪير ولوڙڻ لاءِ جهيرٽا، لاٽون، کهاڙين، ڪوڏرن ۽ ڏاٽن جا ڳن وغيره ناهيا ويندا آهن.

**اڪ:** اڳي اڪ مان مڇي مارڻ جا ڄار بہ ناهبا هئا، تہ ان جي ڪير مان مختلف بيمارين جو علاج بہ ڪبو هو.

**پَن:** پَن مان تونئريون، تڏا، مصلا، ٽوپيون، گهرن جون پَتيون، نکون ۽ پکا وغيره ناهيا ويندا آهن.

**ڊَرڀ:** ڊَرڀ جتي مال جو چارو آهي، اُتي ڊرڀ مان ٻوهارين ۽ نوڙي جا رسا بہ ناهبا هئا. ان کان علاوه ڇت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ، گاري کان اڳ ڊرڀ وڇايا ويندا آهن.

**سَر ۽ ڪانا:** سَرن ۽ ڪانن مان گهرن جون پَتيون/پٽيون، چٽيون، پکا، ڇڄ، رانديڪا، درن جي پردن لاءِ پکا/چِڪون، اَن جون ڪريون، واڻ، ويهڻ لاءِ موڙا، ڪرسيون، ٽيبلون ۽ گهر جي استعمال جون ٻيون مختلف شيون ۽ شو پيس وغيره ناهبا آهن/هئا.

**ٻير، ليسوڙي ۽ ٽالهي جي ڪاٺي:** ٻير، ليسوڙي ۽ ٽالهي جي ڪاٺي مان مانڌاٽيون، کٽن جا پاڳا، کٽن جون ايسون ۽ اوپرا وغيره بہ ناهبا هئا. ان کان علاوه مختلف وڻن جي ڪاٺ مان وارن جون ڦڻيون بہ ناهبيون هيون. هڪ ڪلو پاڻي ۾، بہ ڪلو ليسوڙا ۽ ٻہ ڪلو کنڊ ملائي، شيشي جي برنين ۾ ٿي ڏينهن اُس ۾ رکبا هئا. پوءِ اهي ليسوڙا هٿ سان مهٽي، نپوڙي شربت ناهبي هئي. ڪتل وارو ذائقو ڏيندڙ اها شربت، گرمي جو بهترين علاج هوندي هئي. باقي ٻچيل گيدوڙا، ٻارن جي ڪائڻ ۾ ڪم ايندا هئا/آهن.

**لاٽي:** لاٽي مان اڳي ڪار ناهبو هو، جيڪو ڪپڙن ڌوئڻ جي ڪم ايندو هو.

**سرنهن ۽ ٽوريو:** سرنهن ۽ ٽورئي مان، گهاڻي ذريعي تيل ڪڍيو ويندو هو، جيڪو رڌ پچاءَ، آچار/سانڌاڻي، وارن کي لڳائڻ توڙي مال کي ڏُک ڏيڻ جي بہ ڪتب ايندو هو.

**ڪٽڪ:** ڪٽڪ جي تيلن/ڪاهين مان جتي دٻڪيون، نانگ رکڻ لاءِ کارا وغيره ناهبا هئا، اُتي، مختلف فقير فُقرا ذاتيون، ان مان مختلف قسمن جون شيون وغيره ناهي، وڪڻي، گذر سفر ڪنديون هيون.

**ڪمند:** اڳي کنڊ جو رواج نہ برابر هو، کنڊ جي پورائي لاءِ ڪمند مان ڳڙ ۽ مُستي ناهي ويندي هئي.

## مقامي طرح جانورن جي وارن ۽ هڏن مان ٺهندڙ شيون

ڳوناٺي زندگي ۾ جتي جانور کاڌ خوراڪ، ٻارڻ ۽ پاڻ وغيره جو اهم ذريعو هوندا آهن، اُتي جانور وڪڻي گذر سفر بہ ڪبو آهي. پر ساڳئي وقت جانور جي کل کان ويندي وارن ۽ هڏن مان بہ مختلف ڪارائتيون شيون ناهبيون آهن. جيڪي نہ صرف پنهنجي خوبصورتي جي

حوالي سان اهم هونديون آهن، بلڪ تمام گھڻيون پائيدار بہ هونديون آهن. انهن مان ڪن جو ذڪر هت ڪجي ٿو.

**ڏاس:** ٻڪرين جي وارن کي ڏاس سڏبو آهي، جنهن مان فراسيون، ٻورا، ڪڙيا، ڪاهي، اوڍڻ، ڪتا ۽ رسا وغيره ٺاهبا هئا. جڏهن تہ ٻڪري جي کل مان سانداريون، مصليٰ ۽ جوتا وغيره بہ ٺاهبا هئا.

**اُن:** رڍ جي وارن کي اُن سڏبو آهي، جنهن مان ڪٽا، لويون، ڪارپيٽ/غاليچا ٺاهبا هئا، اُن کان علاوه اُن سُوڙهہ ۾ بہ وجهبي آهي، جنهن سان سُوڙهہ تمام گھڻي گرم رهندي هئي.

**گھوڙن جي ٻُر:** گھوڙي جي پڇ ۽ ڳچي جا وار، جنهن کي ٻُر چئبو آهي، ان مان ٻارن جو هڪ رانديڪو جنهن کي 'ڏيڏر' چئبو آهي، سي بہ ٺاهبا هئا. گھوڙي جي پڇ جي وارن مان پاڻي جي پکي کي ڦاسائڻ لاءِ لَڪ بہ ٺاهيندا هئا/آهن، تہ گھوڙي جي پُڇ جا وار ناريلي ۽ ٻين سازن ۾ بہ ڪم ايندا هئا.

**ڦاڙهي جي کل مان:** ڦاڙهي جي کل مان بہ مصليٰ وغيره ٺاهبا هئا. ڦاڙهي جو سنڱ گردي جي سور لاءِ هڪ ٽڪ آهي. ڪنهن ٺڪر جي ٿانو ۾ پاڻي هٽي، ان مٿان سنڱ کي پنج منٽ زور سان گسائي، اهو آگر سان چٽي چڏڻ سان سور عارضي طور تہ لازمي ڇڏي ويندو آهي. سنڱ مان مردن جي ڪمزوري جا ڪيپسول بہ ٺاهبا آهن تہ ان سان نزلي ۽ زڪام جو علاج بہ ڪبو آهي.

**هڏا:** مختلف جانورن جي هڏن مان جتي چڙن جون لارون ٺاهبيون هيون، اُتي انهن مان ٻَنين کي واس بہ ڏبو هو ۽ هڏا تعويزن ۾ بہ ڪم ايندا آهن.

# مڪيءِ جي قدرتي پيداوار 'پَن' ۽ ان جا استعمال

قدرت ڪا بہ شئي بغير ڪنهن مقصد جي ناهي خلقي. بظاهر ننڍي کان ننڍڙي نظر ايندڙ شئي بہ ڪنهن نہ ڪنهن وڏي ڪم جي پورائي جو ذريعو يا قدرت جو ڪو نہ ڪو پيغام ڪنيو ايندي آهي. ڪجھہ شيون اهڙيون بہ هونديون آهن. جيڪي انسانن حيوانن ٻنهي لاءِ ڪيترين ئي خصوصيتن جون حامل هونديون آهن. اهڙين ئي شين ۾ هڪ تمام اهم شئي، ڪڏن ڪوٻن، ڍنڍن ڍورن، واهن، شاخن ۽ واٽرن جي ڪناري عام جام ٿيندڙ "پن" بہ آهي. جنهن کي انگريزي ۾ Typha چئبو آهي. سانگھڙ ضلعو ٻين ڪيترن ئي شين جي پيدوار ۾ پاڻ پرو هجڻ سان گڏ، پَن جي پيداوار ۾ بہ تمام گھڻو اڳتي آهي. سانگھڙ ۾ پَن مڪيءَ جي مختلف ڍنڍن ۾ ٿئي ٿي، جنهن مان مختلف شيون ٺاهي ڪيترائي ماڻهو سڌي ۽ اڻ سڌي طرح روزگار حاصل ڪن ٿا. روايتي طور تي پن انسانن لاءِ تمام اهميت جي حامل آهي. پن ٻن قسمن جي ٿيندي آهي هڪ سچي ۽ ٻي ڪوڙي. سچي پن جو پن يا تيلو ٻن آڱرين جي ويڪر جيترو ويڪرو ۽ ڪوڙي پن جو تيلو آڱر کان ڪجھہ سنهون ٿيندو آهي. مزي جي ڳالهہ تہ ڪوڙي پن وڌيڪ ڪار آمد ٿئي ۽ ان مان ٺهيل توريون ۽ تڏا وڌيڪ خوبصورت هجن ٿا. پن مان روزمرهہ جون ڪيتريون ئي شيون ٺهن ٿيون. پن نہ صرف گھريلو استعمال جي شين ٺاهڻ ۾ ڪم اچي ٿي بلڪ هن مان گھر بہ ٺهن ٿا. اوطاقن جي اڳڻ ۾ پن مان قالين جو ڪم ونڻ کان علاوه سياري ۾ پاڻي گھٽ هجڻ ڪري چٽڪار نہ ٿيڻ سبب، پن مان روڊن رستن واهن ۽ شاخن جي پٽڙين تي ڪارپيٽ جو ڪم بہ ونبو هو. ڪنهن دل گھرئي جي اچڻ ڪا جنهن پير، مير، امير، امرا جي اچڻ وقت توڙي شادي مرادي ۾ بہ پن روڊن رستن تي وڇائي

جتي رستي جي ڪڏن ڪوبن ڪي گهٽتائبو ۽ پربو هو/آهي اتي اڏامندڙ مٽي , ددڙ ۽ ڏوڙ ڪان بہ بچبو ۽ بچائبو هو. ڪٽي ڪٽي پن ڪي سرون پچائڻ دوران بنن ۾ ٻارڻ طور بہ استعمال ڪبو آهي. پوسل ۽ سم وا رين جايين تي تنورن ۽ رلين ڪي پسڻ ۽ آلو ٿيڻ ڪان بچائڻ لاءِ بہ هيٺ پن وڇائبي هئي اهڙي طرح پن مان تڏا تونرون ۽ نماز پڙهڻ لاءِ مصلن, ڪان علاوه مسجد جون نڪون نهڻ ڪان علاوه ڇبيون يا دبڪيون, گهر جي پتين جي جاءِ تي پٽيون يا ٿوها, ڇت جي جاءِ تي تڏا بہ ٺاهيا ويندا آهن.پن وارين انهن ڇتين جي هڪ خاصيت اها بہ هوندي آهي جو انهن ۾ برسات جو پاڻي اندر نہ اچڻ برابر ايندو آهي. اهڙيون ڇتيون ڪرڻ جي صورت ۾ بہ گهٽ وزندار هجڻ ڪري گهٽ نقصانڪار هونديون آهن. انهن ڇتن ڪي ٻڌڻ لاءِ پن ڪي وٽي رسن واروڪم بہ ورتو ويندو آهي. اهي رسا گڏا ٻڌڻ جي بہ ڪم اچن ٿا. چور بہ ٻي ڪا مناسب جاءِ نہ ڏسي, چوري جو مال پن ۾ لڪايو ڇڏين تہ پن ڪي رسي طور استعمال ڪندي مال مان ٻڌين. پن ۾ پيرو ڪٽڻ تمام ڏکيو هوندو آهي پر ماهر پيري پن وارو پيرو بہ ڪنيو وڃن. پن جي پڪل سٽي جنهن ڪي دونهارو سڏجي ان مان وهاڻا بہ پربا آهن. اهو سٽو جيستائين سٽي دونهاري ۾ قابو هوندو آهي اوستائين بظاهر ٻاجهري جي سنگ جهڙو نظر ايندو آهي پر سنگ ڪان الڳ ٿيڻ يا ڪلڻ بعد اهو تمام گهڻو ڪلي ۽ وڏي ويندو آهي جيڪو ڏاڍو نرم بہ هوندو آهي. ان ڪري پن جي سٽي مان پريل وهاڻا ڏاڍا نرم ٿيندا آهن. غريب غربي لاءِ اهي سٽا ڏاڍا ڪم جا هوندا آهن. اڳي جڏهن اجان ڪپهہ ايتري عام نہ هئي تڏهن اهي سٽا اجان بہ وڏيڪ اهميت جا حامل هئا. ڇتن لاءِ پڪا عموما سرن جي ڪانن مان ٺاهبا آهن پر جي ڇت وڏيڪ خوبصورت ٺاهبي آهي تہ سر جي ڪانن بجاءِ پن جا ڪانا استعمال ڪبا آهن. اهي سر جي ڪانن ڪان وڏيڪ سنها هجڻ ڪري وڏيڪ خوبصورتي پيدا ڪندڙ هوندا آهن. ساڳي طرح گهر جي دروازي تي پردي لاءِ استعمال ٿيندڙ چڪون بہ سرن جي ڪانن مان ٺاهبيون آهن. پر وڏيڪ خوبصورت چِڪون پن جي ڪانن واريون هونديون آهن. جيڪي وڏيڪ مهانگيون بہ هونديون آهن. پن جا اهي نرم نازڪ ڪانا ڪلفين ۽ جنهور جي ڏنڊين طور بہ استعمال ٿيندا آهن. ڪيترين ئي فقير فقرا ذاتيون انهن پن جي ڍنڍين ڪي ٻارن جي ڪيترن ئي رانديڪن ۾ ڳن طور استعمال ڪنديون آهن. پن مان گتو ٺاهڻ وغيره جو ڪم تہ انسانن تمام گهڻو پوءِ شروع ڪيو پر ان ڪان گهڻو اڳ پن جي پاڙ واري اڇي رنگ گونچ ڪي لڙي يا دريائي پاڻي ۾ ڪجهہ دير هلائي, پاڻي ڪي پندرهن ويہ منٽ ڪان اڌ ڪلاڪ اندر ڦٽڪي واروڪم بہ ورتو ويندو هو. ۽ جيڪو اڄ بہ ڪٽي ڪٽي ورتو وڃي ٿو. پن جي تازي ڪچي ڦٽل پاڙ جنهن ڪي چوپٽي سڏجي ان ڪي ماٺهو ڪائيندا بہ آهن. پن جي پاڙ ڪي ملاح ٻبڙ سڏين. جتي پن مينهن ڍڳين جو بک ۾ پيٽ پري ٿي اتي انهن ۾ ريح جي بيماري بہ پکيڙي ٿي. جنهن جو سبب پن ڪي چنڙيل سنها جيت هجن ٿا جن ڪي مهلو چئبو آهي ان ڪان علاوه ڪچي پن ڪي ڦاڙها بہ ڪائين ٿا. پن جي پاڙ سوئر جي من پسند غذا بہ آهي. گاهہ ڪائيندڙ مڇيون جهڙو ڪر ڪرڙا, موراڪا, وغيره بہ اڪثر پن جي پاڙ ۾ رهڻ ڪي ئي ترجيح ڏيندا آهن. مجبوري ۾ هو اچڙ ۾ بہ رهن ۽ هلن پر اوليت پن ڪي ئي ڏين. پن وڏي پاڻي ۾ بہ ٿئي تہ ننڍي پاڻي ۾ بہ. وڏي پاڻي جو مڇيون تہ پاڻي جي اونهائي سبب گرمي سردي ۾ گذارو ڪيو وڃن, پر ننڍي پاڻي ۾ پن, مڇين ۽ ٻي آبي مخلوق جو سهارو هجي ٿي. ننڍي پاڻي ۾ مڇيون ۽ ٻي آبي مخلوق گهڻو ڪري پن هيٺيان ئي پناهہ وٺنديون آهن. ڍنڍن ڍورن ڪان علاوه خشڪ ۽ پوسل ۽ سم واري زمين ۾ بہ پن ٿئي ٿي جتي هن ڪاري نانگ ۽ ڪجهہ ٻين نانگن جي رهڻ جي پسنديده جاءِ هجي ٿي. پن ۾ ننڍڙو پکي "روڏو" يا "پن ڪتو" اهڙا تہ خوبصورت ۽ پائيدار آکيرا ٺاهيندو آهي جو ڏسي عقل دنگ رهجيو وڃي. روڏو اهي آکيرا گهڻو ڪري پن جي ٻاهرين تندن مان ٺاهيندو آهي.

پن گهڻو ڪري واريا سي سم واري زمين ۾ ٿيندي آهي. آباد گارن لاءِ پن جو ٿيڻ زمين جي خراب ٿيڻ برابر هوندو آهي. پن واري زمين مان پن جي پاڙ ڪيڻ ۽ پن ختم ڪرڻ آبادگارن لاءِ جڻ تہ مٽي جو سور هوندو آهي. سال ۾ هڪ دفعو جڏهن پن پچي ويندي آهي تہ ڏنار ان ڪي باهہ ڏئي ساڙيندا آهن. جنهن ڪان پوءِ ان مان نئين پن ڦٽندي اهي جيڪا مال جي چاري طور استعمال ٿيندي آهي. باهہ ڏيڻ جو اهو سلسلو سياري جي چاليهي ڪان پوءِ, پاڻي جي وارابندين ۾, وارابندين دوران سم گهٽجڻ بعد شروع ٿيندو آهي.

دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ پن کي گندي پاڻي جي تلائن ۾ پوکي، پاڻي صاف ڪرڻ جو ڪم ورتو ويندو آهي. اهو سلسلو افسوس جو پاڪستان ۾ شعوري طور گهٽ ئي رائج رهيو آهي. تازو ماحول جي بچاءَ لاءِ ڪم ڪندڙ هڪ بين الاقوامي تنظيم (ڊبليو ڊبليو ايف) سنڌ ۾ پهريون سڪرنڊ جي ڳوٺ مجيد ڪيريو، سانگهڙ جي ڳوٺ فتح محمد آرائين ۾ گورنمنٽ بوائز ڪاليج سانگهڙ ۾ گندي پاڻي کي صاف ڪرڻ جا هود Constructed Wetland ناهي، انهن ۾ پن، نڙ ۽ عقيق پوکي، گندي پاڻي کي پن وسيلي صاف ڪرڻ جو پهريون پيرو تجربو ڪيو آهي. اها بي ڳالهه آهي ته اسان جي واٽرسپلاءِ جي تلائن توڙي پاڻي پيئڻ جي ڍنڍن ڍورن ۾ واٽرن ۾ شاخن جي ڪپن تي هوئڻ ئي خيرن سان پن پاڻهي پاڻهي، انهن ادارن جي بظاهر نااهلي ڪري ٿيو پوي جيڪو قدرتي طرح پاڻي صاف ڪرڻ جو پوءِ ذريعو ٿيو پوي. پر اسان شايد پن جي ان ڪم کان گهٽ ئي واقف هجون.

پن مان مڻائي جو هڪ خاص قسم ٻوراني به ٺهندي آهي. ڪچي ۾ نئين چاول پن جو ڪچو سائو سٿو جڏهن سائي مان ڦري ڦڪو ٿيندو آهي ته اهو ٻوراني سڏبو آهي. اها ٻوراني ٻار ۽ ٻيدا ڪچي به کائين ته ان کي گڏ ڪري پچائي وڪڻي پئسا به ڪمائجن ته تحفي طور به ڏين. ٻوراني ٽيڻ ۽ ان جي هيٺيان وارو سٿو پچڻ بعد دونهارو سڏبو آهي. دونهاري جي تيار ٽيڻ وارو وقت ملاحن لاءِ ڪنڍي ۾ ڦاسجندڙ ۽ گوشت خور مڇين جهڙوڪر مڪر، چٽي، شاڪر، گوج، ڄرڪي، ڪڳي، سينگاري، ڍينگهٽي، ٿاٻٽي، منڍي/ ڊولو يا گوڊو جي ڪنڍي ۾ ڦاسائڻ وارو وقت به هجي ٿو. اهو وقت هن مڇي جي آني مان ڦٽل ٻچن جي وڏي ٽيڻ تي الڳ ٽيڻ وارو هوندو آهي. مڇي آني ۽ ٻچن سبب ٽڪل هجڻ ڪري دونهاري وقت وڏيڪ کائڻ جي موڊ ۾ هجي ٿي. جنهن جو فائدو ملاح ڪنڍي ۾ ننڍيون سنهيون مڇيون، ۽ ٻيا جيت جانور ڦاسائي هن مڇين کي پڪڙي حاصل ڪندا اهن. پن مٽي ۽ سم واري زمين ۾ ٿيندي آهي پر هن ۾ ايتري خاصيت به آهي جو جيڪڏهن ڪلر وارين، کارين ڍنڍن ۾ هن جو ٻج ڇٽجي ته اتي به نه صرف ٿي ويندي آهي بلڪ انهن کارين ڪڏن کي منو به ڪري، آبادي لائق بڻائيو ڇڏيندي آهي. پن ٻج کان علاوه پاڙ پٽي، ٻئي هنڌ قلم وانگر لڳائي سگهبي آهي. اهڙيون ڪڏون وڏيون ۽ گهريون هجڻ ڪري جيڪڏهن پوکي آبادي لائق ڪٽي نه به بڻجن تڏهن به هڪ ته اهي پن جي ڪري، سايون ۽ سهٽيون بڻجي ڏسڻ جهڙيون ۽ پکين پکڻ جي رهڻ جهڙيون ٿي پونديون آهن. جيڪڏهن انهن ۾ ڪجهه قدر تازي پاڻي جو بندوبست ڪجي ته اتي مڇيون، ڪميون ڏيڏر ۽ ٻئي اهڙي مخلوق به ٿي سگهي ٿي ته اتي بدڪون به پالي سگهجن ٿيون. جهنگلي جيوت لاءِ ڏينهون ڏينهن تنگ ٿيندڙ هن ڌرتي تي اهي ڪڏون پن پوکي، قدرتي پناهه گاهون بڻائي، انهن ڪڏن مان اضافي فائدو حاصل ڪري سگهجي ٿو. پن نه صرف اهڙن بظاهر بي ڪار ۽ غير اهم بنائڻ جو باعث بڻجي سگهي ٿي بلڪ ان مان ٻيا به ڪيترائي فائدا حاصل ٿين ٿا. ٿوري توجهه سان پن مان اان به وڏيڪ ٻيا فائدا به حاصل ڪري سگهجن ٿا.

باب اٺون:

# مڪيءَ ۾ ٺهندڙ چوٽياري ڊيم

وڌندڙ آبادي جي ڪري، پاڻي جي وڌندڙ ضرورتن کان ڪوبہ باشعور ماڻهو انڪاري نٿو ٿي سگهي. نہ ئي پاڻي گڏ ڪرڻ يا جمع ڪرڻ جي مخالفت ڪري سگهي ٿو. جي مخالفت آهي تہ طريقہ ڪار جي آهي. مخالفت ماضي ۾ ٿيل ويساهہ گهاتين جي ڪري آهي. مخالفت اڳ ۾ ٿيل نا انصافين جي ڪري آهي. مخالفت ڏنل وائنل جهنگلي جيوت ۽ تاريخ جي تباهي جي ڪري آهي.

ملڪي ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ گهربل ساليانو 157 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي مان ، 106 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي زمين جي مٿاڇري يا دريائي پاڻي کان پورو ڪجي ٿو. جڏهن تہ جر جي پاڻي مان 48 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي جون گهرجون پوريون ڪيون وڃن ٿيون. اها بہ ڳالهہ آهي تہ اهو جر جي گهٽو ڪري دريائي پاڻي مان ئي پربو آهي. ملڪ ۾ 77 ملين ايڪڙ آبادي لاءِ زمين مان 36 ملين ايڪڙ زمين ڪئنال سسٽم زريعي آباد ٿئي ٿي. جڏهن تہ حڪومت جي ڪوشش آهي تہ ڪئنالن ذريعي اجان بہ وڌيڪ 22.5 ملين ايڪڙ زمين آباد ڪجي. جڏهن تہ دنيا جي ٻين ڪيترن ئي ملڪن وانگر پاڪستان بہ پاڻي جي کوٽ کي منهن ڏئي رهيو آهي. اها کوٽ ڏينهون ڏينهن وڌي رهي آهي. دريائي پاڻي جو اندازو لڳايو تہ اهو 1951ع ۾ في ماڻهو لاءِ 5650 ڪيوبڪ ميٽر هو. جيڪو گهٽجندي گهٽجندي 2000ع ۾ 1400 ڪيوبڪ ميٽر رهجي ويو ۽ 2018ع ۾ اهو 1000 ڪيوبڪ ليٽر کان بہ گهٽ رهجي ويو آهي. جڏهن تہ گهٽ ۾ گهٽ في ماڻهو کي گهربل پاڻي جو مقدار 1000 ڪيوبڪ ميٽر هجي ٿو. جتي ايترو پاڻي نہ هجي، عالمي طور تي اهڙو ملڪ پاڻي جي گهٽتائي يا ڪمي وارو ملڪ ليکبو آهي. ان حساب سان توهان پاڻ ئي اندازو لڳايو تہ ملڪ پاڻي جي لحاظ کان ڪٿي بيٺل آهي. اجان بہ جڏهن ملڪ ۾ سنڌ جي في ڪس ماڻهو کي ميسر پاڻي جي اندازو لڳائبو تہ اهو اجان بہ گهٽ ٿيندو. بدين، ٺٽي ۽ ٻين ضلعن ۾ تہ پاڻي جي کوٽ عالمي معيار کان بہ گهٽو هيٺ آهي. ملڪي آمدني GDPزراعت جو سنئون سڌو حصو 26 سيڪڙو آهي. جڏهن تہ اڌ سڌي طرح ملڪي آبادي وڏو حصو زراعت تي ئي پاڙي ٿو.

ملڪ ۾ کٽندڙ پاڻي ۽ وڌندڙ بجلي جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ ماهرن جيڪو حل ڳوليو سو ڊيمن ۽ رزروائر ذريعي ڳوليو ويو. جنهن لاءِ ملڪ جي مختلف هنڌن تي ڊيم ٺاهيا ويا يا ڪوششون ڪيون ويون. جيتوڻيڪ ملڪي توڙي عالمي سطح تي ماحولياتي ماهرن توڙي ماحول دوست ڌرين ۽ سياسي ڌرين مختلف سببن ڪري ڊيمن جي سخت مخالفت ڪئي آهي. پاڪستان ۾ ڊيم يا ريزوائر بجلي يا زرعي مقصدن لاءِ پاڻي گڏ ڪرڻ لاءِ ٺاهيا وڃن ٿا. زرعي مقصدن واري ڊيمن ۾ چوٽياري ڊيم بہ هڪ مثالي حيثيت رکي ٿو. جڏهن بہ ڳالهہ ڊيمن جي ڪري آيل تباهي، وڏيل سم ۽ ڪلر جي نڪرندي ـ جڏهن بہ ڳالهہ ڪوڙن زميني کاتن ۽ انهن جي ريڪارڊ غلط پيمنٽ جي نڪرندي، جڏهن بہ ڳالهہ صدين پراڻن وٽن جي واڌي جي نڪرندي، جڏهن بہ ڳالهہ مقامي توڙي پرديسي پکين، جهنگلي جانورن، چوپائي مال، ماڪي،

مڇي ۽ جهنگلي جيوت جي تباهي ۽ بربادي جي نڪرندي تہ سانگهڙ ضلعي ۾ مڪي جي علائقي ۾ ناهيل چوٽياري ڊيم جو نالو ضرور ڪڇندو.
تعلقي سانگهڙ ۾ اڇڙي ٿر جي مهراڻي واريون سيري، ابڙائو، سرنواري، بقار ۽ ٻيون ڍنڍون سالن کان پاڻي گڏ يا جمع ڪرڻ جو ڪم ڏينديون رهيون آهن. جن کي ناري مان نڪرندڙ ٽن چينڊٽن، راڻتو، آجي جي چنڊڻ ۽ واڍڪي مان پاڻي ملندو رهندو هو. ڪيترن ئي سالن کان ڪجهہ ڏرين کي هتي پاڻي گڏ ڪري، پوءِ ان کي اڳتي واهڻ جي خواهش هئي يا اڳتي عمر ڪوٽ واري پاسي گهربل پاڻي لاءِ ڪين هي هنڌ موزون نظر ٿي آيو، سندن خواهش ان وقت پوري ٿي جڏهن سيپٽمبر 1984ع ۾ چوٽياري ڊيم جو ڪم شروع ٿيو، جيڪو 19.02.2003 تي وزير اعظم ظفرالله جمالي پاران افتتاح ڪرڻ کان اڳ ڊسمبر 2002 ۾ پورو ٿيو. چوٽياري ڊيم، جنهن جو بعد ۾ سرڪاري نالو مڪي رزوائر رکيو ويو پر عوام توڙي خواص جي زبان تي نالو پوءِ بہ چوٽياري ڊيم ئي رهيو. ان ۾ هاڻ رڳو ناري مان نڪرندڙ 14 ڪلوميٽر ڊگهي راڻتي ڪئنال زريعي پاڻي ملي ٿو. جنهن جي پاڻي ڪٽڻ جي گنجائش، سرڪاري انگن اکرن مطابق 6500 ڪيوسڪ آهي. جڏهن تہ عملي طور راڻتو منظور ٿيل پاڻي جي اڌ جيترو ڪٽڻ جي صلاحيت بہ نٿو رکي. جنهن جي مکيہ سببن ۾ هن ۾ سلٽ جمع ٿيڻ ۽ ڪاٽي نہ ٿيڻ آهن.
اهو ئي سبب آهي جو 2011ع ۾ آيل تاريخي ٻوڏ باوجود چوٽياري ڊئم، جنهن ۾ پاڻي جمع ڪرڻ جي گنجائش 87.5 فوٽ آهي، سو مشڪل سان 10 فوٽ ڀرجي سگهيو. جيڪو ڊيم ايڏي وڏي ٻوڏ ۾ بہ نہ ڀرجي سگهي، اهو پوءِ وري ڪڏهن ڀربو! ان جو جواب ڪتان بہ ملي نہ سگهيو. جڏهن تہ مقامي ماڻهو هر وقت انهيءَ ڊپ ۾ هوندا آهن تہ جي ڊيم ڀرجي ويو تہ ان جي ٽٽڻ جو خطرو هر وقت موجود هوندو ۽ وڏو نقصان ٿيندو. خصوصاً چينن پاران، بقاري واري پاسي ٻڌل بند ۾ رڳو واري هئڻ ڪري، ان پاسي خطرو وڌيڪ آهي. جنهنجي بلڪل سامهون سنڌ جي قديم درسگاهہ چوٽياريون، عبدالرحيم گرهوڙي صاحب جي استاد اولياءَ ميان مبين رحہ، پٽائي سرڪار جي اچڻ جي تاريخي ماڳ، مائي ڄامان جي شهر ٽنڊو مناخان ۽ ڏهو راڄڙ جي قبرستان کان علاوه ۽ ٻين ڪيترن ئي ننڍن وڏن ڳوٺن ۽ هنڌن ماڳن کي هر وقت خطرو هوندو آهي.
13 ڪلوميٽر ويڪري ۽ 16 ڪلوميٽر ڊگهي هن ڊيم جي بندن جي ڊگهائي 58 ڪلوميٽر ۽ 45 هزار ايڪڙن تي مشتمل هن ڊيم ۾ پاڻي اسٽور ڪرڻ جي گنجائش 0.71 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. جنهن سان 324000 ايڪڙ ، لوئر نارا ڪئنال جي زمين آباد ٿيڻ جو ٻڌايو وڃي ٿو.
واپڊا پاران ڏاهي ، ايريگيشن جي حوالي ٿيل هي ڊئم ديهہ ڊٻي، ديهہ اکن واري، ديهہ مڪي ۽ ديهہ بقار جي تقريبا اڌ ايراضي تي، ديهہ هرڻ ٿري، تقريبا سڄي، ديهہ ڪڏواري جي ڏهين حصي ۽ اترين مٿئين پاسي ديهہ ٿر چوٽياري تي مشتمل آهي. جنهن ۾ راڻتي جو پاڻي ديهہ ڊٻي وٽان داخل ٿئي ٿو ۽ ديهہ بقار ۾ آئوٽ ليٽ ذريعي ٻاهر نڪري ٿو. هن ڊيم واري علائقي ۾ ملاح، هنگورا، ڪارڙا، ابوپوٽا، سيد، شر، جمالي، انڙ، مگريا، منگواڻا، لغاري، نظاماڻي ۽ ٻيا ڪيترائي ذاتين جا ماڻهو ۽ پاڳيا رهندا هئا. جن جي گذر سفر جو وڏو زريعو ماهيگيري ۽ چوپايو مال هو.

دلچسپ ڳالهه تہ اڳي جڏهن هي علائقو ڍنڍن ۽ چراهگاهن تي مشتمل هو، تڏهن هن کي ٽن چنڊٽن: واڍکي، آجي ۽ راڻتي ذريعي پاڻي ملندو هو، پر پوءِ جڏهن هن کي ڊيم ناهي، گنجائش وڌائي وئي تہ باقي ٻہ چنڊٽون بند ڪري، رڳو راڻتو ري ماڈل ڪري کوليو ويو، جيڪو منظور ٿيل پاڻي ڪڻڻ جي صلاحيت نٿو رکي. ان ڪري ئي ڊيم 2011ع واري تاريخي ٻوڏ ۾ پرجي نہ سگهيو. اڳي جڏهن راڻتو، چنڊڻ هئڻ وقت 10 کان 15 مختلف چاڙن وهندو هو تہ وڏو علائقو سيراب ڪندو ايندو هو. جنهن تي مڇي بہ ٿيندي هئي تہ گاهہ بہ. پوءِ اهو پاڻي وهي هيٺ بقار ڍنڍ ۾ پوندو هو. پر هاڻي راڻتي کي ريماڊل ڪرڻ بعد هڪ تہ اهي چراگاهہ ۽ ننڍيون ننڍيون ڍنڍون ختم ٿيون، ٻيو تہ راڻتي جي اونهي ٿيڻ سبب هن ۾ وڏا ننڍا ٻڏي فوت بہ ٿيندا رهندا آهن.

اڳي جڏهن هي علائقو مختلف ذاتين ۽ چراگاهن ۽ ڍنڍن جي حوالي سان ورهايل هو تہ انهن ذاتين جا ماڻهو، پنهنجي علائقي جي چراگاهن،، پکي پکڻ، جهنگلي جيوت توڙي وڻ ۽ ڪاني جي حفاظت ڪندا هئا. پر ڊيم نهڻ وقت ماڻهن کي اُتان لڏائڻ بعد ”سرڪاري“ تي وڃڻ ڪري ڪو بہ هن جي مالڪي ڪرڻ وارو ناهي رهيو. ان ڪري ڏينهن رات هتان وڻ وڍجي رهيا آهن. جنهن سبب هي علائقو وڻن کان جهڙوڪر خالي ٿيندو وڃي. جنهن جو اثر هتي جي جهنگلي جيوت تي بہ پيو آهي. هتي ٿيندڙ وڻن ۾ ٻٻر، جاڳري ٻير، ڪبڙ، ڪنڊي، ڪرڙ، لئي، ٽالهي ۽ ٻَهڻ تمام گهٽو گهٽجي يا ماڳهين ختم ٿي ويو آهي. جهنگلي جيوت ۾ هتي هرڻ، ڦاڙها، جهنگلي ٻلن جا مختلف نسل، لڏڙو گدڙ، لومڙ، نور، جهنگلي گڏهہ، سها ۽ تتر جهڙو ڪر هتان ختم ٿي ويا آهن. اهڙي طرح هي علائقو سئو کان مٿي پکين جو مسڪن هو جيڪو بہ تقريبا ڊيم جي ڪري ختم ٿي چڪو آهي. ساڳي طرح هتي 150 کان مٿي مختلف قسم جا گاهہ ۽ ٻوٽا بہ ريڪارڊ ڪيا ويا، جن کي بہ ڊيم سبب وڏو نقصان پهتو آهي. اهڙي طرح سڪيو ستابو گذاريندڙ ڳوناٽن کي بہ ڊيم جي ڪري دربدر ڪيو ويو تہ اتي جي بہ پاڻ پري ماکي، مکڻ، ڪير،گيهہ، چمڙي، چوپائي مال وغيره جي صنعت کي بہ تباهہ ڪيو ويو.

ڊيم نهڻ جا مقصد تہ خبر ناهي ڪنهن جا ڪهڙا هئا ۽ ڪنهن جا ڪهڙا مقصد پورا ٿيا ۽ ڪنهن جا خواب اڌورا رهيا. پر هن ڊيم جي ڪري ڪيترن ئي ماڻهن ۽ اين جي اوز جتي پئسا ڪمايا اتي نالو بہ ڪمايو. پر ترقي جا وڏا خواب ڏيکاريندڙ ڪائي پي پاڻ تہ هليا ويا. نہ واعدي مطابق وڊيل وڻن جي جاءِ تي ٻيا وڻ لڳا، نہ متاثر جهنگلي جيوت لاءِ گيم سينڪچري ٺهي، نہ متاثر ماڻهن کي پورا معاوضا مليا، رڳو ڪجهہ نام نهاد وڏا ماڻهو، پنهنجي اصلي ۽ ننڍڙي ذهنيت ۽ حيثيت جو مظاهرو ڪري، پاڻ وائکو ڪري هليا ويا.اڄ هي ڊيم تباهي ۽ بربادي جو هڪ جيئرو جاڳندو مثال آهي. جيڪڏهن اجان بہ ڪنهن کي پنهنجي علائقي ۾ ڊيم نهرائڻ جو شوق هجي تہ مهرباني ڪري هڪ ڀيرو هتان ضرور ٿي وڃي ۽ ڳوناٽن سان ڪچهري ڪري وڃي.

# چوٽياريون ڍيم جون تباهہ ڪاريون

تعلقي سانگهڙ جي يو سي شاهہ سڪندر آباد جهڙي طرح سنڌ جي وڏين يوسين ۾ شمار ٿئي ٿي، تيئن يو سي شاهہ سڪندر آباد ۾ وري ديهہ اڪن واري تمام وڏي ديهہ مڃي وڃي ٿي. هونئن تہ تاريخي مکي ڍنڍ واري ماحول جي حساب سان تمام اهم هن ديهہ ۽ يو سي جي حوالي سان سياسي ۽ سماجي طرح ڪافي ڪجهہ لکي سگهجي ٿو، پر اڄلڪهہ ان ڪي جهڙي نموني ماحولياتي تباهي ڪي منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي، ان تي ماحول، انسانن ۽ ڌرتي سان محبت رکندڙ ساجانهہ وند ڌريون تمام ڏاڍيون پريشان آهن، پر پنهنجي سر ڪجهہ ڪرڻ ڪان قاصر آهن. جن ڪي هٿ وس آهي، انهن جو ڌيان رڳو مال ميڙڻ تي آهي. چوٽياريون ڍيم سان لڳو لڳ هن ديهہ جي ماڻهن، چوپائي مال، پکي پکڻ توڙي ٻئي جهنگلي جيوت سان جيڪي کلور ڍيم جو سم وارو پاڻي ڪري رهيو آهي، وس وارا اهو ڏسي بہ خبر ناهي ڇو ڪجهہ نٿا ڪن! ڍيم پرسان ديهہ اڪن واري جو لڳ ڀڳ ساڍا ٽي هزار ايڪڙن تي ٻينل ڪٽڪ جو فصل سم سبب تباهہ ٿي ويو آهي ۽ ونئوڻ پوکڻ جو نہ ڪو امڪان آهي، نہ ئي آسرو. هڪ پاسي ڪٽڪ جي تيار تيل فصل جي سم جي نظر ٿي وڃڻ سبب جتي هاري ناري تباهہ ٿي، قرضي ٿي ويا آهن، اتي ٻئي پاسي ڍاڳين جو مال بہ جُو نہ هجڻ سبب بک مري رهيو آهي. ڪيترن ئي ڍاڳين، مال کي چرڻ جي سهولت نہ هجڻ سبب اڌ ڪان وڌيڪ مال ڪپائي ڇڏيو آهي. واضح رهي تہ هي ديهہ ۽ يو سي مال جي چراگاهہ طور پڻ سڃاتي وڃي ٿي. هڪ اندازي مطابق هتي جي ڪيترن ئي وڏن ڳوٺن فضل لغاري، ولي محمد ابو پوٽو، ٻيڙو ٻهڻ، خليفو الهہ بخش جوٽيجو، الهہ ڏنو ٻهڻ، بلاول ابو پوٽو، جان محمد راڄپر ۽ مينهل فقير خاصخصيلي، ۽ ڀرپاسي جو هزارن جي تعداد ۾ چوپايو مال متاثر ٿي رهيو آهي. جن ۾ لڳ ڀڳ ٻارهن، تيرهن سئو مينهون، ٻہ هزار کن رڍون، ٻڪريون ۽ ٽي هزار کن ڍڳيون شامل آهن. هن علائقي ۾ جتي ٻيا روزگار جا ذريعا اڳ ئي نالي ماتر هئا ۽ اڪثر آبادي جو انحصار پوکي ۽ مال تي هو، اتي اهڙي صورتحال بعد غربت تمام تيزي سان وڌي آهي، جنهن جا سماجي طرح جتي ٻيا نتيجا نڪتا آهن، اتي هن يوسي واري روڊ تي امن امان جي صورتحال بہ ڏاڍي خراب ٿي ويئي آهي. مال جي پڙين تي چڙهڻ بعد سڄي ضلعي ۾ جتي چوپائي مال جا اگهہ چڙهي ويا آهن ڪير جا اگهہ بہ چڙهي ويا آهن.

چوپائي مال جي نسل ڪشي، غربت، بيروزگاري ۽ امن امان جي تباهہ ٿيڻ ڪان علاوه سم ۽ ڪلر سبب جهنگلي جيوت تي بہ تمام خراب اثر پيو آهي. واضح رهي تہ هن ئي ديهہ ۽ يو سي ۾ پير صاحبان جون ڪيتريون ئي تترن، ڦاڙهن ۽ هرڻن جون رکون آهن. سم وڌي وڃڻ سبب زمين سڄي پاڻي ئي پاڻي ٿيڻ بعد جتي ڦاڙهي ۽ سهي جو چارو ختم ٿيو آهي، اتي تترن ۽ ڳيرن ۽ ٻين پکين تي بہ وڏو اثر ٿيو آهي. ڪٽڪن جي سم سبب تباهہ ٿيڻ بعد نہ تہ تترن ۽ ڳيرن لاءِ آني ۽ ٻچي ڪرڻ جي ڪا جاءِ بچي آهي نہ ئي انهن جي ٻچن لاءِ ڪاڌ خوراڪ. ڦاڙهو اڳ ئي هن وقت شڪارين جي اکين ۾ هجڻ ڪري ذري گهٽ وجود وڃائڻ تي آهي. مٿان وري رهي سهي ڪثر سم ڪڍي ڇڏي آهي. اهڙي نموني ڍيم جي تباهي نہ صرف ماڻهن ۽ چوپائي مال کي متاثر ڪري رهي آهي، بلڪ جهنگلي جيوت کي بہ تباهہ

ڪري رهي آهي. ان ڪان علاوه سم سبب گاهه ٻوٽا به سڙي رهيا آهن. جنهن سان اڳتي هلي هتي مختلف قسمن جي گاهن ۽ ٻوٽن ۾ واضع نموني گهٽائي ٿيندي. هتي ٽالهي ۽ ٻبرن جا وڻ به ججها هئا، جن ۾ ڪجهه اجان به آهن، جن ۾ به ڪات ڪهاڙا پئجي چڪا آهن. هتي ٻچيل ڪجهه سرڪاري زمين جا ٽڪرا به بااثر ماڻهن جي اک تي چڙهي، الاٽ ٿي چڪا آهن. زمين ڪيڙي ڪرڻ لاءِ وڻ ٽڻ به صبح شام وڍجي، ٽريڪٽن ٽرالين ۾ گڏهه گاڏين تي ڪٽجي رهيا آهن. وڻن جي واڍي ۾ انهن جو ڪجڻ، سڀ ڪجهه ٻيلي کاتي ۽ پوليس جي موجودگي ۾ ٿي رهيو آهي. پوليس جي چوڪي تي ٽريڪٽر ٽرالي جا ٻن ڪان ٽي هزار ۽ گڏهه گاڏي جا پنجاهه ڪان به سئو تائين ريٽ مقرر ٿيل آهن. جڏهن ته ٻيلي کاتي جي ماڻ سمجهه کان ٻاهر آهي. هنن سڀني مصيبتن هوندي ڳوٺاڻن لاءِ هڪ نئين مصيبت منهن اچي ڪڍيو آهي. اها مصيبت آهي سم وڌڻ بعد نانگ بلائن جو ٻرن مان ٻاهر نڪري، دڙن تي اچڻ، جنهن بعد هن علائقي ۾ ڪيترائي ڳوٺاڻا ڪڄي اسپتالن پيڙا تي، اسپتالن ۾ نانگ بلائن جي کاڌلن لاءِ گهربل دوائن جي کوٽ کي منهن ڏئي رهيا آهن.

سم واري هن سڄي خطرناڪ صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ اريگيشن کاتي پاران هتي ڇهه پاڻي ڪڍڻ وارا پمپ لڳايا ويا. لڳتا ته هتي ٽيوب ويل هئا جن جو ڪيئي پيرا مختلف ڌرين پاران واعدو به ڪيو ويو، پر آخر ۾ لڳا رڳو ڇهه پمپ! هڪ ته هيتري ساري ايريا لاءِ صرف ڇهه پمپ ناڪافي آهن، جن جي پاڻي ڇڪڻ جي گنجائش 30 ڪيوسڪ مس آهي، جڏهن ته هتي ايراضي ۾ پاڻي جي لحاظ کان گهٽ ۾ گهٽ سئو ڪيوسڪ پاڻي ڇڪڻ جو بندوبست هجڻ گهرجي، پر افسوس جو اهي ڇهه پمپ به مسلسل نٽا هلايا وڃن. انهن پمپن مان هڪ ئي وقت رڳو هڪ يا ٻه پمپ هلايا وڃن ٿا. باقي بند رکي، ڪاغذن ۾ هلندڙ ڏيکاريا وڃن ٿا ۽ انهن جو ڊيزل سرِعام وڪيو وڃي ٿو. پڇڻ وارن کي حصو پتي مليو وڃي! باقي ڪير پڇي!؟ ڳالهه جو اجان به پيرو ڪٽبو ته ڳوٺاڻن چواڻي هن پيري ڊيم ۾ پاڻي اڳ جي پيٽ ۾ گهٽ، ۽ سم وڌيڪ آهي، جنهن جو سبب ڊيم جي ڪنارن هيٺان پاڻي جو وڌيڪ سمڻ، ڪنارن جو ڪمزور ٿيڻ ۽ زمين ۾ هاڻ سم کي روڪڻ جي وڌيڪ طاقت نه هجڻ آهي.

ڊيم ڀرجڻ جي اهميت کان ته انڪاري نٿو ٿي سگهجي پر ڊيم جي ڀرجڻ بعد ان جي سم ڏسي، سم مان ٿيندڙ نقصان ڏسي ۽ ڊيم جي فائدن کي ڏسي آساني سان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته چوٽياريون ڊيم ڪيترو فائديمند آهي ۽ ڪيترو نقصانڪار! اها سڄي صورتحال ته رڳو هڪ يو سي جي هڪ ديهه جي آهي. جڏهن ته ڊيم جي چوڌاري سخت متاثر ٿيندڙ ديهون ۽ يو سيز ته اجان ٻيون به آهن. ان لاءِ حڪومت سنڌ، زراعت کاتي، آبپاشي کاتي، ٻيلي کاتي ۽ وائيلڊ لائيف کاتي جي عملدارن کي گهرجي ته ڪا گڏيل ٽيم جوڙي، گڏيل رٿابندي ڪري هتي جي ماڻهن، فصلن، چوپائي مال، جهنگلي جيوت، پکي پکڻ، گاهه، ٻوٽن ۽ وڻن جي بچاءُ لاءِ ترت ڪجهه ڪن. ماڻهن کي بک، بي روزگاري ۽ غربت کان بچائڻ لاءِ ڪي ته قدم کڻن، ان کان اڳ جو ماڻهو پنهنجو فيصلو پاڻ ڪرڻ لاءِ ميدان جو منهن ڪن ۽ ڪنهن کان روڪيا نه رڪجن.

(روزانه ڪاوش خميس 3 مارچ 2011)

## چوٽياري ڊيم جي حوالي سان ڪجهه تجويزون

سانگھڙ سنڌ جو اهو ضلعو آهي، جنهن جي سجاٽپ جا ڪيترائي ذريعا آهن. پر اڄ هي ضلعو ملڪ جي غريب ضلعن جي لسٽ ۾ مٿين نمبرن تي آهي. جنهن جي ڪيترن ئي سببن مان هڪ اهم سبب چوٽياري ڊيم جو نهڻ به آهي. چوٽياري ڊيم پنهنجي اندر ڪرپشن جون ڪيتريون ئي ڪهاڻيون لڪائي رکيون آهن. اهي ڳالهيون ته رهيون هڪڙي پاسي پر جنهن نموني هي ماحوليات ڪي مسلسل تباهه ۽ برباد ڪري رهيو آهي، اهو سلسلو جاري رهيو ته هڪ ته هتي ڪيترائي وڻ، گاهه ٻوٽا، پکي پکڻ، جهنگلي جانور توڙي چوپايو مال ختم ٿي ويندو. وڏيڪ ماحولياتي تباهي ايندي ۽ غربت ۾ بي پناهه اضافو ٿيندو، جيڪو اڳتي هلي ڪيترن ئي سماجي بُراين جو باعث بڻبو.

**هن علائقي ۾ ٿيندڙ ماحولياتي تباهيون:**هيڊ جمڙائو کان وني ڪپري تائين نارا ڪئنال مان نڪرندڙ ننهي واهن منڙائو ڪئنال، جمڙائو ڪئنال ۽ ڪپرو ڪئنال جي ٻنهي پاسن کان وڻن جو قتلِ عام جاري آهي. تمام گهڻا وڻ وڍجي چڪا آهن باقي نالي ماتر وڻ وڃي بچيا آهن. جنهن جي ذميواري ڪٽڻ لاءِ ڪوبہ تيار ناهي. ڪيترا ئي ڀيرا ضلعي ڪائونسل ۾ ان حوالي سان قراردادون پاس ٿيون ۽ آواز اٿيا، پر اهي سڀ فائيل ٿي ويا!

**چوٽيارو ريزروائر جي ڪري وڌيل سم ۽ ڪلر مان ٿيل نقصان:**چوٽياري ريزروائر جي ڪري قيوم آباد کان سانگهڙ، سانگهڙ کان ٽنڊو مٺا خان تائين سم ۾ بي انتها اضافو ٿيو آهي. تقريبن ہ لک ايڪڙ زمين سم ۽ ڪلر جي ور چڙهي وئي آهي. جنهن سان هيٺيان نقصان سامهون اچي چڪا آهن.

- سم ۽ ڪلر جي ڪري آباد زمينون تباهه ٿي ويون آهن. سانگهڙ ضلعو جيڪو سڄي سنڌ ۾ ڪپهه جي پيداوار ۾ پهرين نمبر تي هو، اهو شايد هاڻي هن ڊيم جي ڪري وڌيڪ دير تائين پهرين نمبر تي نہ رهي سگهي. ڇو جو گذريل ڀيري جڏهن ڊيم جڏهن پهريون ڀيرو وڏ کان وڏ ڀرجيو هيو تہ ڀري ڀري تائين سم تمام گهڻي وڌڻ سبب ڦٽيون نہ ٿي سگهيون هيون ۽ ماڻهن مجبورن ساريون پوکيون هيون. ڪافي جاين تي سم جي ڪري سارين جو ٻيجو بہ سڙي ويو هو. ڦُٽي ڪيش ڪراپ آهي، جنهن سان ڪيترن ئي ماڻهن ڪي مختلف قسم جو روزگار ملي ٿو. جيڪو سم جي ڪري نہ ملي سگهندو ۽ غربت ۾ تمام گهڻو اضافو ٿيندو.
- هتي جي ماڻهن جي اڪثريت جي معيشت جو ذريعو مال مويشي هئا. سم ۽ ڪلر وڌڻ ڪري هن علائقي ۾ منڊ جمڙائو کان وني ٽنڊي مٺا خان تائين، چراگاهه سم جي ور چڙهي ويا. گاهه سڙي سڪي ويو. ماڻهن ڪي مجبورن هڪ تہ مال وڪڻڻو پيو ۽ ٻيو تہ گهٽ اگهہ تي وڪڻو پيو. جنهن جي ڪري انهن جي گذر سفر جو هڪ اهم ذريعو ختم ٿي ويو ۽ غربت ۾ اضافو ٿيو آهي.

- سم جي ڪري هن علائقي ۾ رهندڙ جهنگلي جانورن خاص ڪري ڦاڙهي، هرڻ، سهي، لوڪڙ، سيڙهه، نور ۽ جهنگلي ٻلي جون رهائش گاهون سم جي نظر ٿي ويون. اهي جانور پنهنجين رهائش گاهن کان مجبورن ٻاهر نڪري آيا ۽ مارجي ويا جنهن سبب ان جي نسل ۾ ڪافي گهٽتائي آئي آهي.
- هن علائقي ۾ رهندڙ مقامي پکين خصوصن تتر جي رهائشگاهه سم جي ڪري ختم ٿي ۽ تتر شڪارين جي ور چڙهي ويا. سم جي ڪري ٻيلن وڻ سڙي ويا، جنهن ڪري ٻيا ڪيترا ئي پکي پنهنجا آکيرا ڇڏڻ تي مجبور ٿي ويا ۽ انهن جي نسل ڏينهون ڏينهن ختم ٿيڻ جي ويجهو پهچي رهيو آهي.
- ڊيم واري علائقي ۾ سم جي ڪري ٻيلن مقامي وڻ لهي، ٻٻر، ڪندي، ڪٻڙ، ڪرڙ، ٽالهي، سرينهن، توت، سوانجهڙو، ليسوڙي، ٻير، ۽ نم وغيره کي سخت نقصان پهتو آهي ۽ اهي وڻ ڪافي حد تائين گهٽجي ويا آهن. جنهن جو اثر ماڻهن، ماحول، زمين، چوپايو مال، جهنگلي جانورن ۽ پکي پکڻ تي پيو آهي.
- ڊيم واري علائقي ۾ سم ۽ ڪلر وڌڻ ڪري آيل غربت سبب ماڻهن ٻيو ڪو روزگار جو ذريعو نه هجڻ ڪري وڻ وڍي پيٽ گذر ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. جتي ڪٽي ڪاٺيون خريد ڪرڻ جا ٽال لڳي ويا آهن. سڄو ڏينهن وڻ وڍجي ۽ وڪامجي رهيا آهن. رات جو اونداهي ۾ شهر مان گذرندڙ وڏن کان ٽريل ٽرڪون ۽ ٽرالا انهن جا اکين ڏٺا ثبوت آهن. خبر ناهي ڪنهن جي ذميواري آهي ته هو انهن کي روڪي ۽ پڇي ته هو ڪنهن جي مرضي ۽ اجازت سان وڻ وڍي ڪٽي وڃي رهيا آهن؟ هن ڌنڌي ۾ غريبن سان گڏ ڪجهه بااثر امير ماڻهو به شامل آهن. سرڪاري کاتا، پوليس وانگر هڪٻئي جي حدن ۽ ذميوارين جي ڳالهه ڪري جان ڇڏائين ٿا. هينئر ناري جي برمن، مکي ٻيلي، پکسري کان ٻقار پراڻي ناري جي برمن، اچڙي ٿر ۾ نڪرندڙ نئين رستي جي پرسان ۽ ٻين ڪئنالن ۽ شاخن تي نالي ماتر وڻ وڃي بچيا آهن.
- سم جي ڪري ڪيترن ئي جڳهين تي مڇي جا فارم ٺهي ويا آهن، جيڪي گهڻي ڀاڱي غير قانوني آهن. انهن کي ڏسي ماڻهن ڊيم کان ڪافي پري پري تائين به اريگيشن جي ملي ڀڳت سان مڇي جا فارم ٺاهيا آهن، جن جي ڪري آس پاس تمام گهڻي سم وڌي آهي ۽ هزارين ايڪڙ زمين غير آباد ٿي وئي آهي.

## سم ۽ ڪلر ختم/گهٽ ڪرڻ لاءِ تجويزون:

- مٿي ذڪر ڪيل هندن تي وڌيل وڏن جون پاڙون وري ڦٽي رهيون آهن. جيڪڏهن اُتي موجود بيلدار، داروغا ۽ ٻيو سرڪاري عملو ڪجهه توجهه ڏئي ته اتي وري وڻ ٿي سگهن ٿا. جنهن جو به سم تي اثر پئجي سگهي ٿو.
- ناري ڪئنال جي ڪٻي پاسي، پکسري، تندو منا خان کان سرن واري ڪپري تائين نئون سم نالو کڏيو وڃي.

- منڙائو ۾ ڪپرو ڪئنال جي وچ ۾ پڪسري موري وٽان ڪانهڙ، پيرومل، ڪنڊياري تائين نئون سم نالو ڪڍيو وڃي.
- هيڊ جمڙائو کان قيوم آباد، منگلي وٽان ٽيندڙ هڪ سم نالو سانگهڙ واري سم نالي ۾ ڪري ٿو، جنهن کي ويڪرو ڪيو وڃي. ان جي مسلسل ڪاٽي ڪرائي وڃي ۽ ان جي ڊزائين ۾ ٿيل غلطين کي درست ڪري وهايو وڃي. هي سم نالو ڪٽي ڪٽي، جيئن منگلي شاخ کان مٿي، ڏکڻ کان اولهه ۾ وهي ٿو جيڪو غلط آهي. ان کي درست ڪيو وڃي. هي سم نالو ناري جي ڪبي پاسي، ناري پرسان ڪڍيو وڃي، جيڪو پڪسري موري وٽان سومر ملاح جي ڳوٺ جي اولهه کان ٿيندو، منڙائو ڪئنال جو سڄو پاسو وٺي، باڪوڙي موري وٽان ٿيندو، ناريجن جي ڳوٺ وٽان لنگهي، ٿُوري موري وٽ مين سم نالي ۾ وڌو وڃي.
- سنڌ گورنمنٽ ڊيم ٺهڻ وقت اعلان ڪيو هو ته هو ناري جي ڪناري يا ڊيم جي پاسن کان ڏهه هزار وڻ لڳائيندي، پر ان تي اڄ سوڌو عمل نه ٿي سگهيو آهي، اهو ڪرايو وڃي. جنهن سان سم گهٽبي. مال مويشي کي چارو ۽ تحفظ ملندو ۽ جهنگلي جيوت کي پڻ تحفظ نصيب ٿيندو.
- ڊيم ٺهڻ وقت جهنگلي جيوت جي تحفظ لاءِ نيشنل پارڪ ناهڻ جو واعدو ڪيو ويو هو. جنهن لاءِ سروي به ٿيو هو، پر ان تي عمل نه ٿي سگهيو آهي، اهو ڪرايو وڃي. جنهن سان ڦاڙهو، لڌڙو، واڳون، هرڻ، سهو، تتر ۽ ٻيا ڪيترائي جانور ۽ پکي بچي سگهن ٿا ۽ انهن جي نسل ۾ واڌ اچي سگهي ٿي.
- ڊيم جي آئوٽ ليٽ وٽان مڇي جي ٻيجي کي ڪا رڪاوٽ نه هجڻ ڪري، اهو هتان نڪري ناري مان ٿيندو، شاخن ۽ واٽر ڪورسن ۾ وڃي مري ضايع ٿي وڃي ٿو. جنهن سان مڇي جي پيداوار گهٽجي ٿي ۽ ان جي نسل کي به خطرن کي منهن ڏسڻو پوي ٿو. ان ڪري آئوٽ ليٽ تي مڇي جي ٻيجي کي روڪڻ جو بندوبست ڪيو وڃي ته جيئن، مڇي جي پيداوار وڌي سگهي ۽ ملاحن جي روزگار ۾ اضافو ٿئي.
- بقار ڍنڍ کي ڊيم مان ٻاهر ڪڍڻ جي ڪري ان کي تازو پاڻي نٿو ملي. جنهن سبب ان ۾ پاڻي ٻاڙو ۽ کارو ٿي رهيو آهي. جنهن جو اثر مڇي جي افزائش تي ٿئي ٿو. هنٽنگ لانچ، ڪريم داد جوٽيجي وارين ماڙين وٽان بقار کي پاڻي ڏيڻ لاءِ، هڪ اڍائي ٽي فٽ ويڪرو ۽ پنج ڇهه فٽ ڊگهو در به لڳايو ويو هو، پر ان جي ڊزائين غلط هجڻ ڪري، اهو اڄ ڏينهن تائين وهي نه سگهيو آهي. اهو رڳو ان صورت ۾ ئي وهي سگهي ٿو، جڏهن ڊيم فل ڀرجي وڃي. ان ڪري انهي دروازي کي موجوده هنڌ کان ٽي سو فٽ کن اولهه طرف، پراڻي ساٿُو ناري وٽان واهيو وڃي ته جيئن بقار کي تازو پاڻي ۽ ٻيجو ملي سگهي. جنهن سان بقار، چوٽياريون، حاجي اسلام لاڙڪ ۽ عبدالقادر ملاح جي ڳوٺن جي ڏيڍ سئو کن ملاحن کي روزگار ملي سگهي ٿو.

- ڍيم ۾ ايڪو ٽوئرزم کي هٿي ڏني وڃي، جنهن سان به ماڻهن کي روزگار ملي سگهي ٿو.
- وائلڊ لائف کاتي وارا بااثر شڪارين کي، شڪار ڪرڻ کان نٽا روڪي سگهين. گيم وارڊن جي مقرري سياسي بنيادن تي ٿئي ٿي. سياسي ماڻهن جون اوليتون الڳ هجن ٿيون، ان ڪري هي کاتو موجوده حالتن ۾ بيڪار ۽ بي اثر ٿي چڪو آهي. ان ڪري هن جي نئين سري سان جوڙ جڪ ڪئي وڃي. گيم وارڊن سرڪاري پر بااختيار اهلڪار مقرر ڪيو وڃي. ان سلسلي ۾ مقامي ماڻهن جو تعاون ۽ رهنمائي به حاصل ڪري سگهجي ٿي.
- فاريسٽ ڊپارٽمينٽ وڻن جي واڍي روڪڻ ۾ مڪمل طور تي ناڪام ٿي چڪو آهي. هي کاتو وڻ ته لڳرائي ٿو، پر انهن جي سار سنڀال ڪرڻ شايد هن جي وس ۽ اوليتن کان ٻاهر آهي. ان ڪري هڪ ته هن جي آفيسرن کي بااختيار بڻايو وڃي ۽ ٻيو ته هن کاتي ۾ وقت ۽ حالتن مطابق نيون تبديليون آنديون وڃن.
- ضلعي ۾ مختلف هنڌن تي لڳل ٽيوب ويل، مختلف سببن جي ڪري ڪيتري ئي عرصي کان بند پيا آهن. جنهن ڪري مختلف علائقن ۾ ايتري ته سم وڌي چڪي آهي جو فصل ته رهيا هڪڙي پاسي، مردو دفنائڻ به مسئلو بڻجي چڪو آهي. ان ڪري بند پيل ٽيوب ويل فوري طور هلرايا وڃن.
- ضلعي ۾ مختلف هنڌن تي ڪوٽيل سم نالا ۽ ناليون، کاتي ۽ صفائي نه ٿيڻ ڪري مناسب نموني ڪم نه ڪري رهيا آهن. انهن جي صفائي لاءِ ايندڙ پئسو جائز ۽ مناسب نموني خرچ ڪرڻ جو بندوبست ڪري به ڪافي مسئلا ۽ مشڪلاتون گهٽائي سگهجن ٿا.

## ڍيم جا متاثرين:

- چوٽياري ڍيم جي 234 متاثر هاري خاندانن کي 8 ايڪڙ زمين پوکي لاءِ ۽ اڌ جريب گهر لاءِ ملڻي هئي، اها نه ملي آهي. ننڍن زميندارن کي زمين جو معاوضو ملڻو هو، اهو به نه مليو آهي. ماڊل لوئر نارا ۾ پڪسري کان چوٽياري تائين آيل زمين جو معاوضو به نه مليو آهي، اهو ڏنو وڃي.
- ديهه ڏُٻي جي 200 کن گهرن تي بقار تي 150 گهرن کي به معاوضو نه مليو آهي، اهو ڏنو وڃي.
- ڍيم متاثر ماڻهن کي علائقي ۾ نوڪرين ۾ اوليت ڏني وڃي ۽ انهن جي بحالي لاءِ مختلف قسم جا معاشي ۽ تربيتي پروجيڪٽس شروع ڪيا وڃن.

(روزاني عبرت اڱارو 22 اپريل 2008)

# چوٽياري ڊيم ٺهڻ کان اڳ علائقي ۾ ٿيل ميٽنگ جو احوال

مکي جي ماڻهن جو گذارو گهڻي ڀاڱي چوپائي مال تي هوندو هو. دلچسپ ڳالهه اها آهي ته هتي جي مال جي سنڌي ماڻهن وانگر عجيب حالت آهي. خطرو اهو آهي ته ڊيم جي پاڻي اچڻ کان پوءِ هتي جو مال ٻاهر نڪري ڪونه سگهندو ۽ مفت ۾ مري ويندو. اهو آساني سان ڪيڏانهن هلي به ڪونه ٿو ان ڪري ان کي سولائي سان وڪڻي به نٿو سگهجي. اجان به وڌيڪ دلچسپ ڳالهه آهي ته هتي هڪ گڏهن جو ولر (جاني هنگوري جو) آهي، جيڪو وڌي وڌي هڪ سئو تائين پهچي ويو آهي. هاڻي مسئلو هي پيدا ٿي پيو آهي ته انهن گڏهن کي ڪاهي به ڪونه ٿو سگهجي ۽ وڪڻ لاءِ گڏهه جُوءِ کان ٻاهر نڪرن نٿا. اهي گڏهه وڏا ويڙها، لتر ۽ چڪر آهن. هنن کي خريد ڪري، علائقي کان ٻاهر آڻڻ وڏو مسئلو آهي. پنجوڙ ۾ ڦاهيون ناهي، انهن جي پنيان گهوڙا ڊوڙائي، گڏهن کي ٿڪائي، ڪيرائي، رسا وغيره ٻڌي ٻاهر آڻبو آهي. هتي جا ماڻهو يا ته غريب آهن يا وري ڏاڍا پڪا/ڪفايت شعار آهن. هڪ سروي مطابق 'ديهه مَکي' ۾ ٽوٽل ايراضي مان صرف 225 ايڪڙ آباد آهن. هتي آبادي نه ٿيڻ جو سبب سم ۽ ڪلر آهي، ان ڪري هتي ٻَن ۾ لئي جام ٿئي ٿي ۽ مڇر به جام آهن. هتي جديد زندگيءَ جي ڪا به سهولت ڪونهي. نه رستو نه بجلي، نه ئي علاج، اهي شيون جديد زندگي ۾ بنيادي ضرورتون شمار ٿينديون آهن، پر هتي هي وڏيون آسائشون آهن. هتي ماڻهو سرڪاري ملازمت سان واسطه تمام گهٽ آهن، جيڪي آهن اهي به وڏ ۾ وڏ بيلدار يا پوليس جا سپاهي آهن. ڊيم بعد هتي جي ماڻهن جو مطالبو آهي ته اسان کي الڳ الڳ ڳوٺ ناهي ڏنا وڃن، جيئن 'ناني ويڙهو' ٿيندو آهي. علي خان جمالي جيڪو ٿور گهڻو پڙهيل لکيل آهي، سو چوي ٿو ته اسان کي اهو سوچي اکين ۾ پاڻي ٿو اچي ته هي وڻ، هي ويڙها، گهر ۽ گهٽيون اسان کي ڇڏڻيون پونديون! سندس نالا سروي ۾ لکڻ کان رهجي ويا آهن. هو اسان کي اُتي وڻ هيٺيان بيٺل ڏسي آيو ۽ چوڻ لڳو ته منهنجو گهر سامهون آهي، جيڪو اسان مٿي ڊوئي مشڪل سان ناهيو آهي، توهان منهنجو گهر لکڻ کان ئي رهائي ڇڏيو آهي. پونگر جمالي ۾ به ڪجهه ماڻهن جا نالا لکڻ کان رهجي ويا هئا، جيڪي پوءِ لکجي ويا. سندس نالو لکڻ کان ان ڪري رهجي ويو جو هو جيل ۾ هو. علي خان جو چوڻ هو ته نالا لکيل هئا، پر ڪجهه نالا ڪٽجي به ويا آهن. 1988ع ۾ وزيراعظم محمد خان جوڻيجي جي وقت ۾ جمالين ۽ راڄڙن وچ ۾ (جمالين پاران راڄڙن جي ٻانهه ڪٽڻ تي) جهيڙي ۾ به هنن ماڻهن کي ملتري اچي لڏايو هو. ڳوٺ آچر جمالي، الهڏتو جمالي، محبت جمالي ۽ علي خان جمالي جا ڪيترائي ماڻهو ناري پار ۾ پٽن ڏانهن ويا، پوءِ هي وري اچي آباد ٿيا. جمالين، راڄڙن جي اها ٻانهن ڪپري جي پرسان هڪ ڳوٺ مان ڪنئي وئي هئي، پوءِ ڪين ٻانهن موٽائي به ڏيڻي پئي هئي. ڏاڙيل رکيو ڪوڪر به انهي علائقي ۾ ماريو ويو هو. هڪ جمالي ٻڌائي ٿو ته ان دوران اسان جي گهرن کي باهيون ڏنيون ويون ۽ گهر ۾ رلي به ڪونه بچي. اسان کي منگلي ٿاڻي تي 20/15 ڏينهن قيد ڪيو ويو. جنهن دوران مرد گهڻي ڀاڱي ڀڄي ويا هئا، باقي رهيل مال ملڪيت، جيڪو به هو سو ماڻهو ڪٽي ويا. جيڪو سامان ماڻهن کان کڄي سگهيو سو هو ڪٽي ويا، باقي ساڙي ويا. علائقي جو تپيدار ٻڌائي ٿو ته جن وٽ 200/100 مينهون هيون، انهن وٽ هاڻ مشڪل سان به ٽي مينهون وڃي بچيون آهن. آجو چنڊڻ جي پير ۾ به ٽي ڪٽون رکيون ويون، اسين هڪ سروي دوران آفيسرن ۽ تپيدارن سان اتي ڪٽن تي

وچي ويناسيون. 20 ماڻهو گڏ ٿي ويا، جيڪي هيٺ اچي وينا. جن ۾ نوجوان ڇوڪرا به هئا ته وڏي عمر وارا ماڻهو ۽ پوڙها به هئا. سيني اسان کي عجيب نظرن/شڪ وارن نظرن سان ٿي ڏٺو. آهستي آهستي موٽر سائڪلن تي ماڻهو اچڻ شروع ٿيا. هتي اڄان به ماڻهن جي اڪثريت کهاڙي يا لٺ هٿ ۾ کڻي هلي ٿي. ڳوٺ ۾ جڻ ته ماڻهن جا به رويا آهن، به ڪلاس آهن ۽ به گروپ آهن. زميندارن کي پئسا ٿا ملن ۽ ٻي زمين هارين کي اٺ ايڪڙ زمين جو آسرو آهي. هارين جي آبادي وڌيڪ آهي، اهي چون ٿا ته جڏهن زمين ملي پئي ته چو نه ونون. جڏهن ته زميندارن جو موقف آهي ته جيئن ته هارين جي آبادي گهڻي آهي، جيڪڏهن انهن کي ڪنهن نموني راضي ڪيو ويو ته زميندار، جن جي آبادي گهٽ آهي ۽ اهي حڪومت کان پنهنجون شرطون مڃائي ڪونه سگهندا. ان ڪري هو هارين کي استعمال ڪرڻ ٿا چاهين. سروي ۾ هارين ۽ زميندارن جا ڪالم/خانا ڀرايا ويا ته، ماڻهن ڪنهن آسري ۾ لڳي، سيني پنهنجو پاڻ کي زميندار لکرائي ڇڏيو. جڏهن خبر پين ته هارين کي وڌيڪ ٿو ملي ته، پوءِ چون ٿا ته اسين هاري آهيون، اسان کي هاري رکو. پلو جمالي جيڪو ڳوٺ آچر ۽ ڏتي جمالي جي ماڻهن جو چڱو مڙس آهي، اهو چوي ٿو ته هارين کي يا ته پئسا ڏيو يا پر واري زمين ڏيو نه ته اسين ڪونه اٿنداسين. انهن جو چوڻ آهي ته جتي اسان کي اماڻين پيا، اتي زندگيءَ جي ڪا به سهولت ڪونهي. اتي اسان جو ماڻهو مري وڃي ته وڏو خرچ ڪري، ڪفن وٺڻ وڃڻو پوندو. اسان کان مرضي ٿا پڇو ته اسان جي مرضي اها آهي، باقي گورنمنٽ وس واري آهي، اسان کي پلي زوري اٿاري! زميندار جو چوڻ آهي ته هاري ٻچو آهي، ان کي ڪونه ڇڏبو!! هتي آباد ذاتين ۾ جمالي، هنڱورا، نظاماڻي، ٻهڻ، ابوپوٽا، جوڻيجا، منگواڻا، لغاري، انڙ، ملاح، ملان، مري، پنيرا (ديهه کڏواري ۾) شامل آهن. ڳوٺ آچر جمالي جي ڳوٺاڻن کي انگريز سرڪار مارشلا وقت، لڏايو ۽ اهي لائق جمالي ۾ وڃي وينا. پاڪستان کان پوءِ انهن کي وري آباد ٿيڻ جي موڪل ملي. زمينون بحال ٿيون ڪجهه ماڻهو موٽي آيا ته ڪجهه شهرن ڏانهن ۽ ٻين ڳوٺن ڏانهن لڏي ويا. اسان محنت ڪري هن پَٽ ۾ رهي ٻنيون آباد ڪيون آهن. هنن ماڻهن جو چوڻ آهي ته اسان کي 8 ايڪڙ ٻني ملندي، جڏهن ته اسان جو هتي مال چري ٿو اهو ڪٿي چرندو؟ اسان هينئر هتي خوش وينا آهيون، اسان تي قرض ڪونهي، سرڪار غريبن کي ڪجهه ڏئي نٿي سگهي ته، ڪجهه وٺي ته نه! هي ماڻهو، سنڌي ماڻهن جي روايتي ثقافت جي ڳالهه ڪندي چون ٿا ته اسين غريب آهيون، سرڪار اسان تي ظلم نه ڪري. هي چون ٿا ته انگريزن اسان کي 50 سال اڳ ۾ هتان لڏايو هاڻي به اسان لاءِ جهڙو ڪر انگريز ئي هتي ڦرن پيا، خدا خير ڪري. اسان کي وري خطرو آهي. جڏهن ته مير ي هنڱوري جا ڳوٺاڻا چون ٿا ته اسان کي بابا پئسا ڏيو، اسان کي جيئن وڻندو تيئن ڪنداسين ۽ ٻئي هنڌ وڃي رهنداسين. انهن کان پڇيو ويو ته هارين جو ڇا ٿيندو؟ هو چون ٿا ته هارين ۾ اسان جو ڇا وڃي!؟ (وڏو ٺهڪ). هي چون ٿا ته شروع ۾ اسان کي 'ديهه ڪڪري' جون زمينون (ڪپري ٻيلي واري زمين) ۽ 'ديهه ڪاري ڇن' جون زمينون ڏيڻ جو چيو ويو، پر هاڻي اسان کي خيرپور ضلعي جي 'ديهه پٽي پوٽا' جون زمينون ٿا ڏين. حقيقت اها آهي ته ديهه ڪڪرو تعلقي ڪپري ۾ آهي، ان ۾ وڏا ٻيلا آهن. هي ماڻهو چون ٿا ته اها ٻيلي واري زمين اسان کي چو نٿي ملي؟ چو جو ٻيلي ۾ هنن جي مال چرڻ جو کوڙ سامان موجود آهي. باقي ماحوليات جي هنن کي نه خبر آهي نه ئي فڪر! 'ديهه چنبڙ' ۾ اڳي ماڻهن جون ڪٽتون ۽ قبضا آهن.

اُتي آهستي آهستي ماڻهو وڌندا ويا ۽ ٿورو گوڙ بہ ٿيندو ويو. 60/50 ماڻهو گڏ ٿي ويا. يار محمد جمالي ٻڌايو تہ اسان جي ٿَر جي 9/8 ڇوڪرن پرائمري پاس ڪئي، سيني وڃي باڪوڙي هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتي، جيڪو 8/7 ڪلوميٽر پري آهي. ٽائم تي نہ پهچڻ سبب ۽ پري هئڻ سبب سيني ڇوڪرن اسڪول وڃڻ ڇڏي ڏنو. ڪجھ ڇوڪرا اتي ٻين ماڻهن وٽ وڃي رهندا آهن ۽ پڙهندا آهن. باقي گھر ويٺا وڃي ٿيا. هڪ نوجوان جيڪو مالدار آهي، چوي ٿو تہ اصل ڳالھ اها آهي تہ، هتي اسان جو گذر مال تي آهي ۽ مال کي چارڻ ڪونہ ٿو پوي. مال پاڻ ٿو چري. ٻئي پاسي آباديءَ واري علائقي ۾ جيڪڏهن وياسين تہ اسان جو مال وڃي ٻين جي ٻنين ۾ پوندو ۽ جهيڙا ٿيندا. ان ڪري اسان هتي نيڪ آهيون. جڏهن مون ڪانئس پڇيو تہ جيڪڏهن توهان کي روڊ، رستا ۽ لائٽ ملي تہ اتي وڃي ويهڻ ۾ توهان کي ڪهڙو اعتراض آهي؟ هو چوي ٿو تہ پهريان توهان اسان کي اهڙي هنڌ ڏانهن اماڻيو تہ سهي. توهان اسان کي جيڪي زمينون ڏنيون آهن يا ڏيڻيون ڪيون آهن، اتي رڳو پٽون آهن. مال جو چارو بہ ڪونهي. رات جو ڌهين ڪان پوءِ ماڻهو گهران بہ ڪونہ ٿو نڪري سگهي، اتي مال ڪيڏانهن ويندو؟ اتي پوليس کان لِڪڻ ۽ پڄڻ جو بہ ڪو گس ڪونهي! هتي تہ اسين لِڪي ٿا وڃون! ڇهين ستن سالن جي ننڍڙي سڪندر کان جڏهن پڇيم تہ هي صاحب ۽ ماڻهو گڏ ٿيا آهن، اهي ڇا پيا ڪن! هو چوي ٿو تہ هي زمينون ٿا لکن. چيم ڇو ٿا لکن؟ وراڻيائين تہ ٻڌيم ٿو نهي. چيم توهان هتان لڏڻ ۾ خوش آهيو؟ ننڍڙو چوي ٿو تہ لڏڻ ۾ ڪير خوش هوندو! پڇيم پڙهين ٿو؟ چوي ٿو تہ نہ. ڇو؟ ماستر ڪونهي، اڳي هو هاٽي بدلي ڪرائي ويو آهي. اتي جا ماڻهو چون ٿا تہ اسان کي جتي رهايو پيو وڃي، اتي اڳي ئي ٻين ماڻهن جو قبضو آهي. سياڻي اسان کي ڪير ماري ڇڏي تہ سرڪار ڇا ڪندي؟ هڪڙي ٻئي ڳالهايو، سرڪار اسان کي موڪل ڏئي تہ قبضو اسان پاڻهي ڇڏائيندا سين. هتي بہ گروپ آهن. هڪڙا چون ٿا تہ پلي ٻني ملي. جڏهن تہ ٻيا چون ٿا تہ ٻني نہ، پئسا کپن. هڪڙن کي شڪ آهي تہ اسان سان دوکو ڪندا، لڏائي ڇڏيندا، ڏيندا ڪجھ بہ ڪونہ! هڪڙا چون ٿا تہ جيڪڏهن سرڪار پنهنجي تي اچي تہ مفت ۾ بہ لڏائي سگهي ٿي. ان صورت ۾ ڪجھ بہ ڪونہ ملندو، رڳو ڌڪيا ٿيندا سين. ان ڪري بهتر آهي تہ زمين وٺي ڇڏجي. جيڪو ملي پيو اهو وٺجي.

**تجويزون:** ٻيم نهڻ واري علائقي ۾ سروي دوران مقامي ماڻهن مختلف تجويزون بہ ڏنيون. جيڪي تجويزون گهٽ ۽ مطالبا وڌيڪ ٿي لڳا. جن مان ڪجھ تہ اهڙا بہ هئا، جيڪي شهرن جي ماڻهن کي بہ مليل ناهن. بهرحال اُهي تاريخ کي محفوظ ڪرڻ خاطر هت ڏجن ٿا. هتي پرائمري اسڪول ملي، پنڌ تمام پري آهي، اڳتي تعليم حاصل ڪري ڪونہ سگهنداسين، ان ڪري هتي هاءِ اسڪول بہ هجڻ کپي. هي علائقو جمڙائو کان ڏھ ڪوھ پري آهي. تيرنهن ميل، پٽي پوٽا کان. سانگهڙ کان ڪرايو 60 روپيا آهي. پٽي پوٽا کان جمڙائو ڊاٽسن هلندي آهي، ان جو ڪرايو 15 روپيا آهي. اها صبح جو سانگهڙ لاءِ نڪرندي آهي ۽ شام جو واپس ايندي آهي. ان وچ ۾ ڪا بہ سواري ڪونہ آهي. اتي شر، ملان، شاھ ، وساڻ رهن ٿا. هڪڙي اسپتال، واٽر سپلاءِ، روڊ، يوٽلٽي اسٽور، زرعي دوائن ۽ ٻج پاڻ لاءِ بہ ڪو سرڪاري دوڪان هجي ( اهو ڪم ڪافي علائقن ۾ اين جي اوز بہ ڪن پيون، هنن کي شايد خبر ڪونهي) اتي هينئر چينل واھ نهي پيو. فقير پير بخش خاصخيلي (وريام جوپاڻ) نهرائي پيو تي سگهي ٿو تہ اسان کي وڏيرڪي اثر رسوخ

جي ڪري پاڻي نہ ملي. ان ڪري اسان کي پنھنجي شاخ ڏني وڃي ۽ ان کي بہ پڪو ڪرائي ڏنو وڃي. جنھن سان پاڻي جي بچت ٿيندي. ڇو جو اھو علائقو واريا سو آھي. اسان کي ھيئنر 9 ايڪڙ ڏين پيا، ھڪ ايڪڙ گھر لاءِ ۽ 8 ايڪڙ آبادي لاءِ. جڏھن تہ سرڪاري طرفان گذاري لاءِ 16 ايڪڙ زمين جي حد مقرر ٿيل آھي. اسان 8 ايڪڙن مان چئن ۾ گاھہ پوکيون ۽ 4 ۾ آن. گذارو ڪونہ ٿيندو! ڊيم جي نوڪرين ۾ بہ انھن متاثرن کي ترجيح ڏني وڃي. اتي مختلف ماڻھو آباد ٿيندا، ان ڪري پوليس چوڪي ۽ اي ايس آئي مقرر ڪيو وڃي. گھرن ناھڻ لاءِ 60 ھزار گھٽ آھن. اُھي وڌائي 80 ھزار ڪيا وڃن. ڇو جو ڏاڍي مھانگائي آھي. سرڪاري ٽرانسپورٽ بہ ھجي. بجلي بہ ڏني وڃي. سروي دوران جيڪا دلچسپ ڳالھ سامھون آئي، اھا ھي ھئي تہ سروي دوران ڪنھن بہ ماڻھو ريڊيو ۽ بندوق وغيره ڪونہ لکرائي. ڇو جو انھن کي ڊپ ھو تہ جيڪڏھن ريڊيو لکرائيندا سين تہ ان جو لائسنس پڇندا. جڏھن تہ ھتي ريڊيو عام جام آھي. ڪن ماڻھن وٽ تہ ٽي وي بہ آھي، جيڪو بيٽري تي ھلندو آھي. اُتي ماڻھن ھيو مال تہ فخر سان پٽي لکرايو. پر گڏھہ لکائڻ کان شرمائي رھيا ھئا ۽ ھيڏا انھن ھوڏا انھن پٽي نھاريائون. ڪن ماڻھن جا نالا ھڪ کان وڌيڪ ڳوٺن ۾ بہ لکيل آھن. ھڪ ننڍي عمر جي ڇوڪري سگريٽ ٿي پيتا، جڏھن تہ وڏي عمر وارا ھن مرض کان پري ھئا. ھتي پيلن جا بہ سٽ ڪن گھر آھن.

## مکيءَ ۾ وڻن جي غير قانوني واڍي

سڄي سنڌ وانگر ضلعي سانگھڙ ۾ بہ خاص پراڻي مکي واري علائقي ۽ اچوڪي چوٽياري ڊيم واري علائقي مان بہ وڻن جي واڍي عروج تي آھي. روزانو شــام کان فجر تائين ڪيتريون ئي گاڏيون، ٽرڪون ۽ ٽريڪٽر ٽرالا وڻن جا لاشــا ڪنيو گذرن ٿا. خبر ناھي ڇو ڪنھن کي اھي وڻن جا لاش نظر نہ ٿا اچن؟ سڄو ضلعو خصوصاً چوٽياري ڊيم وارو پاسو ۽ ڪپري تعلقي ۾ وڻن جي پيننگ ٿي وئي آھي. ملڪ ســڄو پونو ٿي ويو آھي. وڻن جي واڍي سـان سـم ۽ ڪلر وڌڻ ڪري ھڪ تہ زمينون غير آباد ٿي رھيون آھن، ٻيو تہ مال جا چراگاھ ختم ٿي ويا آھن. جنھن سان سـانگھڙ ۽ ڪپري تعلقي ۾ غربت ۾ بي انتھا اضـافو ٿيو آھي. معاملو ڪورٽ تائين بہ پھتل آھي، پر ٽريڪٽر ٽرالا اڄ بہ وڍيل وڻ ڪٽي گذري رھيا آھن. حڪومتي کاتا ھڪ ٻئي تي الزام لڳائي رھيا آھن، ايريگيشـــن کاتو روينيو کاتي تي الزام ھڻي ٿو ۽ روينيو کاتو وري فاريســـٽ کاتي تي الزام لڳائي ٿو تہ، اھا انھن جي حد آھي يا انھن جي ذميواري آھي. پر واڍي کي روڪڻ واري معاملي ۾ ڪابہ اڳڀرائي نہ ٿي رھي آھي. لڳي ٿو تہ معاملو اجان ڪو ٻيو آھي نقصـان ھتي رھندڙ ھر انسـان، پکي پکڻ، جيت جڻي، جانور ۽ ســاھ واري جو ٿي رھيو آھي، پر روڪڻ وارو ڪير بہ ناھي. اڳين وقتن ۾ لوڪ ڏاھپ جا ماھر ھفتي جي انھن ڏينھن ۾ وڻن جي واڍي جي ســختي ســان منع ڪندا ھئا، جن ڏينھن جا نالا ڪٽڻ سان چپ چپن سان نتا لڳن، مثال طور ڇنڇر، آڇر ۽ اڱارو. انھن ڏينھن ۾ وڻ وڍڻ وڏو عيب ۽ نحوست سمجھبي ھئي. پر ھاڻي نہ اھي لوڪ ڏاھپ جا ماھر جھونا رھيا آھن ۽ نہ ئي انھن ڳالھين جي اھميت. ســڄو ھفتو 24 ڪلاڪ وڻن ۾ ڪات ڪھاڙا پيا آھن، ھر گھڙي ڪو نہ ڪو وڻ وڍجي ھيٺ ڪري رھيو آھي.

## مڪيءَ ۾ پير پاڳاري پاران ڏنل وڻ لڳائڻ جو حڪم

سنڌ جي ڏيڍ سئو کن گادين ۾ شايد ئي ڪا اهڙي ٻي گادي هجي، جنهن پير صاحب پاڳاري پاران پنهنجن مُريدن کي وڻ لڳائڻ جو حڪم ڏنو هجي. هي حڪم ان وقت ڏنو ويو آهي جڏهن سڄي دنيا ۾ وڻن جي اهميت تسليم ڪندي انهن کي وڌ کان وڌ لڳائڻ جي ڳالهه ڪئي پئي وڃي. نه صرف اهو ته پير صاحب جن وڻ لڳائڻ جو حڪم ڏنو آهي، بلڪ اهو تاريخي حڪم انهن تاريخي مڪيءَ ٻيلي جي هڪ دعوت ۾ ڏنو آهي. مڪي ٻيلو جيڪو هاڻ صرف ڪتابن ۽ پراڻن نقشن ۾ باقي وڃي بچيو آهي. عملي طرح اهو هاڻي قدرتي جهنگل بجاءِ ماڻهن جي جهنگل ۾ بدلجي چڪو آهي. پير صاحب وڻ لڳائڻ جو هي منفرد حڪم جنوري 2017 ۾ پنهنجي روحاني سفر دوران اوڏي ۾ خليفي وريام فقير خاصخيلي جي دعوت ۾ ڏيندي، گهرن ۽ ٻنين وغيره ۾ وڻ ۽ خاص ڪري سنڌ جو صوبائي، نم جو وڻ لڳائڻ جو حڪم ڏنو. ان موقعي تي پير صاحب پنهنجون نديپڻ جون يادون تازيون ڪندي، نديپڻ ۾ جسم تي قُٽ قُرڙي ٿيڻ تي، ڏاڏيءَ پاران نم مليل پاڻي ۾ وينجهارڻ ۽ ان مان فائدو ٿيڻ جون به ڳالهيون ڪيون. سڄي دُنيا ۾ ماحول اهم اشو هوندي به بدقسمتي سان، اسان جو اهم اشو ناهي بڻجي سگهيو، وڻن جي واڍي ته جتي ڪٿي ٿئي پئي. ٻيلا ٻنين ۾ بدلجن پيا، پر ڪنهن وڏي شخصيت پاران وڻ لڳائڻ جي ڪا وڏي انفرادي مهم ته ڇا، پر اهڙي ڪا ڳالهه به ڪتان ٻڌڻ ۾ نٿي اچي. اهڙي وقت پير صاحب پاران مُريدن کي وڻ لڳائڻ جو حڪم ڏيڻ ۽ ان جا فائدا ٻڌائڻ يقينن هڪ بلڪل نئين ۽ منفرد ڳالهه آهي. ڪاش سنڌ جا ٻيا پير به هن ڏس ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪن، ته روائتي ٻيلا نه سهي، پر انهن ٻيلن جي برابر وڻ، مختلف ڇڙوڇڙ هنڌن تي لڳائي، ڪافي حد تائين وڻن ۽ روائتي ٻيلن جي ڪمي کي پورو ڪري سگهجي ٿو.

پئي صاحب جي دور ۾ پير پاڳاري سان مثالي وفاداري نڀائيندي سختيون سهڻ، پنهنجيون ٻنيون ۽ باغ ڦٽائي، پاڻي بند ڪرائي، ڇهه حُرن وارو مشهور ڪيس جي پيروي ڪندڙ ۽ پنهنجي ڳوٺ جي رستي تي مختلف قسمن جا تمام گهڻا وڻ لڳائيندڙ، اڳوڻي ضلعي ناظم ۽ صوبائي وزيرِ جهنگلات، مير محمد وساڻ جي سنگهر ڳوٺ واري بنگلي تي، ڪليم الله وساڻ معرفت ٿيل ملاقات ۾ انهيءَ تاريخي اعلان تي جانورن، پکين ۽ ماحول دوست ڌُرين پاران سندن شڪريو ادا ڪيو ته اتي ماحول، شڪار ۽ وڻن بابت ٻيون به ڪوڙ ساريون ڳالهيون ٿيون. ان دؤران جتي جهنگلي جيوت کي بچائڻ ۾ سندن توڙي ٻين پيرن جي مهاڙين جي ڪردار ۽ انهن ۾ وري خليفي وريام فقير جي اوڏي ۾ شڪار کي بچائڻ لاءِ ڪيل ڪوشش،

سنڌ ۾ گهڻجنڊڙ ٻيلن ۾ انهن جي شڪار تي پونديڙ اثرن بابت پير صاحب کُلي ڳالهايو ۽ پنهنجي ڳڻتيءَ جو اظهار ڪندي اهو به ٻڌايو ته هاڻ سنڌ جا پوتار به، پنهنجو رکيل شڪار، پئسن تي ڪرائي رهيا آهن، جيڪو صرف ۽ صرف ڪمرشل بنيادن تي ٿي هوندو آهي. في بندوق جا پئسا مقرر ٿيل هوندا آهن. نه چانهه نه پاڻي جي صلاح، بندوق هڻو، پئسا ادا ڪيو ۽ الله حافظ! جڏهن عربن پاران اڄڙي ٿر واري پاسي شڪار ته ڪرڻ، پر پنجاب وانگر اُتي صحت يا تعليم جي حوالي سان ڪو خاص ڪم نه ڪرڻ بابت پڇڻ تي پير صاحب ٻڌايو ته اڄڙي ٿر ۾ به جلد صحت ۽ تعليم جي حوالي سان عربن پاران ڪم ڪرائڻ جي اُميد آهي. ان موقعي تي هنن شڪارين ۾ اڳوڻي شڪار جي اخلاقيات نه هجڻ جو ذڪر ڪندي هڪ واقعو ٻڌايو ته سنڌ جي هڪ اهم شخصيت منهنجي مهاڙي ۾ شڪار ڪندي، جڏهن ننڍن ٻچن سان گڏ ماديءَ جو نشانو ورتو ۽ اها ڳالهه مون تائين پهتي ته مون پاڻ پهرين اهو لقاءُ ڏسي، شڪار بند ڪرائي ڇڏيو. پير صاحب اها به ڳالهه ڪئي ته هاڻ شڪاري اجايو ۽ غير ضروري شڪار ڪن ٿا ۽ انهن اهو به چيو ته آئون پاڻ هڪ هنڌ ويهي دوربيني سان ڏسي، نشانو وٺي، هڪ حد تائين ئي بندوق هڻندو آهيان. انهيءَ موقعي جو فائدو وٺندي پير صاحب کي عرض ڪيم ته پاڻ جتي جتي به دعوتن ۽ زيارتن تي وڃن ٿا اُتي پنهنجي مُريدن ۽ واسطيدارن کي ٻين ڳالهين جي تلقين ڪرڻ ۽ حڪم ڏيڻ سان گڏ وڻ لڳائڻ جي به تاڪيد ڪن. جنهن ڳالهه کي پير صاحب جن نه صرف پسند ڪيو بلڪه ائين ڪرڻ جو پڻ چيو. ڪاش سنڌ جا سيئي پير صاحبان، پير صاحب پاڳاري پاران وڻ لڳائڻ واري ڏنل اهڙي حڪم وانگر پاڻ به پنهنجي مُريدن کي نه صرف وڏ ڪان وڏ وڻ لڳائڻ، بلڪه لڳل وڻن کي بچائڻ جو حڪم ڏين ته سنڌ ٿوري ئي عرصي ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر سرسبز ۽ شاداب ٿي سگهي ٿي.

## مکي ۾ ناري پرسان مختلف ديهن ۾ سم جو آزار!

هنئن ته سانگهڙ ضلعو ڪيترن ئي مسئلن جي ورچڙهيل آهي، پر ڪن علائقن ۾ وڌندڙ سم سبب اُتي جي انساني آبادي، نو (9) پولنگ اسٽيشن جا هزارين ڳوٺ، روڊ رستا، اسڪول، فصل، چوپايو مال، انهن جون چراگاهون ۽ جهنگلي جيوت ڪان وٺي قبرستان به جڻ ته ڪنهن آفت کي منهن ڏيئي رهيا آهن. اهڙن ئي علائقن ۾ هڪ علائقو سانگهڙ منڊي جمڙائو روڊ تي ايرندي پاسي منڊي جمڙائو ڪان وٺي 83 چڪ تائين ديهه توڳاچو ديهه صدرڻ، ديهه سينهوري، لِب تي مشتمل 20/15 چورس ڪلوميٽر وارو اڳوڻي مکيءَ وارو علائقو به آهي. جيڪو هن علائقي ۾ سم نالو نه هجڻ سبب، ڪيتري ئي عرصي ڪان منڊي توڙي ناري جي سم سبب هر طرح سان تباهه ٿي ويو آهي. پر ڪوبه ان طرف ڌيان ڏيڻ توڙي متاثر ڳوٺاڻن جون دانهون ٻڌڻ لاءِ ئي تيار ناهي. ووٽ وٺندڙ ووٽ وٺي، اڳين اليڪشن تائين جڻ ته موڪل تي هليا ويا آهن. آفيسر

پنهنجي حصي جو ڪم ڪرڻ بدران پوسٽنگ وٺي ڏينڊڙ جي اڳيان پنيان ۾ ڪين خوش ڪرڻ ۾ پورا آهن ۽ ماڻهو نڊڻڪا ٻڌجي ڏٽي در ٻاڏائڻ تي مجبور آهن. مذڪوره سم جو هڪ اهم سبب ڏٻي ۾ آر ڊي 72 تي ناري جي سلٽ کي روڪڻ لاءِ ناهيل ڊِڪو ۽ بند مٽي ڪرڻ لاءِ واريءَ سان مٽي ڪيل بند بہ ڇپيا وڃن ٿا. ان وقت شايد اهو ڪونہ سوچيو ويو تہ ان جي ڪري ڪيتري سم ٿيندي ۽ ان سان ڪيتري تباهي ايندي. اهڙو ئي هڪ ڊِڪو منڊ جمڙائو تي بہ آهي، جنهن سبب بہ سم وڌي رهي آهي. ان ڪري انسانن، انهن جي گهرن، ٻارن جي اسڪولن (مثال طور بانڪو شر، ويرم شر ۽ ناٿو شر وغيره) مال جي چراگاهن، قبرستان (جن ۾ جڪڙائو ۾ ٿورو ڪوٺڻ سان پاڻي ٿو نڪري، ساڳي ڪار 18 چڪ، رٻوجي، معصومن جي قبرستان توڙي صدرٺ ۽ توڳاچي ۾ بہ آهي). قبرستان کان علاوه جهنگلي جيوت، جنهن ۾ سها، گدڙ ۽ تتر خاص طور تي شامل آهن، سي سخت متاثر ٿي رهيا آهن. زميندار تہ زمينن سبب مجبورً اُتي رهڻ تي مجبور آهن، پر سوين هاري لڏي چڪا آهن. هن علائقي ۾ ووڻڻ جهڙي اهم ۽ قيمتي فصل جو ٿيڻ ناممڪن بڻجڻ سبب ماڻهو معاشي طرح تباهہ ٿي رهيا آهن. رڳو ڪٽي ڪٽي ساريون ٿين ٿيون. سم سبب لئو، ڪبڙ، ٽالهيون، ڪنڊي، ٻير ۽ قيمتي باهڻ جا وڻ سڙي وڃڻ سبب ماڻهو ٻارڻ جي ڪاٺين لاءِ بہ پريشان آهن تہ ’اُٺڻ ويهڻ‘ لاءِ بہ! سانگهڙ منڊ جمڙائو ۽ اُتان چونڊڪو خيرپور ويندڙ اهم رستو ”مهراڻ هاءِ وي“ بہ ڪن جاين تي سم جي پاڻي هيٺ اچي چڪو آهي. جيڪا روزانہ هزارين ماڻهن جي اچڻ وڃڻ جي اهم شاهراهہ آهي، پر هتان کان پنجاب تائين بہ ٽرانسپورٽ هلي ٿي سا بہ متاثر ٿي رهي آهي.

افسوس جي ڳالهہ اها بہ آهي تہ هتان اولهہ ۾ ڪجهہ ئي مفاصلي تي 56 ۽ 83 چڪ ۾ سم نالا موجود آهن. جيڪڏهن هتان ناري جي پرسان سم نالو کوٽي، انهن سان ملايو وڃي تہ بہ آساني سان مسئلو حل ٿي سگهي ٿو. اهڙي نموني هتي ٽيوب ويل لڳائي، سم جو پاڻي ڪجهہ ئي ڪلوميٽر اوپر ۾، اچڙي ٽر ڏانهن بہ اُماڻي سگهجي ٿو ۽ جديد ٽيڪنالاجي ۽ جاڻ استعمال ڪندي، ان پاڻي تي پوک بہ ڪري سگهجي ٿي تہ اهو پاڻي اُتي جي اُڃ مرندڙ جهنگلي جيوت توڙي چوپائي مال لاءِ بہ ڪارآمد بڻائي سگهجي ٿو.

اڳي تہ هتان کان هڪ ئي سياسي پارٽي کٽندي هئي، انهن تي الزام هڻندي ڪافي وقت ٿي چڪو آهي. پر انهن کان پوءِ کٽندڙن بہ ماڻهن جي ڪا سار ناهي لڌي! جيڪڏهن مطعلقہ ادارا ۽ سياسي ماڻهو ٿورو ڌيان ڏين تہ هتي هزارين ماڻهن جو ڀلو ٿي سگهي ٿو ۽ ڪين هزارين ووٽ بہ آساني سان ملي سگهن ٿا. ساڳي وقت سرڪار، اها بہ انڪوائري ڪرائي تہ غلط پلاننگ سان ڊِڪا ناهڻ ناري تي واريءَ جا بند ٻڌڻ ۽ بندن کي ايترو مٽي ڪرڻ وارن خلاف ڪو ايڪشن وٺي تہ جيئن آئندا ڪوبہ ڪامورو ماڻهن جي اهنجن ۾ اضافو ڪرڻ جا منصوبا ناهڻ ۽ سرڪاري پئسو ضايع ڪرڻ بجاءِ، ماڻهن جي فائدي جا منصوبا جوڙي ۽ وقت جي حڪومت لاءِ بدنامي جو باعث نہ بڻجي.

# نئين يوسي ’صدرٽ‘ جو نالو ’مَکي‘ سان منسوب ڪريو!

مَکي جيڪا اتر ڏکڻ ۾ سانگھڙ شهر کان منڍ جمڙائو ءِ اوپر اولهه ۾ بقار ڍنڍ کان وٺي کڏڙي تائين چٽي وڃي ٿي سا هاڻ رڳو يونين ڪائونسل شاهه سڪندرآباد جي هڪ ديهه جي شڪل ۾ موجود آهي. اها به شايد انگريزن جي مهرباني (هن وقت ديهه مَکي سانگھڙ ۾ نئين ٺاهيل يوسي مياڻ شامل ڪئي وئي آهي) چئجي جو انهن هڪ ديهه کي مَکي جو نالو ڏئي، ان جي ياد کي باقي رکيو نه ته انگريزن جيڪي قدم مَکي جي علائقي ۾ ٻاهريان ماڻهو آڻي آباد ڪرڻ جي حوالي سان کنيا، انهن جي ڪري عملي طرح ته مَکي جو وجود ئي ختم ٿي ويو. حالانڪ ٿيڻ ته ائين گهربو هو انگريزن جيڪي چڪ/ ڳوٺ ٻاهرين ماڻهن کي هتي آڻي آباد ڪرڻ جي حوالي سان ٺاهيا، انهن کي چڪ ۽ انهن جو نمبر ڏيڻ بجاءِ، مَکي جي نمبر سان سڏيو ۽ لکيو ۽ پڙهيو وڃي ها. مثال طور چڪ نمبر هڪ، چڪ ٻه، چڪ چاليهه وغيره جي بجاءِ مَکي نمبر هڪ، مَکي ٻه، مَکي 10، مَکي 11 وغيره نالا رکجن ها. جنهن سان مَکي جي ايريا ۽ علائقي جي ته گهٽ ۾ گهٽ سڃاڻپ برقرار رهي ها. پر ان جي بجاءِ مَکي جو نالو رڳو هڪ ديهه تي رکي، ان اهم علائقي کي صفا سوڙهو ۽ محدود ڪري، ان جي شناخت ۽ وجود ئي ختم ڪيو ويو. پوءِ ايندڙ حڪمرانن به انگريزن جي نقش قدم تي هلندي، جڏهن يونين ڪائونسلز ٺاهيون تڏهن به مَکي کي مڪمل طرح سان نظر انداز ڪندي، مَکي کي شاهه سڪندرآباد يوسي ۾ ديهه طور ئي شامل ڪيو ويو. جڏهن يوسيون ٺهيون ته تڏهن به ڪنهن کي ڪو خيال نه آيو ۽ مَکي رڳو ديهه مَکي تائين ئي محدود رهي. يوسي مَکي يا مَکي ايٽ گجري يوسي بجاءِ گجري يوسي قائم ڪرڻ جو به ڪنهن کي نه ئي ڪو خيال آيو نه ئي ڪنهن اهڙو ڪو اعتراض اٿاريندي مطالبو ئي ڪيو. پر هاڻ جڏهن سڄي سنڌ وانگر ضلعي سانگھڙ ۾ به نيون يونين ڪائونسلز ٺهي رهيون آهن ۽ نوان نالا رکجن پيا ان وقت اسان سيني ساڃاهه وندن، سياستدانن، سنڌ جي هڏ ڏوکين، سنڌ جي تاريخ ۽ ماحوليات سان دلچسپي توڙي ان جا اونو رکندڙن ۽ واسطيدار سرڪاري عملدارن کي گذارش ٿا ڪريون ته مهرباني ڪري يوسين جا نالا، اهڙن ماڻهن ۽ انهن جي ابن ڏاڏن جي نالي پويان نه رکيا وڃن، جن سنڌ يا سنڌ جي ماڻهن لاءِ ڪو به قابل ذڪر ڪم نه ڪيو هجي. انهن جي بجاءِ سنڌ جي تاريخي ماڳن جي نالي پٺيان (جيڪي ان علائقي ۾ هئا) نالا رکيا وڃن يا پوءِ انهي علائقي جي اهڙن سياسي، سماجي، علمي ادبي يا ڪنهن فن سان وابسته نالي وارن فنڪارن پٺيان، يونين ۽ وارڊن جا نالا رکجن يا وري علائقي جي ڪنهن اعليٰ مقام تي پهتل ۽ ماڻهن لاءِ پاڻ پتوڙيندڙن ۽ هڙان وڙان خرچ ڪندڙن پٺيان نالا رکيا وڃن. نه ڪي اهڙن ماڻهن جي نالن پٺيان رکيا وڃن ته جن ڏيڻ بجاءِ رڳو وٺڻ ئي سکيو هجي! ان سان گڏوگڏ اسان سيئي اهل علم ۽ اهل قلم توڙي سياسي، سماجي ۽ اعليٰ اختيار رکندڙ سرڪاري ۽ سياسي شخصيتن کي به گذارش ٿا ڪريون ته مهرباني ڪري، ضلعي سانگھڙ ۾ به يونين ڪائونسلن جا نالا، اتي جي تاريخي اهميت کي نظر ۾ رکندي رکيا وڃن، جن ۾ مَکي سر فهرست آهي. هاڻ جڏهن يوسي سطح تي نيون حد بنديون ڪيون ويون آهن، تڏهن به مَکي ايريا جي نالي کي مڪمل طور تي نظر انداز ڪري تاريخي غلطي ۽ زيادتي ڪئي وئي آهي. مثال طور هن وقت مَکي ۾ به نيون يوسيون ’صدرٽ‘ ۽

’ڪونڊو‘ جي نالي سان قائم ڪيون ويون آهن. يوسي صدرٽ، يو سي شاهہ سڪندر آباد کي توڙي ناهي وئي آهي، جڏهن تہ يوسي ڪونڊو، ڪڏواري مان ناهي وئي آهي. (يوسي ڪڏواري جو افتتاح جنرل موسيٰ، ٿي چڪ ۾ اچڻ وقت ڪيو هو) جن ۾ ديهہ صدرٽ، صدرٽ هڪ، ٻہ، ٽي ۽ صدرٽ چار (1998ع واري آدمشماري مطابق آبادي 11855)، ديهہ سينهوري (آبادي 1300) ۽ ديهہ لِٻ (1606، ٽوٽل يو سي جي آبادي 14761) شامل آهن. جڏهن تہ يوسي ڪونڊو ۾ ديهہ دِم (آبادي 3139) ۽ ديهہ ڪونڊو (آبادي 8218، ٽوٽل آدمشماري 11357) شامل آهن. جن ۾ ديهہ صدرٽ مڪمل طور تي مَڪي ايريا تي مشتمل آهي. مَڪي ايريا ۾ جيئن تہ فوجين کي زمينون الاٽ ٿيل آهن. ان ڪري اسان جي عام روينيو ريڪارڊ ۾ تہ مَڪي کي رڳو هڪ ديهہ تائين محدود ڪيو ويو آهي، پر فوجي رڪارڊ ۾ اج بہ الاٽ ٿيندڙ زمينون، توڙي اڳ ۾ الاٽ ٿيل زمينن بابت سڄي لکپڙهہ ۾ پراڻي مَڪي جي علائقي کي، مَڪي ايريا ئي لکيو ۽ پڙهيو وڃي ٿو. ان لحاظ کان نئين ناهيل يو سي صدرٽ جيڪا اتر ڏکڻ ۾ ورڪشاپ کان 32 چڪ ڏانهن نڪرندڙ روڊ واري موڙ کان مٿي، منڍ جمڙائو تائين ۽ اولهہ اوبر ۾، ورڪشاپ کان منڍ جمڙائو ڏانهن ويندڙ مين روڊ کان الهندي پاسي، چار ڪن بلاڪ ڇڏي پوءِ ڪاري ڇن تائين (سنجهوري تعلقي جي حد تائين) ناهي وئي آهي. جيڪا سڄي مَڪي ايريا جو تقريبا چوٿين حصي تي مشتمل آهي ۽ انگريزن پاران ناري جي پاڻي کي آبادي ڏانهن اچڻ کان روڪڻ لاءِ ۽ جهڙوڪر مَڪي جي حدبندي ڪندي قائم ڪيل رَتا/رَتا نالي بچاءُ بند جي اندر آهي، ان کي جيڪڏهن يو سي مَڪي جو نالو ڏنو وڃي تہ ڪنهن کي بہ هڪ تہ ڪو اعتراض نہ هوندو ۽ ٻيو تہ اهو علائقو پنهنجي اصل شڪل ۾ نہ صحيح گهٽ ۾ گهٽ نالي جي حد تائين تہ بحال ٿي سگهي ٿو. جنهن تي پڪ سان ڪنهن کي بہ ڪو اعتراض نہ هوندو. نہ ئي انهن ماڻهن /آبادگارن کي، جن کي مَڪي جيءَ ۾ جايون ڏئي، ڪٿان کان ڪٿي پهچائي ڇڏيو نہ ئي انهيءَ علائقي ۾ اثر رکندڙ سياسي پارٽين، پيپلز پارٽي، فنڪشنل ليگ توڙي نواز ليگ کي. هي هڪ تاريخي ڳالهہ آهي. تاريخي ماڳ کي، تاريخ جي ورقن مان متجڻ کان بچائڻ لاءِ التجا ۽ گذارش آهي. ان ۾ نہ تہ ڪنهن کي سياسي طرح فائدو ٿيڻو آهي نہ ئي نقصان. ها، انهن کي تاريخ جي تڏي تي مٿانهون مقام ضرور ملي سگهي ٿو جيڪي مَڪي کي متجڻ کان بچائڻ لاءِ، هن مطالبي جي حق ۾ ِوڪ وڌائيندي، پنهنجو سياسي، سماجي ۽ انتظامي اثر استعمال ڪندا.

واضح رهي تہ سنڌ جي سڀ کان وڏي ناري ڪئنال (نارا ڪئنال ڊيگهہ سڀ کان وڏو ۽ روهڙي ڪئنال پاڻي جي حوالي سان وڏو واهہ مڃيو وڃي ٿو) مان نڪتل جمڙائو واهہ جنهن پنيان مُنڍ جمڙائو سڏجي ٿو ان جو افتتاح 1899ع ۾ ان وقت جي بمبئي جي گورنر (چوجو ان وقت سنڌ بمبئي ۾ شامل هئي) Willaim Baron Sandhurst ڪيو هو. ان ئي وقت انگريزن هتي جون زمين سروي ڪري، تپن ۽ ديهن جا نالا رکيا هئا. ديهہ صدرٽ جي نالي جي پسمنظر جي بي تہ ڪابہ خبر نٿي پوي پر گورنر صاحب جي نالي جي پنيان Sandhurst واري نالي جي اسپيلنگ مان لڳي ائين ٿو تہ صدرٽ متان انهيءَ لفظ جي ئي بگڙيل شڪل هجي. جيڪڏهن ڪنهن دوست کي ڪڏهن سانگهڙ جي ديهن جي نالن جي شروعاتي انگريزي واري لسٽ ملي وڃي تہ ان مان خبر پئجي سگهندي تہ ’ديهہ صدرٽ‘ جي اصل اسپيلنگ ڪهڙي آهي،

جيڪڏهن اها اسپيلنگ گورنر صاحب جي نالي جي پٺين حصي واري آهي، ته ان مان پڪ ٿي ويندي ته اهو نالو ڪٿان آيو آهي. انهيءَ تي بهرحال وڏيڪ تحقيق جي ضرورت آهي!

اسان اميد ٿا ڪريون ته سنڌ جي ٻين تاريخي ماڳن جي نالن جي بحالي سان گڏ مَکي جي نالي جي بحالي لاءِ به واسطيدار ڌريون ڪجهه نه ڪجهه ضرور ڪنديون. هن وقت يو سي مَکي جي ٺاهڻ بعد مستقبل ۾ آبادي ۾ اضافي بعد ضرورت پوڻ تي، ڪاهي، سِرن واري، چوٽياريون، پيرومل، ڪنڊياري، سرهاڙي ۽ شاهپور چاڪر کي تعلقي جو درجو ڏيڻ سان گڏ (گمبٽ علائقي توڙي ليلا چنيسر ۽ ڪونئنرو جي ماڙي ۽ مقام کي به نه وسارڻ گهرجي) ورڪشاپ کي تعلقي جو درجو ڏيڻ وقت ان کي مَکي تعلقي جو نالو ڏيڻ ۽ هيڊ ڪوارٽر ٺاهڻ به نه وساريو ويندو. واضح رهي ته ورڪشاپ نالو به انگريز دور جو آهي. جنهن جو اصل نالو ڪِجو واٽئين جي نالي پٺيان هو. انگريزن پاران ٻاهران آڻي آباد ڪيل آبادگارن کي زمينون سڏيون/سنوت ۾ ڪري ڏيڻ واسطي قائم ڪيل ٽريڪٽرن ۽ ٻئي مشينري جي ورڪشاپ ٺاهڻ بعد. ڪجو جو نالو ورڪشاپ ٿي ويو. ساڳيءَ طرح سماٽري جو نالو به هڪ واٽئين جي نالي پٺيان آهي. جهونن ۾ اها چوٽي مشهور هئي ته ڪِجو آباد ٿيو ۽ سماٽري ڦٽي. ورڪشاپ جيڪو هن وقت ديهه جکڙائو يوسي شاهه سڪندرآباد ۾ آهي، ان کي نئين يو سي صدرث جو هيڊ ڪوارٽر بڻائي ان کي مستقبل ۾ مَکي تعلقي جو نالو ڏيڻ سان گڏ، سنڌ جي هن تباهه ٿيل اهم ماحولياتي ۽ تاريخي خطي کي مڪمل طور متجڻ کان بچائڻ لاءِ گهربل قدم کنيا ويندا.

## حوالا:


1. Gazetteer, Province of Sind, Indus Publications Karachi 1996
2. سنڌ گزيٽيئر, اِي- ايچ ائٽيڪن, روشني پبليڪيشن 2006ع.
3. ڪتاب ......... ايم ايچ پنهور ......... حيدرآباد.
4. فشريز کاتي سانگهڙ جي رڪارڊ مطابق
5. سانگهڙ ضلعي جو ماحولياتي جائزو, نواز ڪنير, RDF


## راوي

1. ڦوٽو خان ولد محمد صادق چانڊيو عمر 73 سال رٽائرڊ تپيدار, سانگهڙ.
2. ذولفقار علي ولد ڦوٽو خان چانڊيو عمر 43 سال تپيدار مکي ايريا سانگهڙ.
3. ملان رونجهو عرف واحد ڏنو عمر 98 سال, مکي
4. بهاول رند رٽائرڊ تپيدار, سنجهورو.
5. گل محمد جوڻيجو ولدسبب علي, عمر 80 سال کن, ڳوٺ گل وارو بقار سانگهڙ
6. رسول بخش چاڪراڻي ولد ڪلودو, عمر 120 سال, ويٺل لڳ رتڙائو لڳ چوٽيارون.
7. خميسو ڳاهو, عمر 100 سال کن, لڳ رانتي جي پل سانگهڙ.
8. علي بخش ڳاهو, عمر 100 سال کن, ڳوٺ گهاٽيون ڍوريون سانگهڙ.
9. سانوڻ ڳاهو عمر, 110 سال کن, جرڙي تڙ, لڳ پير بخش ڳاهو اچڙو ٿر خيرپور.
10. مِرگهه ابوپوٽو عمر 100 سال کن, ڳوٺ ڪنڊي واري, اچڙو ٿر
11. قاضي اوپايو عمر 100 سال کن, ويٺل نئون تڙ, اچڙو ٿر.
12. اميد علي جوڻيجو, عمر 50 سال کن, ويٺل اوڍ, مکي
13. ابراهيم شاهه, عمر 50 سال کن, ويٺل اوڍ, مکي.
14. صاحب خان جوڻيجو عمر 60 سال کن, ويٺل اوڍ.
15. الهڏنو بهڻ, عمر 74 سال, اوڍ.
16. ڄام راڄڙ عمر, 65 سال, زيرو پوائنٽ, يوسي جبو تعلقو نارو, خيرپور.
17. طالب راڄڙ, عمر 65 سال, زيرو پوائنٽ يوسي جبو تعلقو نارو خيرپور.
18. خليل احمد لغاري, عمر 70 سال, ويٺل باکوڙو سانگهڙ.
19. چاچو گل محمد فقير ملاح, مياڻ سانگهڙ.
20. موجن آرادين, عمر 80 سال کن, ڳوٺ دريا خان, خيرپور.
21. طاهر ڪوري, عمر 130 سال, ڳوٺ فوجو لاشاري
22. عبدالرسول لاشاري, لوهارڙو ڳوٺ عيسي خان جتوئي سانگهڙ.
23. مهاراج نهال ميگهواڙ,عمر 80 سال, سيد محسن شاهه ڪاهي.
24. ڏيسرو عمر 90 سال, لڳ پيرومل .

25. سانگو عمر 80 سال، ويٺل پيرومل.
26. بصر ميگھواڙ،عمر 75 سال، ويٺل پيرومل.
27. محمد ابراهيم ولد حاجي پيرج ، عمر 60 سال ، ويٺل بقار
28. عبدالواحد عرف دادن خاصخيلي، عمر 80 سال، ويٺل سماٽري سانگھڙ.
29. سارنگ منگواڻو عمر 110 سال کن، ڳوٺ سموناٽ سانگھڙ.
30. نواب ڀھڻ، ويٺل اوڍ سانگھڙ.
31. شير محمد ولد ڪمال لغاري، عمر 80 سال کن، ويٺل ديھہ اڪن واري، اوڍ
32. ڪريم ڏنو ولد الھبچايو جوٽيجو عمر 45 سال، اوڍ
33. محمد الياس ولد منگھن جوٽيجو ويٺل اوڍ.
34. چاچو دامو نظاماڻي، عمر 80 سال کن، سانگھڙ
35. منٺار نظاماڻي، عمر 75 سال کن، سانگھڙ
36. گِڊو عمر 70 سال کن، اچڙو ٿر.
37. علي خان جمالي، عمر 60 سال کن، ڳوٺ علي خان جمالي، لڳ 8 چڪ سانگھڙ
38. مولا بخش ملاح ولد سوڍو خان، عمر 55 سال کن، چوٽياريون/سانگھڙ

ANNEX- G



TALUKA SANGHAR
DISTRICT SANGHAR
KILOMETRES 5 0 5 10 15 KILOMETRES
NAWABSHAH DISTRICT
KHAIRPUR DISTRICT
SINJHORO TALUKA
KHIPRO TALUKA
JAM NAWAZ ALI TALUKA
FROM SORAH
JAMRAO CANAL
JAKHRAO
DHORO NARA CANAL
SANGHAR STC
SAMATHRI
DIM
KHADWARI
BAGAR
KUNDHO
BAKHORO
FROM SHAHPUR CHAKAR
TANDO MITHA KHAN STC
SANGHAR
FROM SINJHORO
SAREJI
LUTKO
AITPAR
FROM JAM NAWAZ ALI
TOORI
MITHRAO CANAL
KHIPRO CANAL
CHAH KABEER
JHUN
SADHNO
BAHRAM BARI
LOHARIRO
TO KHIPRO
SETHARPIR
SETHARPIR STC
SAMORE
DILSHAD
SANTORE
TO KHIPRO
FROM JAM NAWAZ ALI
KANDIARI
TO MIRPUR KHAS
N
LEGEND
Taluka Boundary
Supervisory Topedar Circle(STC)Boundary
Topedar Circle(TC)Boundary
Road Metalled / Unmetalled
Railway Line
Name of Topedar Circle
DIM, AITPOR
Canal
Taluka Headquarters
ARSHAD REHMAT
NOTE: STC and TC boundaries are approximate.
SOURCE: Map supplied by Deputy Commissioner office.

